# ماڻڪ موتي لال

## شرح

قصيده بردہ شريف

قصيده امام اعظم

قصيده غوثيه

شارح

پيرِ طريقت، رهبرِ شريعت، مفسرِ قرآن، مبلغِ اسلام حضرت علامه مولانا الحاج

**محمد ادريس ڏاهري** (بلبلِ مدينه)

سجاده نشين درگاه عاشق آباد

شاهپور جهانيان

# مانڑک موتي لال

شرح

قصیدہ بردہ شریف

شرح

قصیدہ امام اعظم

شرح

قصیدہ غوثیہ

شارح

عَلامہ الحاج مُحمّد ادریس ڈاہری نقشبندی

ناشر

ادارہ خدمۃ القرآن والسنّۃ

شاہپور رجہانیا ○ ضلع نواب شاہ ○ سندھ

نالو ڪتاب : ماڻڪ موتي لال

شارح : حضرت علامه الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري
"بلبل مدينه"

سن اشاعت : 2011ع (نيون ايڊيشن)

ڇپائيندڙ : اداره خدمة القرآن والسنة
مدرسه جامعه محمديه شاهپور جهانيان

ڇپيندڙ : نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد
فون 2784848

هديو : =/350 رپيا

# احسن التشريح

# البردة المديح

يعني

## شرح قصيده برده شريف

(سنڌي)

شارح

علامه الحاج محمد ادريس ڏاهري "بلبل مدينه"

شاهپور جهانيا- ضلع نواب شاه- سنڌ

نالو ڪتاب ـــــــ احسن التشريح لبردة المديح
(شرح قصيده برده)
شارح ـــــــ علامه الحاج محمد ادريس ڏاهري
تاريخ اشاعت ـــــــ پهريون ايڊيشن:
ٻيو ايڊيشن:
ڇپائيندڙ ـــــــ اداره خدمة القرآن والسنة

سن اشاعت : 2011ع (ٽيون ايڊيشن)

ڇپائيندڙ : اداره خدمة القرآن والسنة
مدرسه جامعه محمديه شاهپور جهانيان

ڇپيندڙ : نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد
فون 2784848

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# انتساب

آئون پنهنجي هن ٽن ڪتابن جي
گڏيل جلد ڪي **مـاڻڪ مـوتـي لال** جـي
نالـي سان سرڪارِ دوعالم نورِ مجسم
محبوبِ مڪرم حضرت محمد مصطفيٰ
احمدِ مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم ڏانهن
منسوب ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري
رهيو آهيان.

**مصطفيٰ ﷺ**
جي غلامن جو غلام
**محمد ادريس ڏاهري**

# پيش لفظ:

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ
نَحۡمَدُہٗ وَنُصَلِّیۡ عَلٰی رَسُوۡلِہِ الۡکَرِیۡمِ
اما بعد:

قصيده برده شريف جا ڪيترائي شرح مختلف ٻولين ۾ لکيل آهن پر اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ نثر ۾ ڪو به شرح نظر ۾ ڪونه آيو، ان ڪري مون پنهنجي ٿورڙي علم و عقل آهر هي شرح لکڻ جي سعادت حاصل ڪئي آهي، جنهن جو نالو:

اَحۡسَنُ التَّشۡرِیۡحِ لِبُرۡدَۃِ الۡمَدِیۡحِ رکيو اٿم.

شال الله تعاليٰ منهنجي ڪاوش کي قبول ليت جو شرف بخشي ۽ منهنجي ۽ معاونن جي لاءِ آخرت جو ثمر بنائي.

آمين.

فقير محمد ادريس ڏاهري عفي عنه
٢، ربيع الآخر ١٤٠٤ھ
٧، جنوري ١٩٨٤ع

## صلواة وسلام بحضور سرورِ ڪائنات ﷺ

يانبي سلام عليڪَ
يا رسول سلام عليڪَ
ياحبيب سلام عليڪَ
صلوات الله عليڪَ

جي آئين جناب عالي — اي عرب وعجم جا والي
ذات تنهنجي آ نرالي — ڪونہ در تان ويو ڪو خالي
يا نبي سلام عليڪَ

تنهنجي ذات پاڪ رحمت — تون خداجي خاص نعمت
تنهنجي آسري آ امت — تنهنجي صدقي ملندي جنت
يا نبي سلام عليڪَ

تون هادي حبيب آقا — مدني مجيب آقا
نوراني نجيب آقا — عربي عجيب آقا
يا نبي سلام عليڪَ

رهنما اسان جا رهبر — دلربا اسان جا دلبر
اي حبيب پاڪ پرور — لله ڪا نظر ڪرم ڪر
يا نبي سلام عليڪَ

ڇا چوان مان شان تنهنجو — شان بي پايان تنهنجو
سير لامڪان تنهنجو — رب ميزبان تنهنجو
يانبي سلام عليڪَ

ڏاهريءَ جا ڏک ختم ڪر — اي ڪريم تون ڪرم ڪر
دور درد ۽ الم ڪر — معاف مشڪلاتون غم ڪر
يا نبي سلام عليڪَ

اي ادريس جا سهارا
کر پلائي تون پلارا

پاڪ رب سندا پيارا
معاف ڪر ڏڦئي مونجهارا

يا نبي سلام عليڪَ
السَّلام اي سڀ نبين جا نبي
السَّلام اي واقف راز ربي
السَّلام اي نور نرمل نامدار
السَّلام اي مفلسن جا مددگار
تو مٿان لک لک صلواتون لک سلام
ٿا پڙهن بيهي ادب سان سڀ غلام



# ٻئي ڇاپي جو مهاڳ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

نحمده ونصلي ونسلم عليٰ رسوله الكريم

ڄاڻ گهرجي ته حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي ذات والا صفات اها مقدس ۽ محبوب ذات آهي، جنهن جي ذڪر جي رفعت ۽ بلندي ڪي خود خداوند ڪريم پاڻ ڏي نسبت ڪندي قرآن پاڪ ۾ ارشاد فرمايو آهي: ”ورفعنا لک ذكرک“ (اسان اوهان جي لاءِ اوهان جي ذڪر کي بلند ڪيو آهي) پوءِ جنهن هستيءَ جي ذڪر کي مالڪ جل شانه پاڻ بلند ڪري ۽ بيان فرمائي، اها ذات ٻين جي تعريف، ثنا، وصف ۽ واکاڻ جي محتاج نه آهي. مخلوقات مان جنهن به سندن ثنا ڪئي، ڪري ٿو يا ڪندو، اهو پنهنجي ڀلائيءَ ۽ فائدي لاءِ ٿو ڪري. جيئن الله تعاليٰ جي هڪ ٻانهي فرمايو آهي:

مان ان مدحت محمدا بمقالتي

لكن مدحت مقالتي بمحمد (صلى الله عليه وسلم)

(مون پنهنجي قول سان حضرت محمد (صلي الله عليه وسلم) جن جي مدح نه ڪئي آهي، پر سندن ذڪر سان مون پنهنجي قول کي مدح جي قابل بنايو آهي.) اها مدح ڪن نثر ۾ ڪئي جيئن اڳيان انبياء ڪرام عليهم الصلواة والسلام سندن آمد، اوصاف، اخلاق پنهنجين امتن جي اڳيان بيان ڪندا، ٻڌائيندا ۽ سمجهائيندا آيا ته ڪن وري نظم ۾. حضور پاڪ، صاحب لولاڪ،

سياح افلاڪ صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي مدح ڪرڻ دين جي دعوت ۽ تبليغ جو حصو ۽ هڪ قسم جي عبادت آهي. ان جي ڪري سندن خدمت عاليہ ۾ اصحاب سڳورا رضي الله تعاليٰ عنهم سهڻا سهڻا قصيدا ناهي پڙهندا هئا ۽ پاڻ بڌي خوش ٿي ڪن کي پنهنجي چادر مبارڪ لاهي انعام ۾ ڏڪائيندا هئا تہ ڪن کي عظيم دعائن سان نوازيندا هئا. انهن مداحن مان حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه، حضرت ڪعب بن زهير، حضرت سواد بن قارب (جنهن جي نهج تي حضرت شاهہ ولي الله محدّث دهلوي عليه الرحمة جن قصيده "اطيب النغم في مدح سيد العرب والعجم، لکيو آهي) حضرت عباس بن عبدالمطلب، حضرت ابن رواحہ رضي الله تعاليٰ عنهم مشهور ۽ معروف آهن. حضرات خلفاءِ راشدين ۽ سيده عائشہ صديقه ۽ سيده فاطمة الزهريٰ رضي الله تعاليٰ عنهما جا اشعار بہ روايتن ۾ آيل آهن.

اهڙيءَ طرح حضرت امام اعظم ابوحنيفه نعمان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه جن بہ حضور پرنور صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي شان ۾ قصيده ناهيو هو جيڪو عرب دنيا ۾ تہ چاتل سڃاتل آهي، پر اسان جي سنڌي مسلمانن پائرن کي ان جي ڄاڻ نہ هئي.

سيدنا الغوث الاعظم محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سره العزيز جن جو قصيدو غوثيہ جيڪو سندن فيض ۽ برڪتن جي ذڪر سان ڀرپور آهي ۽ وظيفي طور پڙهيو ويندو آهي. ان جو بہ شرح ۽ سمجهاڻي سنڌي زبان ۾ نظر مان نہ گذريا.

امام شرف الدين بوصيري عليه الرحمة جو قصيدو برده شريف پوري دنيا ۾ مشهور، معروف ۽ مقبول آهي. ان جا شرح ۽ ترجما اڳ ۾ بہ سنڌي علماءِ ڪرام لکيا هئا، پر هر هڪ لفظ جي معنيٰ ۽ شرح سمجهڻ جي ضرورت اڃا بہ هئي. ان جي ڪري رب

العالمين جي فضل و ڪرم سان مون گنهگار مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي قصيدن جا شرح لکي، جدا جدا ڇپارائي سنڌ ۾ سنڌي پائرن تائين پهچايا هئا، مگر دل ۾ اهو شوق ۽ خيال بار بار ايندو رهيو ته، انهن ٽنهي شرحن کي گڏ ڇپارائي، هڪ وڏي ڪتاب جي صورت ۾ حضور صلي الله عليه تعالىٰ عليه وسلم جن جي عاشقن جي اڳيان پيش ڪجي ته پلو ٿيندو جو هڪ سٺي ۽ وڏي ڪتاب جي حيثيت ۾ لائبريريءَ ۾ رکڻ سهڻو لڳندو ۽ ضرورت وقت ڪڍي ڏسڻ ۾ آساني ٿيندي. الحمد لله انهن ٽنهي شرحن جي مجموعي جو نالو "ماڻڪ موتي لال" رکي شايع ڪرايو ويو آهي. جيڪو نالو لطيف سهڻي جي هن شعر مان ورتو ويو آهي:

سيوا ڪر سمونڊ جي، جت جروهي ٿو جال
سهسين وهن سير ۾ "ماڻڪ، موتي لال"
جي ماسو جڙئي مال، ته پوچارا پرُ ٿئين.

(شاه)

اميد اٿم ته منهنجا سنڌي پائر ان کي خوشيءَ سان خريد ڪري، پاڻ وٽ رکندا ۽ وقت بوقت شفيع الامم سيد العرب والعجم صلي الله تعالىٰ عليه وسلم جن جو شان پڙهيل پاڻ پڙهي ۽ اڻپڙهيل ٻين کان ٻڌي قلب کي قرار ۽ سيني کي سڪون ۽ سرور ڏيندا ۽ مون گنهگار کي به دعائون ڪندا رهندا ته الله جل شانه باقي عمر ۾ به ديني علمن جي خدمت نصيب ڪري. آمين ثم آمين يا رب العلمين بحرمة سيد المرسلين صلي الله عليه وسلم اجمعين.

محمد ادريس عفي عنه

# قصيدي برده جي اهميت اڳين عالمن ۽ محققن جي نظر ۾

قصيدو برده شريف عشق رسول جو شاهڪار آهي ۽ علمي دنيا ۾ هن جي اهميت تسليم ٿيل آهي. امت جي اڳين محقق عالمن مفسرن محدثن ۽ ليکڪن پنهنجي تصانيف ۾ هن پلاري قصيدي بابت پنهنجي قيمتي راءِ ۽ مشاهدي جو نچوڙ وقت بوقت پي لکيو آهي. ان سلسلي ۾ قصيدي برده بابت محقق عالمن جي راءِ ۽ املھ اهڃاڻ هيٺ درج ڪجن ٿا تہ جيئن قصيدي برده جي عظمت بابت عام ۽ خاص ماڻهن جي سامهون عظمت ظاهر ٿئي.

## ١- مفسر قرآن شيخ زاده

قرآن ڪريم جي مشهور، معروف متداول ۽ عام ديني مدرسن ۾ پڙهايل تفسير بيضاوي جي شارح، مفسر قرآن علامه محي الدين محمد بن مصلح الدين مصطفيٰ القوجوي عليه الرحمة جيڪو شيخ زاده سان مشهور آهي لکيو آهي:

"شرف الدين بوصيريءَ کي جڏهن بيماريءَ جي حالت ۾ لاعلاج سمجهي هڪ غار ۾ ڇڏي آيا ۽ اتي هيءُ قصيدو تيار ڪري زاريءَ سان پڙهي رهيو هو تہ اتي کيس ان حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زيارت ٿي هئي. جنهن فرمايو آهي تہ "من رآني فقد راي الحق" مطلب تہ جنهن مون کي ڏٺو، ان حق ڏٺو، يعني واقعي مون کي ڏٺائين. پوءِ بوصيري صحتياب ٿيو.

اڳتي لکي ٿو: "ثم قصة وصول البرده من الحضرة للصلة مشهورة وحكاية ما شوهد من آثار بركاتها في الكتب مسطورة" يعني

بوصيريءَ عليه الرحمة کي چادر جو انعام ملڻ وارو واقعو مشهور آهي ۽ جيڪي برڪتون هن قصيدي جون ڏٺيون ويون آهن، سي ڪتابن ۾ لکيل آهن (١).

## ٢- علامه علي قاري عليه الرحمه

مشڪواة المصابيح جي عظيم شارح، حنفي مذهب لاءِ قوي

حجتون ۽ دلائل پيش ڪندڙ، چوٽيءَ جي محدث، فقيه ۽ سلوڪ جي راه جي رهبر علامه نور الدين علي بن سلطان محمد قاري هروي مڪيءَ قصيدي برده جي شرح ۾ لکيو آهي:

"الله غني باري جي بارگاه ۾ سيني ڪان وڌيڪ محتاج عليءَ بن سلطان محمد هروي قاري جي دل ۾ هيءَ ڳالهه آئي تہ، مان هن برڪت، شان واري، پسند ڪيل قصيدي (برده) جو شرح لکان. ان اميد تي تہ ظاهري باطني مرضن ۽ بيڇڙن ڪمن کان شفا حاصل ٿئي. قولي ۽ فعلي گناهن کي ڍڪڻ وارا پاڪ اخلاق حاصل ٿين. "وهي مجربة عند طلب الحاجات ونزول المهمات" يعني اهو حاجتن گهرڻ ۽ لهندڙ مشڪلاتن جي حل لاءِ آزمايل آهي" (٢).

## ٣- علامه خر پوتي

علامه خر پوتي عليه الرحمة لکيو آهي تہ، محمود غزنوي

هن قصيدي شريف کي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي ننڊ ۾ زيارت ڪرڻ لاءِ وظيفي طور پڙهندو هو(٣).

---

(١) شيخ زاده شرح البرده ص ٦

(٢) الزبدة العمدة شرح القصيدة البردة قلمي ص١

(٣) عصيدة الشهدة ص ۴

## ۴- علامه عبدالمالک کهوڙوي

علامه عبدالمالک کهوڙوي عليه الرحمة لکيو آهي تہ: هيءُ

قصيدو حاجتن جي حصول ۽ مصيبتن جي دفع لاءِ تير بهدف آهي. ان جون برڪتون سج کان وڌيڪ روشن آهن. جيڪي ان جو انڪار ڪن ٿا، اهي اعتقاد جا ضعيف آهن. هن قصيدي جي پڙهڻ سان لکن، بلڪ ڪروڙن ماڻهن مقصد ماڻيا آهن:

مرا باور نمي آيد کہ گرکس اين قصيده را،
بخواند از خلوص دل نباشد حل مشکلها.

مطلب تہ مون کي اعتبار نہ ٿو اچي جو ڪو ماڻهو هي قصيدو دل جي خلوص سان پڙهي ۽ مشڪل حل نہ ٿئي (۱).

## ۵- علامه ابوالحسنات محمد احمد قادري

علامه ابوالحسنات قادري قدس سره لکيو آهي: حضرت

حسان بن ثابت رضي الله عنه کان وٺي قصيدي برده جي صاحب علامه بوصيريءَ عليه الرحمة جي زماني ٦٠٨هہ کان ٦٩٥هہ تائين هزارين اهڙا قصيدا لکيا ويا، جيڪي حضور پرنور صلي الله عليه وسلم جن جي شان سان پريل آهن، پر علامه بوصيري عليه الرحمة جي قصيدي برده شريف کي جنهن خصوصي شفقت سان نوازيو ويو آهي. اها حيران ڪندڙ مقبوليت ان جو ئي حصو آهي. هن قصيدي کي حضور پرنور صلي الله عليه وسلم جن بذات خود خواب ۾ ٻڌو ۽ بوصيريءَ عليه الرحمة کي انعام ڏيندي پنهنجي چادر مبارڪ سان نوازيو. بدني ۽ روحاني بيمارين کان شفا عطا فرمائي ۽ پنهنجن نعت خوانن ۾ ان کـي اعليٰ ۽ ارفع مقام تي فائز ڪيائون. شمع رسالت

---

(۱) حسن الجرده ص ۴,۵.

جو اهو کھڙو پروانو آهي، جيڪو بوصيريءَ جي زبان سان چيل قصيدو نہ تو پڙهي.

مشائخ، علماء ۽ صوفياءِ ڪرام ان کي هر دور ۾ حرزجان بنايو. هر مجلس ۾ پڙهيو. هڪ ڀيرو نہ، پر هزارين ڀيرا پڙهيو. امت جا لکين صالح ان قصيدي کي پڙهندي پڙهندي بارگاه نبوت ۾ بارياب ٿيا. حقيقت اها آهي تہ هن تاريخي قصيدي جتي عاشقان رسول صلي الله تعاليٰ عليه وسلم کي هڪ مقبول ۽ مرغوب روحاني غذا ڏني، اتي قصيدي چوندڙ کي شهرت جي آسمان ۽ انهن بلندين تي پهچايو، جتي تمام ٿورن ماڻهن جي رسائي ٿي آهي (١).

## ٦- علامه ذوالفقار علي صاحب ديوبندي

علامه ذوالفقار علي صاحب ديوبنديءَ لکيو آهي: مون قصيدي برده جا ٻہ شرح عربي ۽ اردو ۾ هن اميد تي لکيا آهن تہ، اهي ٻئي شرح منهنجي ڪيل گناهن جي ڪفارت ۽ منهنجي لاءِ آخرت جو ثمر ٿين. ڪيئن نہ ٿيندو جڏهن تہ هي قصيدو نبين سڀڳورن جي ان سردار صلي الله عيله وسلم جي مدح آهي، جنهن جي صدقي زمين ۽ آسمان پيدا ٿيا. (هيءَ ڳالهہ ٻہ ذهنُ ۾ رکڻ جهڙي) آهي تہ حضور صلوات الله وسلامه عليه جن اهو رضامندي سان ڪن مبارڪ ڏئي ٻڌو. پوءِ ان جي ناظم (ناهيندڙ) پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ لاءِ قيامت ۾ خوشخبري آهي ۽ هن جي ورد تي هميشگي ڪرڻ وارا ولايت جي بلند درجن کي پهتا ۽ هميشه قرات ڪرڻ وارا قرب ۽ ڪاميابي جي درجن تي واصل ٿيا.

فلله در الناظم لقد اتي بالعجب العجاب وارضي رب الارباب يعني الله تعاليٰ نظم چوندڙ (بوصيريءَ) جو ڀلو ڪري تمام عجيب شيءِ آندي اٿس ۽ رب العالمين کي راضي ڪيو اٿس (٢).

---

(١) طيب الورده ص ٧، ٨. مطبع نعمانيه سيالڪوٽ.

(٢) عطر الورده ص ٢ مطبع مجتبائي دهلي

## ٧- شاه ولي الله محدث دهلوي

حضرت شاه ولي الله محدث دهلوي عليه الرحمة هن قصيدي برده شريف جي پنهنجي سند هن طرح بيان ڪئي آهي:

”قصيدي برده جي سند اسان کي ابوطاهر، شيخ احمد نخليءَ کان، ان محمد بن علاء عامليءَ کان، ان سالم سمهوريءَ کان، ان نجم غيطيءَ کان، ان شيخ الاسلام زڪريا کان، ان ابواسحاق صالحيءَ کان، ان صلاح محمد بن محمد بن حسن شاذليءَ کان، ان علي بن جابر هاشميءَ کان، ان قصيدي جي ٺاهيندڙ شرف الدين محمد بن سعيد حماد بوصيريءَ کان ڏني آهي.“ (١)

هن مان ثابت ٿيو تہ حضرت شاه ولي الله محدث دهلوي عليه الرحمة جن جي نظر ۾ بہ قصيدو برده شريف صحيح، سٺو ۽ اجازت وٺڻ جي لائق آهي. پوءِ عجب آهي انهن تي جن کي هن عشق رسول صلي الله عليه وسلم واري قصيدي سان اختلاف آهي. الله تعاليٰ انهن کي هدايت نصيب ڪري.

## ٨- علامہ عبدالحي لکنوي

علامہ عبدالحيٰ لکنوي پنهنجي والد بزرگوار علامہ عبدالحڪيم لکنوي جي مختصر حالات ۾ (جيڪا نور الانوار جي آخر ۾ ٻن صفحن تي مشتمل ۽ ڇپايل آهي) لکيو آهي

والشيخ عبدالرشيد المجدي الدهلوي هنالک ايضا کتب له اجازة قصيدة البردة..... مطلب تہ مولانا عبدالحليم مرحوم کي مديني منوره ۾ شيخ عبدالرشيد مجددي قصيدي برده جي اجازت لکي ڏني هئي. هن مان بہ انهن لکنوي محدثن اصولين فقيهن جي قصيدي مبارڪ سان محبت ۽ خلوص ظاهر آهي.

---

(١) انتباه ص ١٤٣

# مصنف جو تعارف

سنڌ سونهاري، پاڳن واري، سچ سنواري، قرب قراري، پونءِ پلاري جي مٺي مانواري پياري آهي. تاريخ ۽ رجال جي ڪتابن ۾ سنڌ جي گهڻن محدثن، مصنفن ۽ شاعرن جو احوال آيل آهي. جيئن: امام اوزاعي، ابومعشر سنڌي، ابوجعفر ديلبي، ابوعطا سنڌي، شيخ رحمت الله دربيلوي، مخدوم جعفر بوبڪائي، ابوالحسن ڪبير ٺٽوي مدني، ابوالحسن صغير مدني، محمد حيات سنڌي مدني، مخدوم محمد معين، مخدوم محمد هاشم، شاهه عبداللطيف ۽ محمد عابد سيوهاڻي. انهن پلارن پنهنجي علمي خدمت سان ديس پرديس کي سرسبز ۽ شاداب بنايو. گهڻن ئي حق جي طالبن ڪانئن فيض پرايو.

انهن سنڌ جي مشهور محدثن ۾ ڏاهري محدث بہ آهن، جن علم حديث ۾ علمي خدمتون سرانجام ڏنيون. اتر سنڌ ۽ لاڙ پٽ تہ علمي مرڪز رهيو آهي، پر هن ڏس ۾ وچولي سنڌ ضلع نواب شاه ۾ ڪلهوڙا دور ۾ مخدوم هاشم ٺٽوي ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو همعصر ڏاهري بزرگ، عالم صوفي ۽ مصنف ابوالحسن ڏاهري (وفات ١٢ ربيع الاول ١١٨١ هجري) مشهور ٿي گذريو آهي. جنهن جو تصوف تي لکيل ڪتاب "ينابيع الحيواة الابدية في طريق الطلاب النقشبندية" تصوف جو شاهڪار آهي. علامه قاسمي جي تحقيق آهي تہ،

"ابوالحسن ڏاهري جو اهو تصوف بابت لکيل ڪتاب "ينابيع"، امام غزاليءَ جي مشهور ڪتاب "ڪيمياءِ سعادت" جي پايي جو ڪتاب آهي." (مقالات قاسمي قلمي).

ينابيع کي ايڊٽ ڪري ڊاڪٽر ابوالفتح صغير پي ايچ. ڊي جي ڊگري بہ ورتي آهي. هن مان سنڌ جي هن ڏاهري بزرگ ۽ عالم جي علمي عظمت ظاهر آهي.

اهڙي ريت اسان جي موجوده دور ۾ بہ علامه محمد ادريس ڏاهري تقرير ۽ تصنيف ۾ انهن مشهور عالمن جي ياد تازي ڪرائي آهي. ۽ پنهنجي هم قوم ابوالحسن ڏاهري جي علمي سڪ لاٿي آهي. موجوده دور ۾ علامه محمد ادريس ڏاهري علمي دنيا ۾ وڏو علمي نالو آهي، جنهن پنهنجي علمي پالوٽ سان سنڌ کي سيراب ۽ سرسبز ڪيو آهي.

زير نظر تصنيفات جي مصنف علامه ڏاهريءَ جو نالو محمد ادريس، والد جو نالو حاجي رب رکيو ڏاهري آهي. پاڻ تاريخ ١٧ سپٽمبر ١٩٤٩ع تي شاهپور جهانيا ۽ سنڌ جي حڪمران ميان نورمحمد ڪلهوڙي (وفات ١١٦٧هه) جي تاريخي قبرستان ”ميان جا قبا“ جي ويجهو ۽ وچ تي پنهنجي آبائي ڳوٺ لڳ مقيم ڏاهري تعلقي دولتپور ضلعي نواب شاه ۾ پيدا ٿيا. اهي والدين ڪيڏا نہ خوش نصيب آهن، جن جو نور چشم اڳتي هلي، سنڌ جي علمي دنيا ۾ ”بلبل مدينه“ جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ تقرير و تحرير ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو.

پاڻ ننڍي هوندي کان ئي علمي دنيا سان وابستہ رهيا. سندن اهل دل استادن جي زير سايہ ۽ فيض جي پالوٽ مان سيراب ٿيندا رهيا. ابتدا ۾ سنڌي اسڪولي تعليم سان گڏ فارسي مولانا خان محمد ڏاهري مرحوم وٽ پڙهيا. فارسي نصاب پورو ڪري، ان کان پوءِ خلافت تحريڪ جي سرگرم مجاهد، وقت جي فقيه ۽ عالم، شفيق استاد حضرت علامه محمد اڪڙائي مرحوم (وفات ١٣ ربيع الاخر ١٣٩٦هه) وٽ عربي تعليم پرائڻ لڳا. جنهن کان

مدرسه "افضل المدارس" ڳوٺ مقيم ڏاهريءَ ۾ "درس نظامي" جي سند حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيا. ان سان گڏ "مولوي فاضل عربي" فرسٽ ڪلاس، "دوره حديث" مدرسه رڪن الاسلام حيدرآباد ۾ پڙهيائون. "تنظيم المدارس" جو اعليٰ امتحان به ممتاز حيثيت سان ڏئي ڪاميابي ماڻيائون.

پاڻ ظاهري علمي تحصيل کان پوءِ شروعاتي دور ۾ پنهنجي شفيق استاد علامه مولانا محمدا ڪٽڙائي جي زير نظر فارسي ۽ عربي به پڙهائيندا رهيا. درس تدريس دوران پاڻ تقرير دلپذير ۽ مخصوص علمي انداز بيان جي ڪري ايڏو ته مشهور ۽ مقبول ٿيا، جو بهترين خطيب ۽ سحبان سنڌ جو رتبو حاصل ڪري "بلبل مدينه" جو خطاب حاصل ڪيائون.

سنڌن تقرير ۾ ميناج، داؤدي آواز جو اثر، ٻوليءَ جي رواني، فصاحت بلاغت، خيالن جي پاڪيزگي، دليلن جي پختگي ۽ مخصوص انداز بيان جون خصوصيتون سمايل آهن.

زماني ۾ اڪثر ائين ڏٺو ويو آهي ته، هڪ انسان ۾ سڀ خوبيون گڏ نه هونديون آهن. جيڪڏهن ڪو مصنف آهي ته سٺي تقرير نه ٿو ڪري سگهي. ڪو سٺو مقرر آهي ته اهو لکڻ کان عاري آهي. نثر نويس، شاعري گهٽ ڪري سگهندو ۽ شاعر وري نثر ۾ رس پيدا نه ڪري سگهندو. الله تعاليٰ جي فضل ڪرم سان علامه ڏاهري صاحب ۾ اهي سڀ علمي خوبيون سمايل آهن. هو بهترين تقرير سان گڏ قلم ۽ قرطاس جو صاحب ۽ تصنيف تاليف ۽ شعر و شاعري ۾ به ڪونتل ڪاهي ٿو.

علامه ڏاهري صاحب پنهنجي فاضل استاد جي ياد ۾ شاهپور جهانيا شهر ۾ هڪ بهترين ديني ادارو "جامعه محمديه" به قائم ڪيو آهي. جنهن ۾ پري پري جا طالب علم ديني تعليم

حاصل ڪري رهيا آهن. دعا آهي تہ هيءُ ديني ادارو تاقيامت ديني علوم جي آبياري ڪندو رهي آمين!

علامه ڏاهري صاحب علم دوست عظيم انسان آهي. سندس ڪتابن سان اڻ ميو عشق آهي. ان ڏس ۾ وٽس بهترين علمي ايئرڪنڊيشنڊ لائبريري آهي. جنهن ۾ علم تفسير، حديث، فقه، تاريخ ۽ تصوف تي مڪه مڪرمه، مدينه منوره، مصر، استنبول، ڪويت، ايران ۽ هند و پاڪ جا ڇپيل ۽ ناياب ڪتاب هزارن جي تعداد ۾ موجود ۽ محفوظ آهن. جنهن مان علم جا شائقين وقت بوقت استفادو ڪندا رهن ٿا ۽ هر علم دوست لاءِ سندس لائبريري جا دروازا کليل ۽ ڪتابن جو فيض جاري آهي.

علامه محمد ادريس ڏاهري صاحب کي علمي دنيا ۾ عميق مطالعو ۽ وسيع تجربو آهي. هن وقت تائين ٢٥ ڪتاب لکي چڪو آهي. سندن لکيل ڪتابن جي ورق ورق مان وصال، سٽ سٽ مان سڪ ۽ سوز، جملي جملي مان جانب جو جمال، لفظ لفظ مان لطف ۽ اکر اکر مان عشق مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم ڇوليون هڻي رهيو آهي. سندس لکيل ڪتابن ۾ عالمن لاءِ علمي اضافو ۽ عام ماڻهن لاءِ عشق رسول ۽ دين اسلام جي ڄاڻ جو سرچشمو ۽ خزانو سمايل آهي.

هن وقت تائين سندن هيٺيان ڪتاب ڇپجي عاشقان رسول صلي الله عليه وسلم ۾ مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن:

١- مناقب الصالحين — ڇپيل — ١٩٨٢ع
٢- الاربعين في فضائل الخلفاءِ الراشدين — = — ١٩٨٣ع
٣- شرح قصيده برده شريف — = — ١٩٨٤ع
٤- جام تصوف — = — ١٩٨٥ع
٥- شرح اسماء الله الحسنيٰ — = — ١٩٨٦ع

| | | |
|---|---|---|
| ٦- سيرت بادشاهہ بغدادي | = | ١٩٨٦ع |
| ٧- شرح قصيده غوثيه | = | ١٩٨٧ع |
| ٨- تحفة الحجاج | = | ١٩٨٧ع |
| ٩- شرح قصيده نعمان | = | ١٩٩١ع |
| ١٠- مدح نامه سنڌ (فارسي ترجمو) | = | ١٩٩١ع |
| ١١- سيرت صديق اڪبر | = | ١٩٩٢ع |
| ١٢- قادري تحفو | = | ١٩٩٢ع |
| ١٣- سيرت اويس قرني | = | ١٩٩٢ع |
| ١٤- تفسير احسن البيان | = | ١٩٩٣ع |
| ١٥- ماڻڪ موتي لال | زير طبع | |
| ١٦- سيرت فاروق اعظم | اڻ ڇپيل | |
| ١٧- سيرت عثمان غني | = | |
| ١٨- سيرت حيدر ڪرار | = | |
| ١٩- نماز جي اهميت | = | |
| ٢٠- ختمہ نبوت | = | |
| ٢١- نزول المسيح | = | |
| ٢٢- مفتاح السرور في تحقيق مسئلة النور | = | |
| ٢٣- وسيلو وٺڻ | = | |
| ٢٤- سرور ڪونين جون شهزاديون | = | |
| ٢٥- مومن جي ماءُ سيده عائشه رضي الله عنها | = | |

علامه ڏاهري صاحب جا سڀ ڪتاب نور سان ڀرپور آهن، پر سندس تازو ڇپيل تفسير ”احسن البيانِ في تفسير القرآن“ نور عليٰ نور آهي. هي تفسير سنڌي ٻوليءَ جو خزانو آهي. جنهن ۾ سورت فاتحہ ۽ بقره جو پهريون جلد شايع ٿيو آهي. هي تفسير عام فهمہ ۽ علمي تحقيقي خوبين سان مالا مال آهي، جنهن جي پڙهڻ سان اکين

جو نور وڌي ٿو. دل جو سرور حاصل ٿئي ٿو. ايمان ۾ تازگي ۽ پختگي اچي ٿي ۽ عمل جو جذبو جاڳي ٿو. اميد ته تفسير جلد مڪمل ٿيندو. اهو علامه ڏاهري صاحب جو اهل سنت ۽ اهل سنڌ تي وڏو احسان آهي.

پاڻ ظاهري علم سان گڏ باطني ۽ روحاني طرح به ٽن سلسلن ۾ خلافت يافته ۽ مجاز آهن.

## ١- نقشبندي

هن سلسلي ۾ سنڌ جي مشهور ۽ معروف بزرگ فياض، سخي، ڪامل اڪمل حضرت مرشد، مربي خواجه الحاج الله بخش نقشبندي غفاري عليه الرحمة باني درگاه الله آباد شريف ڪنڊياروي جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪيائون ۽ مرشد سڳوري جي طرفان ڪين ١٨ ربيع الثاني ١۴٠۵هه تي خلافت ۽ سند اجازت عطا ٿي.

## ٢- علوي

رب العالمين جي احسان ۽ حبيب ڪريم صلي الله تعالیٰ عليه وسلم جن جي نوازشن سان مديني منوره ۾ بار بار حاضري نصيب ٿيڻ جي ڪري اتي جي بزرگن جي به مٿن وڏي مهرباني آهي. علوي سلسلي (هيءُ سلسلو حضرت شاه ولي الله محدث دهلوي عليه الرحمة پنهنجي ڪتاب انتباه في سلاسل اولياء الله ۾ به آندو آهي) ۾ ڪين مدينه منوره جي رهندڙ مفسر، محدث، فقيه بزرگ ۽ علوي سلسلي جي ڪامل مڪمل ولي، حضرت شيخ زين ابراهيم سميط علوي، حسينيءَ کان اجازت ۽ سند اجازت مليل آهي.

## ٣- شاذلي

(هيءُ سلسلو بہ حضرت شاه ولي الله محدث دهلوي انتباه في سلاسل اولياء الله ۾ آندو آهي) هن سلسليءَ کين مديني پاڪ جي مشهور عارف، صوفي، سالڪ بزرگ حضرت شيخ فهمي عليہ الرحمة زباني اجازت عنايت ڪئي هئي. دلائل الخيرات ۽ قصيدو برده شريف هنن ٻنهي برڪت ڀرين، بزرگن جي معمولات ۾ رکيلن جي اجازت ۽ سند اجازت بہ کين مدينہ منوره جي رهندڙ (هن وقت جنت البقيع ۾ مدفون) بزرگ شيخ محمد حسين رمزي عليہ الرحمة ٢٦ ذوالحج ١٣٩٢هہ ۾ ڏني هئي.

مٿي ذڪر ڪيل سندن ۾ هڪ فارسي زبان ۾، هڪ عربيءَ ۾ ۽ هڪ اردوءَ ۾ آهي ٽئي سندون هتي لکجن ٿيون ڀهرينءَ جو تہ ترجمہ بہ شامل ڪيو ويو آهي. آخر ۾ دعا آهي تہ الله تعاليٰ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي صدقي علامہ ڏاهري صاحب کي خضري حياتي عطا فرمائي تہ جيئن اسان اهل سنڌ سندس علمي ظاهري ۽ باطني ماڻڪ موتين مان جهوليون ڀرينداً رهون.

٨ رجب ١٤١٤هہ

٢٢ ڊسمبر ١٩٩٣ع

طالب العلم

عبدالرسول قادري بلوچ

دڙي مگسي سڪرنڊ

ضلع نواب شاه سنڌ

# اجازت نامو

## نقشبندي مجددي فضلي غفاري بزرگن جي طرفان

يا ايها الذين آمنوا اتقوا الله وابتغوا اليه الوسيلة وجاهدوا في سبيله لعلكم تفلحون

اي ايمان وارؤ! الله کان ڊڄو ۽ ان ڏانهن وسيلو طلب ڪيو ۽ ان جي واٽ ۾ جهاد ڪيو تہ من ڪامياب ٿيو.

المجاهد من جاهد نفسه في طاعة الله - يعني مجاهد اهو آهي، جنهن پنهنجي نفس سان الله جي تابعداريءَ ڪرڻ ۾ جهاد ڪيو. سڀ ساراه ثابت آهي الله جي لاءِ، جيڪو جهانن جو پالڻهار آهي ۽ رحمتون ۽ سلام ان جي حبيب. مرسلن جي سردار تي ۽ ان جي پاڪ اولاد ۽ صاف اصحابن سيني تي قيامت جي ڏينهن تائين آهن.

حمد ۽ صلواة کان پوءِ فقير، حقير، لا شيءَ (حضرت خواجہ) الله بخش نقشبندي، غفاري الله آبادي ٿو فرمائي تہ: هن عاجز خاڪسار، بي مقدار خاندان نقشبنديءَ، مجدديءَ، فضليءَ جي سلسلي ۾ داخل ٿي لاتعين جي دائري تائين حضرت قطب الارشاد، خواجہ خواجگان مرشدن جي مرشد، وڏي ۽ دانهن ورنائيندڙ چوڏهينءَ صديءَ جي روشن ڪندڙ، ديني ڳالهين کي نئين ڪندڙ حضور عليه وعلیٰ آله من الصلوات افضلها ومن التحيات اكملها جن جي نائب سيدي وسندي قبلہ عالم محمد عبدالغفار (منهنجي دل، روح، پيءُ ۽ ماءُ ان تان قربان ٿين) جن کان سلوڪ جو علم حاصل ڪيو ۽ ان حضرت اکين جي ٺار، الله جي پياري کان اجازت جو

شرف حاصل ڪيو ۽ تحقيق لاءِ سلسلو شريف موجود آهي. پوءِ هن لا شيءِ، عاجز کان طريقت جي ياءَ (سندن خادمن جي خادم) جناب مولانا صاحب مولوي محمد ادريس صاحب ڈاهريءَ سنڌيءَ سلوڪ ۽ جذب جو علم ۽ صحيح حالات ۽ واردات حاصل ڪري ۽ (هن) مٿاهين طريقي جي لاتعين جي دائري تائين تعليم حاصل ڪئي آهي. اسم ذات ۽ سلوڪ جي علم جي مولىٰ جي طالبن کي تعليم ڏيڻ ۽ اسلام جي خدمت ڪرڻ جي ضرورت موجب ڪيس اجازت ڏنل آهي. الله تعالىٰ جي واٽ جي طالبن لاءِ مناسب آهي تہ ظاهري ۽ باطني فيض هن ڪامل شيخ کان حاصل ڪن ۽ ڪوبہ خطرو ۽ شڪ دل ۾ نہ آڻين، جو جناب خليفو موصوف لله في الله اسلام ۽ برادران اسلام جي خدمت ڪري ٿو.

١٨ ربيع الثاني ١۴٠٥هہ

(دستخط ۽ اسم مبارڪ) لا شيءِ فقير الله بخش نقشبندي غفاري



# سند الاجازة

الحمد لله رب العلمين والصلواة والسلام علىٰ اشرف المرسلين سيدنا محمد وآله وصحبه اجمعين وبعد:

فقد اجزت الشيخ الفاضل مولوي محمد ادريس اعلي الله مرتقاه فيما تجوز لي روايته من علم المنقول والمعقول وفي طريقة السادة بني علوي والسلف الفحول كما اجازني بذالک مشائخي الائمة الاعلام بسندهم المتصل الي النبي عليه افضل الصلوات والسلام كما هو مذكور ومثبت في كتاب "عقد اليواقيت الجوهرية" للامام العارف بالله الرباني عيد روس بن عمر الحبشي نفعنا الله به وبسائر عباد الله الصالحين فقد حصلت لي الاجازة الصحيحة في الكتاب المذكور من شيخي العلامة محمد بن سالم بن حفيظ عن والده عن مؤلف الكتاب واوصي المجاز المذكور بتقوي الله في السر والعلن بخشية الله تعالىٰ فيما ظهر وبطن. (انما يخشي الله من عباده العلماءُ) وفي الحديث كفىٰ بالمرءِ علما ان يخشي الله وكفىٰ بالمرءِ اثما ان يعجب بنفسه

وكتبه الفقير الي فضل ربه القدير

زين ابراهيم سميط العلوي الحسيني

بالمدينة المنورة ١٠ جمادي الاخري ١٤١٢هـ

# اجازت نامہ
# حضراتِ نقشبندیہ
# مجددیہ فضلیہ غفاریہ عالیہ

یٰاَیُّھَا الَّذِیْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰہَ وَابْتَغُوْٓا اِلَیْہِ الْوَسِیْلَۃَ وَجَاھِدُوْا فِیْ سَبِیْلِہٖ لَعَلَّکُمْ تُفْلِحُوْنَ

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْمِ

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ رَبِّ الْعَالَمِیْنَ وَ الصَّلٰوۃُ وَ السَّلَامُ عَلٰی حَبِیْبِہٖ سَیِّدِ الْمُرْسَلِیْنَ وَاٰلِہٖ الطَّاهِرِیْنَ وَاَصْحَابِہِ الطَّیِّبِیْنَ اَجْمَعِیْنَ اِلٰی یَوْمِ الدِّیْنِ ۔ اَمَّا بَعْدُ!

می گوید فقیر حقیر لاشیٔ اللہ بخش نقشبندی غفاری اللہ بادس آمین کہ ایں عاجز خاکسار، ذرہ بمقدار در سلسلہ خاندان نقشبندیہ مجددیہ فضلیہ داخل شدہ علم سلوک تا دائرہ لاتعین از حضرت قطب الارشاد خواجہ خواجگان پیر پیران غوث الاعظم مجدد منور ماۃ اربعۃ عشر نائب خیر البشر علیہ و آلہٖ من الصلوٰت افضلھا و من التحیات اکملھا سیدی و سندی قبلہ عالم محمد عبد الغفار قلبی و روحی فداہ ابی و امی فداہ حاصل نمودہ و شرف اجازت از آنحضرت قرۃ عینین محبوب سبحانی

یافتہ وبرائے تحقیق سلسلہ شریف موجود است۔ پس ازیں عاجز لاشئ برادر طریقت جناب مولانا محمد ادریس صاحب داہری سندھی علم سلوک و جذب و حالات و واردات صحیحہ حاصل نمودہ وتکمیل تعلیم طریقۂ عالیہ تا دائرۂ لاتعین حاصل کردہ برائے تعلیم اسم ذات وعلم سلوک برائے طالبانِ مولیٰ وبرائے خدمتِ اسلام بموجب ضرورت اجازت دادہ شد وطالبانِ راہ حق جل وعلا را مناسب است کہ زود فیض ظاہری و باطنی ازیں شیخ کامل حاصل نمایند وہیچ خطرہ وشک در دل خود نیارند کہ جناب خلیفہ صاحب موصوف لِلّٰہِ فی اللّٰہ خدمت اسلام وبرادرانِ اسلام میکند۔

۱۸ ربیع الثانی ۱۴۰۵ھ

لاشئ فقیر

اللہ بخش

نقشبندی غفاری

المدینۃ المنورہ تاریخ ٢٦ ذی الحجۃ الحرام ١٣٩٧ھ

# اجازت نامہ قرأت دلائل الخیرات و قصیدہ بردہ شریف

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ وَالصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ اٰلِہٖ وَصَحْبِہٖ وَبَارِکْ وَسَلِّمْ اَمَّا بَعْدُ :

سبب تحریر آنکہ جناب حاجی محمد ادریس ولد محمد رب رکھا صاحب سندھی نے مجھ سے دلائل الخیرات و قصیدہ بردہ شریف پڑھنے کی اجازت چاہی - چونکہ جناب موصوف صاحب ہماری مجلس میں شریک ہوتے رہے ہیں اور ان کو اس کا مستحق جانا، اس لئے میں اپنے مشائخ عظام جناب مرحوم شیخ خیرالدین صاحب زادہ صاحب قندھاری ہادی رحمۃ اللہ علیہ اور میرے شیخ مرحوم عبدالحق مہاجر مکی مدفون جنت المعلیٰ رحمۃ اللہ علیہ اور میرے شیخ مرحوم ابو السعود محمد سعد اللہ مکی مدفون جنت المعلیٰ رحمۃ اللہ علیہ اور میرے شیخ مرحوم یوسف بن علی ملک ہاشلی المدنی مدفون جنت البقیع مدینہ منورہ رحمۃ اللہ علیہ اور میرے شیخ مرحوم ابو محمد عبداللہ سلیمان الجزولی

رحمۃ اللہ علیہم اجمعین کے واسطے قرأت دلائل الخیرات اور قصیدہ بردہ شریف پڑھنے کی اجازت دیتا ہوں اور امید رکھتا ہوں کہ ہر ختم پر میرے لئے، میری اولاد کے لئے حسن خاتمہ بجوار نبی کریم صلی اللہ علیہ وسلم اللہ تعالیٰ نصیب فرمانے کی دعا کرکے مشکور فرمائیں گے۔

والسلام والحمد للہ رب العالمین

خادم دلائل الخیرات وقصیدہ بردہ شریف

طالب دعا

محمد حسین محمد صدیق

محلہ پوسٹ بکس ۵ مدینہ منورہ



# فهرست

نمبر — صفحو



## متن

| نمبر | عنوان | صفحو |
|---|---|---|

# تقريظ

**از: شيخ شريعت پير طريقت مرشدي و مربي علامه الحاج حضرت الله بخش نقشبندي غفاري رحمة الله تعالیٰ عليه.**

## حَامِدًا وَّمُصَلِّيًا وَّمُسَلِّمًا

امابعد: هن عاجز فقير، جناب محترم مولانا حاجي محمد ادريس صاحب جن جي لکيل قصيده برده شريف جي شرح "احسن التشريح" جو ڪجهه حصو مطالع ڪيو. فاضل مؤلف جي محنت ۽ مضمون جي جوڙجڪ ڏسي گهڻي خوشي حاصل ٿي.

"قصيده برده" هڪ عالم، عارف، وليءِ ڪامل، عاشق رسول صلي الله عليه واله وسلم جو ڪلام هجڻ ڪري، گهڻو ئي بابرڪت مقبول خاص و عام ڪتاب آهي. مولانا موصوف پڻ مختلف مقامات تي انهن فائدن جي نشاندهي ڪئي آهي.

دعا آهي ته شال الله تعالیٰ مولانا موصوف جي هن مخلصانه محنت کي قبول فرمائي. اصل قصيده جيان هن شرح کي به مقبوليتِ عامه جو شرف بخشي ۽ سلوڻي سنڌيءَ ۾ لکيل هن بابرڪت ڪتاب مان سنڌي پڙهندڙن کي فائدو حاصل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي ۽ مولانا موصوف جي علم، عمل ۽ اخلاص ۾ اضافو، قلم ۽ ڪلام ۾ وڌيڪ تاثير پيدا فرمائي.

آمين يارب العالمين بحرمة سيّد الاولين و الآخرين صلي الله عليه وعلیٰ آله وصحبه وبارڪ وسلم: لاشيء فقير الله بخش نقشبندي غفاري

# تقريظ

## از: الحاج رحيم بخش "قمر" نواب شاهہ

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَحْدَهٗ، وَالصَّلٰوةُ وَ السَّلَامُ عَلٰى مَنْ لَّا نَبِيَّ بَعْدَهٗ وَعَلٰى اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَاَزْوَاجِهٖ اَجْمَعِيْنَ ۝

خاتم الانبياء والمرسلين حضرت محبوب محمد مصطفیٰ صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي اڪنڊ ۽ اڪير، سڪ ۽ ساڃاهه "الستي" عشق جي امنگ آهي. جهڙي ريت دنيا جي عظيم روحاني شاعر سيّد نا شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ گهوٽ رحمة الله عليه جن جو ارشاد مبارڪ آهي:

چيئي "كُنْ فَيَكُوْن" جڏهن خلقيا روح خداءِ،
گڏ جت گذران هو، جڙ لڳي تنهن جاءِ،
مون توهين سين آءِ، اها ساڃاهه سڃرين.

حاصل هيءُ آهي تہ سيد المرسلين صلى الله عليه وآله وسلم جن جي سڃاڻپ ۽ ساڃاهه، عالمِ ارواح ۾ ٿي هُئي.

انهيءَ سڪ ۽ ساڃاهه سبب، مديني جي گهوٽ جي من ۾ محبت موجزن، قلب ۾ قرب ڪمال درجي جو ۽ ساهه ۾ صداقت ۽ سڪ سمايل هوندي آهي. جنهن جو اظهار نعت گوئيءَ ذريعي ڪيو ويندو آهي. حقيقت ۾ قرآن مجيد جو خلاصو مفهوم، ايمان جو روح ۽ اسلام جو بنياد ۽ جان رسول الله صلى الله عليه وآله وصحبه وسلم جن

جي محبت ۽ احترام تي رکيل آهي. اهڙيءَ محبت جو بيان حضرت مولانا محمّد جلال الدين عارف رومي رحمة الله عليه جن اجهو هينئن ڪيو آهي:

مغز قرآن، روح ايمان، جانِ دين،
هست حبِ رحمة للعالمين.

حضور پرنور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي تشريف آوريءَ کان اڳ ۾ ۽ سندن زماني مبارڪ کان وٺي اڄ تائين شعراءِ ڪرام سندن ثنا ۽ ساراهه ۾ نهايت عمدا اشعار چيا آهن ۽ قيامت تائين اهڙي مبارڪ ۽ متبرڪ شاعري ڪندا رهندا. انهيءَ نعت گوئيءَ سبب نه رڳو ڪين پاڻ سونهارن طرفان انعام ۽ اعزاز حاصل ٿيل آهن، پران سان گڏ وڏ نعت گوئيءَ سان انهن پنهنجي ڪلام کي زياده زينت ۽ زندگي بخشي آهي. جهڙيءَ ريت سيدنا حسان بن ثابت رضی الله عنه جن اظهار ڪيو آهي.

مَا اِنْ مَّدَحْتُ مُحَمَّدًا ﷺ بِمَقَالَتِیْ
لٰكِنْ مَدَحْتُ مَقَالَتِیْ بِمُحَمَّدٍ ﷺ

ان نعت گوئيءَ جي سلسلي ۾ حضرت حسان بن ثابت رضی الله تعالیٰ عنه، حضرت ڪعب رضی الله عنه، حضرت جلال الدين رومي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، حضرت مولٰنا سعدي شيرازي، سلطان العارفين حضرت خواجه مخدوم محمّد زمان لنواري وارو رحمة الله عليهم انهن سمورن بزرگن جي شاعريءَ انتهائي عروج حاصل ڪيو آهي. حضرت مولٰنا جامي رحمة الله عليه جن، هڪ رات جو خواب ۾

رسول الله صلی الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت فيض بشارت جي شرف سان مشرف ٿيا ۽ ڏٺائون ته سندن هٿن مبارڪن ۾ مولانا روميءَ جي مثنوي مبارڪ جو ڪتاب آهي. جنهن لاءِ پاڻ فرمائي رهيا هئا ته: ”هي منهنجي امت لاءِ بهترين تحفو آهي.“

اِنَّنِیْ اَبصَرتُ فِی النَّوْمِ الرَّسُوْلَ
فِیْ یَدَیْہِ الْمَثْنَوِیُّ وَھُوَ یَقُوْلُ

اهڙيءَ ريت، عربي ٻوليءَ ۾ جيڪا شهرت ۽ شرف مقام ۽ مقبوليت قصيده برده مبارڪ کي حاصل ٿي چڪي آهي، اها ٻئي ڪنهن کي به حاصل نه ٿي سگهي آهي.

قصيده برده شريف کي عالم جي ملڪن ۾ نهايت عزت جي نگاهه سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ ان کي هر هڪ انسان پريت ۽ پابوهه سان پڙهندو آهي. ان جا مختلف ٻولين ۾ ترجما ۽ تشريحون ٿي چڪيون آهن.

نهايت خوشيءَ جي ڳالهه ۽ سنڌ لاءِ نيڪ فال آهي جو سنڌ جو مشهور معروف، جيد عالم، عاشقِ رسول صلی الله عليه وآله وسلم، علامة الدهر، خطيب پاڪستان، ابوالبيان، الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري مدظله العالي جن قصيده برده مبارڪ جو شرح نهايت سليس ۽ سهڻو، فصاحت ۽ بلاغت سان ڀرپور، باالغات ۽ بامحاوره، عارفانه، سالڪانه ۽ عالمانه انداز ۾ ڪيو آهي. جنهن جو اکر اکر املهه ماڻڪ، جملو جملو جواهر ست ست سچا موتي، فصل فصل فيض وارو ۽ ورق ورق وصال ۽ وحدانيت وارو آهي جنهن جي پڙهڻ سان روح کي راحت ۽ رس، ساهه کي سوجهرو ۽ ساءُ، اکين کي نور ۽ سرور ۽ قلب کي قرار

۽ حَظُّ حاصل ٿيو اٿم.

قبله حضرت مولانا محمّد ادريس جن جو نئين نظر ڪتاب لاجواب نالي "اَحسَنُ التَّشرِيحُ لِبُردَةِ المَدِيحُ" هر لحاظ کان پنهنجو مٽ پاڻ آهي. جنهن ۾ شريعت جو شيرين درياءُ، معرفت ۽ محبت جو مهراڻ موجزن ۽ روان دوان آهي.

سنڌ جي سالڪن، عارفن، صالحن ۽ روح پرور ماڻهن هي شرح پڙهي ائين محسوس ڪيو هوندو ڄڻ ته هو بهار جي رسيلي رُت ۾ گلن، غنچن، مکڙين ۽ چمنستانِ معرفت ۾ موجود آهن. جتي ڪين صبح ۽ شام سهاڻيون هوائون معطر ڪري رهيون آهن ۽ اهي ان گلستان جا مٺا ۽ مزيدار ميوا کائي رهيا آهن.

حقيقت ۾ محترم حاجي صاحب جن بحرِ علم و حڪمت جي گهراين ۾ غواص ٿي، معرفت جا موتي ۽ مرجان مهيا ڪيا آهن جاڪاڻ ته سندس سيني ۾ اهڙا درد ڀري دل آهي، جنهن ۾ پاڻ سونهارن صلى الله عليه وآله وسلم جن جي عشق ۽ سِڪ جو چمڪندڙ ڏيئو روشن آهي. سندس فڪر ۽ خيال سوچ ۽ ويچار جي گوشي گوشي تي نور برسائي رهيو آهي.

اهوئي سبب آهي جو منهنجي مطالعي ۽ سمجهه ۾ قصيده برده شريف جي سنڌيءَ ۾ شرح لکڻ جو شرف صرف روزِ ازل کان سندن ڀاڱي ۾ هو. اها سعادت، ٻئي ڪنهن سنڌي ماڻهوءَ جي حصي ۾ شايد نه آيل آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌي ٻوليءَ ۾ پهريون ئي ڀيرو مولانا محمّد ادريس جن جو لکيل هيءُ قصيده برده جو شرح شايع ٿي رهيو آهي. ان سلسلي ۾ جهڙيءَ ريت هن قصيده برده جا اشعار فرحت آثار رحمة للعالمين

صلی الله علیه واٰلہٖ وسلم جن جي حضور پُرنورؐ مقبوليت جو مقام ۽ معراج ماڻي چُڪا آهن، اهڙيءَ ريت هن شارح جي هيءَ شرح ۽ ترجمو پڻ، پاڻ سڳورن صلی الله علیه واٰلہٖ وسلم جن وٽ ۽ عوام ۾ اهڙو ئي مقام ۽ مقبوليت، شهرت ۽ شرف حاصل ڪندو، ۽ ضرور ڪندو آمين.

ايئن ٻڌايو وڃي ٿو ته سنڌ جي تعليم کاتي وارا حضرات هن طرف ڌيان ڏين ۽ هن ڪتاب مبارڪ کي ڪورس ۾ منظور ڪري رکن.

هن شرح بابت سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ عارفن، جهڙوڪ الحاج خواجه الله بخش رحمة الله عليه، مولانا شاهه احمد نوراني صاحب، مولانا مفتي شجاعت علي قادري صاحب، مولانا عبدالرسول قادري صاحب، جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ عزت مآب مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ" وغيره جن گهڻو ڪجهه لکي چڪا آهن، ان ڪري منهنجا اهي رندا روشن پل به ان لڙ يا شال اگهايا ويندا.

بچارڙيءَ ۾ هن قصيده برده جي سنڌي شارح موصوف جا قصيده برده شريف جي پڙهڻ جا آداب، ترتيب ۽ فواعد هن پنهنجي تبصري ۾ شامل ڪري هن تبصري جي اوڙڪ آڻيان ٿو.

محترم مولانا جن لکيو آهي ته :- جيڪڏهن ڪنهن مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ ڪو ماڻهو قصيده مبارڪ کي پڙهي ته ڪيس هيٺ ڏنل شرطن جو لحاظ رکيو وڃي: پهريون - جنهن ڏينهن ان جو وظيفو شروع ڪري، ان ڏينهن گهٽ ۾ گهٽ، ٻن يا ٽن مسڪين کي خدا ڪارڻ کاڌو کارايو وڃي. ٻيو ته وهنجي سهنجي ڪپڙا پاڪ ۽ صاف تيڻ گهرجي. ان سان گڏ خوشبوءِ لڳائي، پاڪ جاءِ تي ويهي، اڪيلائيءَ ۾ قبلي شريف ڏانهن منهن ڪري پڙهڻ

گهرجي. پڙهڻ وقت لفظن ۽ اعرابن يعني زبر، زير ۽ پيش جو صحيح اچارڻ سان گڏ سهڻي ۽ سريلي آواز سان پڙهڻ گهرجي ته جيئن دل جا نيڪ مقاصد ۽ مرادون پوريون ٿينديون.

آئون مولانا صاحب جي بيان ڪيل ترتيب ۽ آداب سان متفق راءِ آهيان. مون پاڻ، ڪيترن ئي مريضن، جن مان خاص طور تي مفلوج ماڻهن تي قصيده برده پڙهيو آهي ۽ پڙهڻ سان فالج ڏور ٿي ويو آهي. ان سلسلي ۾ منهنجي رفيق حيات پڻ فالج کان، هن قصيده شريف جي برڪت ۽ فيض سان مڪمل طور تي نجات حاصل ڪري چُڪي آهي.

معلوم ٿيو ته قصيده برده مبارڪ، رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو هڪ تدنؤ وانٿؤ دائمي ۽ مبارڪ معجزو آهي، جنهنجو اثر حقيقت ۾ دمِ مسيحا کان اتم ۽ اعلىٰ آهي جنهن جي پڙهڻ سان مفلوج ماڻهن کي هڪ نئين زندگي عطا ٿئي ٿي.

خداءِ ذو الجلال والاڪرام جي در دعاگو آهيان ته مولانا موصوف جي هن شرح مان، عام توڙي خاص مسلمان، مرد توڙي عورتون فيض وٺن. شال رب ڪريم الاڪرم مولانا محمدّ ادريس جن کي تندرستي ۽ سلامتي سان خضري حياتي عطا فرمائي، جيئن پاڻ قصيده برده جي شرح وانگر قرآن مجيد ۽ احاديث مبارڪ جاڻ تفسير ۽ شرح لکي پورا ڪري - آمين -

رحيم بخش "قمر" لاکو
غفر الله تعالىٰ له
گلزار مسجد، نواب شاه سنڌ
٢٠ ربيع الاول المبارڪ ١٤٠٢ھ

# تقریظ

## از: علامہ حضرت مولانا شاہ احمد نورانی
مد ظلہ العالی
صدر ورلڈ اسلامک مشن

الحمد للہ والصلوٰۃ والسلام علی حبیبہ سیدنا محمد وعلیٰ آلہ وصحبہ ومن والاہ۔

مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَائِمًا اَبَدًا ۞ عَلٰی حَبِیْبِکَ خَیْرِ الْخَلْقِ کُلِّهِمِ

حضور پرنور سید العالمین محبوب محمد الرسول صلی اللہ علیہ وسلم کی مدح میں قصیدہ بردہ شریف کو جو مقام حاصل ہے وہ اہلِ محبت سے مخفی نہیں۔

قصیدہ بردہ شریف کی شرح لکھنے کی سعادت بہت سے عشاق نے حاصل کی ہے، خاص طور پر عربی میں خرپوتی شریف شرح قصیدہ بردہ، ہمارے ہاں اہلِ علم میں مقبول رہی ہے۔

اب حضرت مولانا محمد ادریس ڈاہری زید مجدہ نے سندھی جیسی میٹھی اور سریلی زبان میں ترجمہ اور تشریح کی سعادت حاصل فرمائی ہے۔

مولانا موصوف ہمارے سندھ کی جانی پہچانی علمی و روحانی شخصیت ہیں۔

مولانا موصوف کا شمار ممتاز علمائے اہلِ سنت میں ہوتا ہے،

اور وہ ہی ترجمہ اور تشریح کا حق ادا کر سکتے ہیں۔ اور الحمد للہ حق ادا کیا ہے۔

مولٰنا موصوف مدظلہ نے قصیدہ مبارکہ کا ترجمہ اور تشریح فرماکر جہاں عوام و خاص پر احسان فرمایا ہے وہاں دربار گھر بار حضور پُر نور جان نور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم کے حضور بہترین نذرانۂ عقیدت پیش فرمایا ہے۔ مولیٰ تعالے شرف قبولیّت عطا فرمائے۔ آمین۔

فقیر شاہ احمد نورانی صدیقی عفی عنہ
۹، شوال المکرم ۱۴۰۱ھ
کراچی

# تقریظ

## از: حضرت علامہ و مولانا مفتی سید شجاعت علی قادری رحمۃ اللہ علیہ

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

نَحْمَدُہٗ وَنُصَلِّی عَلٰی رَسُوۡلِہِ الْکَرِیۡم

عرصہ دراز سے اس امر کی شدت سے ضرورت محسوس کی جارہی تھی کہ عاشقِ رسولِ اکرم صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم شرف الدین ابی عبداللہ محمدؒ بوصیری رحمۃ اللہ علیہ کے مشہور زمانہ و مقبول بارگاہ نبوت نعتیہ قصیدہ کی شرح سندھی زبان میں ہوجائے، کیونکہ اب تک سندھی زبان میں ہماری معلومات کی حد تک قصیدہ بردہ شریف کی کوئی مفصل شرح موجود نہیں۔

الحمد للہ کہ اس عظیم اور اہم کارنامہ کو سندھ کے مشہور خطیب اور فاضل علامہ محمدؐ ادریس ڈاہری مدظلہ العالی نے بحسن و خوبی انجام دیا ہے۔ فجزاہ اللہ خیر الجزاء۔

فقیر کو اگرچہ سندھی زبان پر عبور حاصل نہیں ہے، تاہم مطلب نکال لیتا ہوں اس لئے جستہ جستہ مطالعہ سے میں اس نتیجہ پر پہنچا ہوں کہ فاضل شارح نے بڑی اچھی زبان استعمال کی ہے اور اس میں سلاست و طلاوت پائی جاتی ہے۔ شرح مفردات سے اہل علم کو بھی فائدہ ہوگا۔ اللہ تعالیٰ اس شرح کو اصل کی طرح بارگاہ نبوت میں شرف قبول عطا فرمائے اور شارح کو دین و دنیا کی سعادتیں نصیب فرمائے اور مزید دینی خدمات کی توفیق

عطا فرمائے ۔ آمین ۔ والسلام

۱۰ اگست ۱۹۸۱ء

سید شجاعت علی قادری
مہتمم دارالعلوم نعیمیہ کراتشی

# تقريظ

## از : ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

### باسمه تعالیٰ

"قصيده برده" عربي شعر ۽ ادب ۾ نعت گوئي جو شاهڪار آهي. ان جو موضوع حضرت نبي ڪريم صلی اللہ عليه وآله وسلم جن سان والهانه محبت ۽ سندن ساراهه آهي. هن قصيده کي جناب ابو عبدالله محمّد شرف الدين بوصيري رحمة الله عليه اڄ کان سادا ست سؤ سال اڳ منظوم ڪيو ۽ پوءِ اسلامي دنيا ۾ ملڪان ملڪ مشهور ٿي ويو. مختلف ٻولين ۾ ان جا ترجما ٿيا ۽ وڏي ذوق ۽ شوق سان ان کي پڙهيو ويو.

سنڌ ۾ به هن عام مقبول قصيده شريف کي وڏي محبت سان پڙهيو ۽ پڙهايو ويو ۽ پڻ سنڌيءَ ۾ ان جا ترجما ٿيا. مخدوم

محمد هاشم ۽ ٻين بزرگن هن قصيده مبارڪ ڪان متاثر ٿي نظم جوڙيا. هن پوئين ويجهي دؤر ۾ "پاٽ" جي مخدوم شفيع محمد (وڏي) اُروهڙي طرف جي ڪنهن عالم ۽ ڪور واھ جي مولانا علي محمد مهيري مرحوم هن قصيده جا سنڌي ۾ منظوم ترجما ڪيا، جيڪي سنڌي ادب ۾ خاص اهميت رکن ٿا.

مولانا محمد ادريس صاحب ڀهريون پيرو هن برڪت ڀريئي قصيده جو وڏي محنت سان سنڌي نثر ۾ شرح لکيو آهي جنهن سان گڏ هن قصيدي جي هرهڪ شعر کي صحيح طور سمجهڻ ۾ سولائي ٿيندي.

مولانا صاحب موصوف جي محنت ۽ خدمت، تعريف ۽ تحسين جي لائق آهي.

اَللّٰهُمَّ زِدْ فَزِدْ

اسلام آباد
٢١، رمضان المبارڪ
١٤٠١ھ

خادم العلم
نبي بخش




از : عبدالرسول قادري بلوچ ۔

حقيقت ۾ نعت گوئي ۽ مدح سرائي ڪرڻ ڪي تيز تلوار تي هلڻ سان تشبيه ڏني ويئي آهي. شاعري ۽ نعت گوئي تمام مشڪل فن آهي. جنهن ۾ شرعي حدن جي پابندي سان گڏ هر قدم تي نهايت احتياط سان ڪم وٺڻو پوي ٿو. انهيءَ ڪري مسلم شاعرن شرعي اصول جي لحاظ مطابق حضور محبوب صلى الله عليه وآله وسلم جن سان ايماني محبت ۽ دلي لڳاءُ جو اظهار نهايت پختگي ۽ سچائيءَ سان تمام سهڻي نموني نباهيو آهي ۽ قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ حضور پُرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نعت گوئي ڪي ادا ڪيو آهي.

حضرت حسان بن ثابت رضى الله تعالىٰ عنه کان وٺي ڪعب بن زهير، امام بوصيري، رومي، جامي، قدسي، خسرو شاهه عبداللطيف ڀٽائي اعلىٰ حضرت مولانا احمد رضا خان صاحب فاضل بريلوي عليهم الرحمة ۽ موجوده دور تائين هر هڪ شاعر پنهنجي محبوب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي سونهن ۽ سڪ سان سارا هه پيئي

ڪئي آهي ۽ خود ڪائنات جي خالق به "وَرَفَعۡنَا لَكَ ذِكۡرَكَ" فرمائي سندن شان بلند ڪيو آهي.

حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعالیٰ عنه پنهنجي مشاهدي ۽ ايماني جذبي سان فرمايو آهي ته:

"وَاَجۡمَلَ مِنۡكَ لَمۡ تَرَقَطُّ عَيۡنِيۡ
وَاَكۡمَلَ مِنۡكَ لَمۡ تَلِدِ النِّسَآءُ
خُلِقۡتَ مُبَرَّأً مِّنۡ كُلِّ عَيۡبٍ
كَاَنَّكَ قَدۡ خُلِقۡتَ كَمَا تَشَآءُ"

اي محبوب! توکان وڌيڪ سهڻو منهنجي اک ڪڏهن نه ڏٺو آهي. توکان وڌيڪ ڪامل ڪنهن ماءُ پٽ نه ڄڻيو آهي. تون سڀني عيبن کان پاڪ پيدا ڪيو ويو آهين ڄڻ ته تنهنجي تخليق تنهنجي مرضيءَ مطابق ٿي آهي.

حضرت ڪعب بن زهير رضي الله تعالیٰ عنه کي حضور پرنور صلی الله عليه وآله وسلم جن هن شعر تي پنهنجي نوراني چادر عطا فرمائي هئي:

"اِنَّ الرَّسُوۡلَ لَنُوۡرٌ يُّسۡتَضَآءُ بِهٖ
مُهَنَّدٌ مِّنۡ سُيُوۡفِ اللّٰهِ مَسۡلُوۡلٌ"

معنیٰ: بيشڪ رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم هڪ اهڙو نور آهي، جنهن کان روشني حاصل ڪئي وڃي ٿي. ۽ الله تعالیٰ جي تلوارن مان هڪ عمدي هندي چمڪندڙ تلوار آهي.

حضرت شيخ سعدي عليه الرحمة عقيدت جو اظهار

هن طرح ڪيو آهي.

"بَلَغَ العُلٰى بِكَمَالِهٖ ۞ كَشَفَ الدُّجٰى بِجَمَالِهٖ

حَسُنَتْ جَمِيْعُ خِصَالِهٖ ۞ صَلُّوْا عَلَيْهِ وَآلِهٖ"

عاشقِ رسول مقبول صلى الله عليه وآله وسلم، حضرت جاميؒ عليه الرحمة پنهنجي محبوب ڏانهن هوا کي قاصد بڻائيندي عرض ڪيو:

"نسيما! جانب بطحا گذر ڪن
زِ احوالم محمد ﷺ را خبر ڪن"

قُدسي جو ڪمال ڏسو:

"مرحبا سيد مكي مدني العربي
دل وجان باد فدايت چه عجب خوش لقبي"

هن عاشق جي صدا تمام پياري آهي:

يَاصَاحِبَ الْجَمَالِ وَيَاسَيِّدَ الْبَشَرِ ۞ مِنْ وَجْهِكَ الْمُنِيْرِ لَقَدْ نُوِّرَ الْقَمَرُ
لَايُمْكِنُ الثَّنَاءُ كَمَا كَانَ حَقُّهٗ ۞ بَعْدَ اَزْ خُدَا بُزُرگ تُوئِي قِصَّه مُخْتَصَر

سنڌ جي سرتاج حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ عليه الرحمة هن طرح فرمايو آهي.

چوڏهين ٔ چنڊ! تون ايرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پريان جي نہ پڙين، جي حيلا ڪرين هزار،
جهڙو تون سپ جمار، تهڙو دم دوست جو.

سهسين سِجَنِ ايري چوراسي چَندَنِ،
بالله ريءَ پرين، سپ اونداهي يا نئيان.

عاشقِ رسول صلى الله عليه وآله وسلم، حضرت مولانا
شاه احمد رضا خان بريلوي عليه الرحمة پنهنجي محبوب جي
تعريف ڪندي، شريعت جو حڪم ٿو پڌرا ڪيو آهي تہ:

سرور کہوں کہ مالک و مولیٰ کہوں تجھے
باغ خلیل اور گُلِ زیبا کہوں تجھے

لیکن رضاؔ نے ختم سخن اس پہ کردیا
خالق کا بندہ، خلق کا مولیٰ کہوں تجھے

غالبؔ چيو آهي تہ حقيقتِ محمّدي صلى الله عليه وآله وسلم
جو علم الله تعالىٰ کي آهي ۽ محبوب جو شان بہ اهو ئي ٿو
ڄاڻي:

غالب ثنائے خواجہ بہ یزداں گذاشتیم
کہ آں ذات پاک مرتبۂ دانِ محمدؐ است

بهرحال هر هڪ شاعر پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو. محبت ۽ سچائيءَ جو مرتبو ماڻيو ۽ روحاني سڪون حاصل ڪيو. مگر عربي شاعريءَ ۾ امام بوصيري ۽ سندس "قصيده برده" جو شان نرالو آهي.

امام بوصيري رحمة الله عليه کي قصيدي چوندي حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿي. فالج کان صحتياب ٿيو ۽ ڪيس حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن پنهنجي نوراني چادر سان نوازيو.

هڪ طرف قصيده برده جي مقبوليت جو اهو عالم آهي، ٻئي طرف هن قصيدي جا ڪيترا شرح مختلف ٻولين ۾ لکيا ويا آهن. مگر سنڌيءَ ۾ قصيده برده جي شرح جي تمام گهڻي گهرج هئي. جيڪو هن وقت سنڌ جي مايه ناز عالم حضرت مولانا محمّد ادريس ڏاهري صاحب لکيو آهي.

جيتوڻيڪ هن کان اڳ ۾ ڪن محبت وارن، "قصيده برده" جو سنڌي نثر ۽ نظم ۾ ترجمو به ڪيو آهي، مگر اهو ڇپيل ترجمو هڪ ته ناياب آهي ۽ ٻيو ته قلمي صورت ۾ آهي.

جيتري قدر قصيده برده جي ترجمن جو پتو پئجي سگهيو آهي انهن جو وچور هي آهي.

(١) مولوي علي محمّد مهيريءَ جو سنڌي ترجمو قلمي سنڌالاجي جي ڪتبخاني ۾.

(٢) قصيدي برده جو سنڌي ترجمو نثر ۾، شاه ولي الله

اڪيڊمي جي ڪتب خاني ۾.

③ ڇپيل ترجمو مولوي علي محمّد مهيري جو، ڇپائيندڙ سيّد علي حسن ميرپور بٺورو ١٩١٢ع.

④ ميرحسن علي خان ٽالپر خواب ۾ حضور سرور ڪائنات صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت ڪري پوءِ "قصيده برده" جو منظوم ترجمو ڪيو.

تي سگهي ٿو ته قصيده برده جا ڪي بيا به سنڌي ترجما ۽ شرح لکيل هجن مگر:

"هر گلِ را رنگ و بوئے ديگر است"

وانگر مولانا محمّد ادريس صاحب ڏاهريءَ جي "قصيده برده" جو شرح سنڌي زبان ۾ منفرد مقام رکي ٿو. شرح تمام محبت، محنت ۽ عرق ريزيءَ سان لکيو ويو آهي. شرح جي سليس جوڙجڪ هن طرح ڪيل آهي:

پهريان عربي شعر لکي پوءِ شعر جي هر هڪ لفظ جي معنىٰ جدا جدا اشتقاق ۽ صيغي سميت لکي ويئي آهي. ان لفظي معنىٰ کان پوءِ پوري شعر جو عام فهم ترجمو لکيو ويو آهي ترجمي بعد قرآن ۽ حديث جي روشني ۾ تشريح ۽ مطلب لکيل آهي. آخر ۾ شعر جو فائدو ۽ خاصيت ڏنل آهي، ۽ وڌيڪ تحقيق لاءِ "قصيده برده" جي ٻين شرحن جا صفحن سميت حوالا به درج آهن تنهن هوندي به:

"عطر آنست که خود ببويد نه که عطار بگويد"

جو مقولو مشهور آهي.

اميد ته اهلِ علم، عام پڙهندڙ ۽ طالب علم هن قصيدهٔ

شريف جي شرح مان دلي محبت ۽ روحاني سڪون حاصل ڪندا.

اي گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتارجي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرو لال هٿن سين.
(شاه لطيف)

٢٧، رجب ١٤٠١ھ

١، جون ١٩٨١ع

عبدالرّسول قادري بلوچ
دڙي منگسي، سڪرنڊ
ضلع نوابشاهه
سنڌ






از:

## حضرت قبله مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولى" رحمة الله عليه

"قصيده برده" شريف هڪ بهترين قصيدو آهي، جنهن کي سنڌي زبان ۾ مولانا محمّد ادريس صاحب تشريح ۽ ترجمو ڪري پنهنجو هڪ شاهڪار پيش ڪيو آهي.

انهيءَ عظيم ڪارنامي تي مولانا صاحب کي مبارڪون، تحسين ۽ آفرين پيش ڪريان ٿو.

١١، ربيع الثاني ١٤٠٢ھ

٦، فيبروري ١٩٨٢ع

طالب المولى

هالا- سنڌ.




ڄاڻ گهرجي تہ جهڙيءَ طرح الله تعالیٰ جل شانهٗ پنهنجي قدرت ۽ حڪمت سان ڪن دوائن ۽ دعائن ۾ اثر رکيو آهي، اهڙيءَ طرح ٻانهن جي گفتن ۾ بہ برڪت ۽ تاثير رکيو آهي. حقيقت ۾ سڀ سندس ذات بي مثال جي قدرت ۽ حڪمت جو ثمر آهي.

قصيده برده شريف بہ هڪ ٻانهي جي دل جي پڪار ۽ زبان مان نڪتل محبت ڀريا گفتا آهن، جيڪي الله تعالیٰ جي حبيب صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جي شانِ اقدس ۾ چيل آهن، ان ڪري الله تعالیٰ جي بارگاهِ اقدس ۾ مقبوليت جي شرف سان مشرف ٿيل آهن.

**مُحبّت پاڻي مَن ۾، رَنڌا روڙيا جن،**
**تن جو صَرافن، اڻ توريوئي اگهائيو.**

(شاه لطيف)

خود حضور محبوب صلی اللہ تعالیٰ عليه واٰلہٖ وسلم جن اهي محبت ڀريا ٻول ٻڌي پسند فرمايا ۽ چوندڙ لاءِ خصوصي عنايت جي خاص نظر فرمايا ٿون.

ان کان پوءِ هر دؤر جي صالح ۽ ڪامل ٻانهن هن قصيده برده شريف کي پڙهيو ۽ پڙهايو آهي ۽ ان جا شرح لکي قصيده جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي. صحيح معنيٰ ۾ هي اهڙو قصيده آهي جو فصاحت، بلاغت، اخلاص، عشق ۽ محبت جي لحاظ کان حضور صلی اللہ عليه واٰلہٖ وسلم جي نعت ۾ اهڙو ٻيو قصيدو لکيل نہ آهي، ان جي ڪري ئي قصيدي شريف جي هڪ هڪ شعر بلڪ هڪ هڪ لفظ ۾ تاثير آهي.

حاجتن حاصل ڪرڻ ۽ مصيبتن ٽارڻ لاءِ هن جو پڙهڻ تير بهدف آهي، مگر ان ۾ شرط اهو ئي آهي تہ اخلاص اعتقاد ۽ محبّت سان پڙهيو وڃي. قصيدي کي ادب واحترام ۽ تفسيل شرطن موجب پڙهڻ سان يقين آهي تہ پڙهندڙ کي اللہ تعالیٰ جي فضل ۽ ڪرم سان ضرور فائدو ٿيندو. آداب ۽ شرائط اڳتي بيان ڪيا ويندا، پڙهندڙ کي هميشه انهن شرطن ۽ ادبن جو لحاظ رکڻ گهرجي.

## امام بوصيري رحمۃ اللہ عليه جو مختصر احوال

سندس نالو محمّد، لقب شرف الدين، ڪنيّت ابوعبداللہ پنهنجي ڳوٺ بُوصِيرُ نالي سڃاڻ "بوصيري" جي نسبت سان

مشهور آهي. ڪيس "دولاصي" به سڏيو ويندو آهي. سندن والدين مان هڪ "دولاص" ۽ ٻيو "بوصير" جو هو. هڪ نسبت جي ڪري "بوصيري" ۽ ٻي نسبت جي ڪري "دولاصي" سڏيو ويندو آهي. مگر مشهور بوصيري جي نسبت سان آهي.[1]

امام بوصيري رحمة الله عليه جي نسب جو شجرو هن طرح آهي:

محمّد بن سعيد بن عماد بن محسن بن عبدالله بن منهاج بن بلال منهاجي.[2]

## امام بوصيريؒ جي ولادت

امام بوصيري مغربي الاصل آهي. سندس ولادت دولاص ۾ اڱاري جي ڏينهن، پهرين شوال المڪرم ٦٠٨ هجري ۾ ٿي ۽ مصر جي هڪ شهر بوصير نالي، ۾ سندس نشو نما ٿي.[3]

امام بوصيري بادشاه جو مشير رهيو هو ۽ ان بادشاه جي تعريف ۾ ڪيترائي قصيده ناهيائين. عربي علوم جو ماهر هو، فصاحت ۽ بلاغت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.[4]

## قصيده برده ٺاهڻ جو سبب

هڪ دفعي امام بوصيري بادشاه جي دربار مان نڪري

---

[1] شرح البرده علامه توڪلي. [2] حسن الجرده عطرالورده. [3] حسن الجرده ص١

[4] خربوتي ص٣

پنهنجي گهر ته انهن اچي رهيو هو ته رستي ۾ سندس هڪ بزرگ ابوالرجاء رحمة الله عليه، (جنهن کي صديق جي لقب سان سڏيندا هئا) سان ملاقات ٿي. ان بزرگ امام بوصيريءَ کان پڇيو ته تو اڄ حضرت رسول ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت ڪئي؟ امام بوصيري جواب ڏنو ته، نه. پر پوءِ ته ان بزرگ جي اُن سوال ۽ سندن گفتن امام بوصيريءَ جي دل ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي عشق ۽ محبّت جا مڄ مچائي ڇڏيا. ياد ڪندي ڪندي گهر ۾ اچي ستو. ننڊ ۾ ڪيس حضور عليه الصلوٰة والسّلام جن جو ديدار نصيب ٿيو. حضور محبوب صلى الله عليه وآله وسلم جن ڪيس اصحابن سڳورن جي مجلس ۾ اهڙيءَ طرح نظر آيا، جيئن چنڊ تارن ۾ نظر ايندو آهي ۽ پوءِ پاڻ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي محبت ۾ قصيدا ٺاهيائين، جيڪي قصيده مضريه، همزيه ۽ محمّديه جي نالن سان مشهور آهن.[1]

قصيده مضريه جو پهريون شعر هيءُ آهي:

يَارَبِّ صَلِّ عَلَى الْمُخْتَارِ مِنْ مُّضَرٍ
وَالْأَنْبِيَاءِ وَجَمِيعِ الرُّسُلِ مَا ذُكِرُوا[2]

۽ قصيده محمّديه جو شعر هيءُ آهي:

مُحَمَّدٌ اَشْرَفُ الْأَعْرَابِ وَالْعَجَمِ
مُحَمَّدٌ خَيْرُ مَنْ يَّمْشِيْ عَلَى الْقَدَمِ[3]

ان کان پوءِ امام بوصيريؒ عليه الرحمة فرمايو ته:
آئون فالج جي مرض ۾ مبتلا ٿيس، جنهن منهنجي هيٺئين ڌڙ کي صفا بيڪار ڪري ڇڏيو. شيخ زاده جي قول مطابق امام بوصيري هڪ غار ۾ هو، وڃي ڪير به ڪو نه ٿي آيو. عِطرالورده جي قول مطابق ڪيس الهام ٿيو ته هن مرض کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ حضور عليه الصلوٰة والسّلام جن جي مدح ۽ شان اقدس ۾ قصيد و چوان. جڏهن هي قصيدو پورو ڪيم ته ان رات مون کي حضور انور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي زيارت نصيب ٿي، مون سندن حضور ۾ اهو قصيدو پڙهيو، جڏهن پڙهي بس ڪيم ته پاڻ سڳورن پنهنجو هٿ مبارڪ مُنهنجي هٿ مٿان گهمايو جڏهن صبح جونند مان اٿيس ته صفا چڱو ڀلو هوس.

پر اها ڳالهه مون ڪنهن سان به ڪا نه ڪئي. صبح جو گهر مان نڪتس ته رستي ۾ هڪ اهل دل خدا وارو فقير مليو ۽ مون کي چيائين ته، سائين! مون کي ان قصيدي ٻڌڻ جو شوق آهي، جنهن ۾ تو حضور اقدس صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مدح سرائي ڪئي آهي. مون کي دل ۾ ڪجھ خيال ٿيو، پر ڪيس چيم ته فقير! مون حضور سرور ڪائنات صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مدح ۾ قصيدا ته گهڻا چيا آهن، تو کي ڪهڙي قصيدي ٻڌڻ جو ارادو آهي؟
فقير ورائيو ته اهو قصيد و جنهن جي منڍ ۾ هيءُ شعر آهي:

" اَمِنۡ تَذَکُّرِ جِيۡرَانٍ بِذِیۡ سَلَمٖ "

اهو ٻڌي مون کي عجب لڳو ته مون اهو قصيده اڃا تائين

ڪنهن کي ٻڌايو ته ڪونه آهي! تو کي ڪيئن خبر پيئي؟ فقير چيو ته، رات حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي دربار عالي ۾ توهان اهو قصيدو پڙهي رهيو هئين ته محبوب ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن خوش ٿي جهومي رهيا هئا، جيئن ميويدار ٽاري هوا ۾ لُڏندي آهي ۽ آئون به ان دربار رسالت ۾ موجود هوس ۽ اهو قصيدو مون ويني ٻڌو. پوءِ اهو قصيدو مون ان کي لکي ڏنو ۽ قصيدي جي ڳالهه ماڻهن ۾ مشهور ٿي ويئي.

شارحن لکيو آهي ته، اهو فقير، جيڪو امام بوصيري عليه الرحمة کي مليو هو، اهو ئي ساڳيو حضرت قطب الوقت ابوالرجاء صديق عليه الرحمة هو.[1]

## قصيده برده سڏڻ جو سبب ۽ ان جي نالي جو بيان

هن قصيدي کي اڪثر ماڻهو "برده" سڏيندا آهن ۽ اهو ئي مشهور آهي. برده ان چادر کي چيو ويندو آهي جنهن ۾ مختلف پٽا پٽا هوندا آهن. جيئن ته هن قصيدي ۾ به مختلف مضمون آهن. ڪٿ هن عشق ۽ شوق ۾ ڏک بيان ٿيل آهي ته ڪٿي پنهنجي نفس کي عتاب ۽ ڏورايا ڏنل آهن. ڪٿي نفس جي مڪر ۽ فريب کان بچڻ جي نصيحت آهي ته ڪٿي اميد ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کان شفاعت طلبي آهي ۽ ڪٿي حضور پُرنور محبوب

صلى الله عليه وآله وسلم جي ولادت باسعادت جو بيان،
ڪٿي معجزات ۽ اصحابن سڳورن رضى الله عنهم جي شجاعت
۽ جنگين جو ذڪر آهي.

مطلب ته هرهڪ مضمون کي جدا جدا رنگ ۾ پيش
ڪرڻ جي ڪري هن قصيده شريف کي "برده" سڏيو ويو
آهي، جنهن جي مشابهت ٻٽا پٽي چادر سان ٿي آهي.

ڪي وري هن قصيدي کي "برأت" سڏيندا آهن[1] ڇو ته
امام بوصيريؒ کي ان قصيدي جي برڪت سان فالج کان
برأت يعني ڇوٽڪارو مليو هو. ان جي ڪري اهو نالو
به مناسب آهي.

ڪن وري چيو ته قصيده مبارڪ جو نالو "بردي"
معنیٰ چادر وارو آهي، جنهن جو سبب مٿي گذريو.[2]

## قصيده برده جون برڪتون

جڏهن هن قصيدي جي خبر بهاؤ الدين وزير کي پئي
ته ان، قصيده شريف لکرائي ورتو ۽ ادب جي ڪري بيهي
پيرين اگهاڙو ٿي پاڻ پڙهندو هو. پاڻ ۽ سندس اهل
عيال پڙهي تبرڪ حاصل ڪندا هئا ۽ دين دنيا جون ڪاميابيون
حاصل ڪندا هئا.[3]

هي وزير، امام بوصيريؒ جو همعصر شاعر هو،
سندن شعر هڪ ٻئي سان ملندو آهي. سندس ولادت

---

[1] عطر الورده ص ۳ [2] حسن الجرده ص ۱۴ . [3] عطر الورده ص ۳

سنه ٥٨١ هجري ۾ وادي النخله مکه معظمه جي پسگردائيءَ ۾ ٿي ۽ وفات سنه ٦٥٦ هجري ۾ ٿي.[1]

سعد الدين فاروقي متوفي سنه ٦٩١ هجري ۾ هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. ان کي اکين ۾ تڪليف ٿي ۽ صفا نابين ٿيڻ جي قريب هو، تنهن ۾ ڪنهن بزرگ کي ڏنائين هڪ روايت آهي تہ خود حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن کي ڏٺائين بلہ جن ڪيس فرمايو تہ، "وزير بهاؤ الدين کان قصيده برده لکيل وٺي پنهنجي اکين تي لڳاءِ تہ تڪليف دور ٿي ويندي".

ان ارشاد جي تعميل ۾ وزير کان قصيدو وٺي اکين تي رکي پڙهيائين تہ ان وقت اللہ تعاليٰ قصيده شريف جي برڪت سان مهرباني فرمائي ڪيس شفا عطا ڪئي.[3]

## قصيده برده مبارڪ جي پڙهڻ جا آداب

جيڪڏهن ڪنهن بہ مطلب جي حاصل ڪرڻ لاءِ قصيده مبارڪ پڙهي تہ هيٺ ڏنل شرطن جو لحاظ رکي.

(١) جنهن ڏينهن وظيفو شروع ڪري ان ڏينهن ٻن ٽن مسڪينن کي خدا ڪارڻ ڪاڌو کارائي.

(٢) غسل ڪري صاف ڪپڙا پائي، خوشبوءِ لڳائي، پاڪ جڳهہ تي اڪيلو قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهي پڙهي.



[1] حسن الجرده. [2] قصيده برده مترجم - الف تاج ڪمپني. [3] عطر الورده.

③ لفظ ۽ اعراب ، يعني پيش ، زبر ۽ زير صحيح پڙهي جيڪڏهن ڪير نه اچن ته ڪنهن عالم وٽ پڙهي پڪا ڪري ته پوءِ فائدو ٿيندو.

④ هر هڪ شعر جي معنىٰ کي ۽ مطلب کي سمجهندو ذهن ۾ ويهاريندو هلي. عربي نه اچي ته پنهنجي ٻوليءَ ۾ ان جو ترجمو ڏسي سمجهي.

⑤ هر هڪ شعر کي سُر سان پڙهي؛ ڇو ته حضور پُرنور صلى الله عليه وآله وسلم جن به سُر سان پڌو هو ۽ شاعر به کين سُر سان پڌايو هو.

⑥ جيڪڏهن قصيده ياد هجي ته زباني پڙهي نه ته ڪتاب تي ڏسي پڙهي، پڙهڻ جي وچ ۾ دنيا جي ڳالهه ٻولهه نه ڪري، وضوءَ جي ضرورت پوي ته نئون وضوءَ ڪري سگهي ٿو.

⑦ صحيح نموني سُني عقيدي واري بزرگ کان اجازت وٺي پوءِ پڙهي (جنهن کي ڪنهن بزرگ اجازت ڏني هجي).

⑧ هڪ هڪ شعر کان پوءِ هي درود شريف پڙهي:

مَوْلَايَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَائِمًا اَبَدًا
عَلٰى حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

⑨ هڪ جمعي کان ٻئي جمعي تائين وظيفو جاري رکي ٻئي جمعي تي پورو ڪري.

⑩ جنهن کي هي قصيدو ياد هجي، ان لاءِ بهتر آهي ته آڌيءَ رات کان پوءِ اوندهه ۾ نوڙت، عاجزي ۽ انڪساري سان مٿو اگهاڙو ڪري ادب سان پڙهي.

(١١) ان کان پوءِ الله تعالیٰ جي بارگاهه ۾ سجدو ڪري، سجدي ۾ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي طفيلي الله تعالیٰ کان پنهنجي نيڪ مطلب جي دعا گهري، اگر ڪا مصيبت هوندي ته به معاف ٿي ويندي.[١]

هن قصيدي جي پڙهندڙ کي از خود محسوس ٿيندو ته واقعي هي قصيدو برڪت وارو آهي.

مولانا مولوي ذوالفقار علی صاحب ديوبندي لکي ٿو ته:

مون هن قصيده جو شرح ان اميد تي لکيو آهي، ته جيئن منهنجي گناهن جي ڪفارت ۽ آخرت جو ثمر ٿيندو" ۽ ڪيئن نه ٿيندو؟..

هيُ قصيده ان محبوب سيّد الانبياءِ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جي مدح ۽ شان ۾ آهي، جنهن جي ڪري زمين ۽ آسمان پيدا ٿيا ۽ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن هن قصيدي کي محبت سان ڪن ڏيئي ٻڌو هو.

مولانا موصوف عطرالورده ۾ قصيده جي برڪت بيان ڪندي لکيو آهي ته:

"پوءِ قيامت ۾ هن قصيدي جي ناهيندڙ، پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي لاءِ مبارڪ آهي"

ڪيترا ئي ماڻهو هن قصيدي جي پڙهڻ تي هميشگي ڪرڻ جي ڪري اعلیٰ درجي جي ولايت کي پهتا.

هن قصيدي جي متبرڪ هجڻ لاءِ هيءَ به هڪ اعلیٰ دليل آهي، جيڪو علامه خرپوتي قصيده جي بي

[١] حسن الحرده ص١٤.

شرح الشفا نالي کان نقل کري لکيو آهي ته:

"جڏهن خواب ۾ امام بوصيري حضور صلی الله عليه وسلم جن کي هي قصيدو ٻڌائي رهيو هو ته "فَمَبْلَغُ الْعِلْمِ فِيْهِ اَنَّهٗ بَشَرٌ" واري مصرعه تي اچي بيهي رهيو. حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن کيس فرمايو ته" اِقْرَاءُ" پڙهه عرض ڪيائين ته اڳتي شعر پڙهي نٿو سگهان. حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته، هيءُ لفظ ان شعر سان ملائي پڙهه: "وَاِنَّهٗ خَيْرُ خَلْقِ اللّٰهِ كُلِّهِمٖ"؛ اهو ئي مصرعه آهي جو امام بوصيري اتي به چيو ۽ درود شريف ۾ به ملائي ڇڏيو آهي:

مَوْلَایَ صَلِّ وَسَلِّمْ دَائِمًا اَبَدًا

عَلٰی حَبِيْبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ

محبوب صلی الله عليه وآله وسلم جن جي پسند هجڻ ڪري ٻه ڀيرا مُکَرَّر چيو ويو نه ته ساڳئي قصيده ۾ ساڳي مصرعه ورائڻ آڻ شاعرانه لحاظ سان غير موزون آهي.

## خاصيت

جيڪو شخص هن قصيده کي سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ متين شرطن سان گڏ جمعي جي رات پڙهندو ته ان جو موت اسلام ۽ ايمان سان ٿيندو.[1]

آمين.

---

[1] خرپوتي ص۵

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

## فصل پهريون:

## رَسُوۡلُ اِللّٰہِ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَسَلَّمۡ

## جي عشق ۽ محبت جي بيان ۾

(١)

اَمِنْ تَذَكُّرِ جِيْرَانٍ بِذِىْ سَلَمٍ
مَزَجْتَ دَمْعًا جَرٰى مِنْ مُّقْلَةٍ بِدَمٍ

### مفردات جو شرح:

همزه استفهام جو، مِنْ سبب جي لاءِ متعلق مَزَجْتَ.
تَذَكُّرِ ياد ڪرڻ، جِيْرَانٍ جار جو جمع، پاڙيچا، پاڙ يسري.
بَ بمعنىٰ فِىْ (منجهه). ذِىْ سَلَمٍ: سَلَمَ، لام جي زبر سان
وڻ جو نالو، ٻير جو وڻ. ذِىْ سَلَمٍ ان جڳهه جو نالو آهي ڪا

مکي پاڪ ۽ مديني پاڪ جي وچ ۾ آهي. مَزَجْتَ مَزَجَ کان نڪتل آهي معنيٰ ملائڻ. دَمَعَ، نمڪين، اهڙو پاڻي جيڪو ڏک وقت اکين مان وهندو آهي، ڳوڙها ڳاڙڻ يا هنجون هارڻ. مُقْلَةٍ، اک جو ٽنرو. دَمُ، رت.[1]

## ترجمو:

ڇا تو کي ذي سلم جا پاڙيچا ياد اچي ويا؟ جو رت سان گڏيل ڳوڙها تنهنجي اکين مان جاري آهن.

## مطلب:

ذي سلم وارن منجهان مراد حضور صلى الله عليه وسلم جن آهن: ڇوته حضور صلى الله عليه واله وسلم جن مکه مکرمه کان ايندي يا مدينه منوره ڏانهن ويندي ان وڻ هيٺان آرام ڪندا هئا، جيڪو ان وادي ۾ هو ۽ ان جي ڪري ان وادي کي ذي سَلم سڏيندا هئا.

## فائدو:

هن شعر ۾ ڳوڙهن کي رت سان ملائڻ جي ڳالهه ڪري اهو ثابت ڪيو اٿس ته جيتوڻيڪ تنهنجي اکين مان پاڻي به وهي ٿو، مگر اهو ايترو نه آهي جيترو رت ٿو وهي: ڇوته ملائڻ واري شيءِ هميشه ٿوري هوندي آهي، جيئن چئبو آهي ته لوڻ اٽي ۾ ملايو ويندو آهي

[1] العصيدة الشهدة ص

۾ ايئن ڪونہ چيو ويندو آهي تہ انهن لوڻ ۾ ملائيو ويو.[1]

(۲)

# اَمْ هَبَّتِ الرِّيْحُ مِنْ تِلْقَآءِ كَاظِمَةٍ
# اَوْ اَوْمَضَ الْبَرْقُ فِي الظَّلْمَآءِ مِنْ اِضَمِ

## مفردات جو شرح؛

اَمْ؛ يا ـ هَبَّتْ؛ هبوب کان نڪتل، معنیٰ هوا جو لڳڻ. رِيْحٌ؛ هوا ـ مِنْ تِلْقَآءِ؛ طرف کان. كَاظِمَةٍ؛ مدينہ منوره جو نالو (حضور پاڪ جو روضو مبارڪ). مديني پاڪ جي پاسي ۾ هڪ ڳوٺ. بصره جي ويجهو هڪ جهنگل. هڪ معشوقہ جو نالو. اَوْ يا اَوْمَضَ؛ فعل ماضي ايماض کان مشتق، بجليءَ جو آهستي چمڪڻ، بَرْقٌ؛ بجلي ـ فِي الظَّلْمَآءِ؛ اونداهي رات ۾. اِضَمِ : مديني منوره ۾ هڪ پهاڙ.[2]

## ترجمو؛

ڪاظمه جي طرف کان هوا لڳي يا اضم جبل کان اونداهي رات ۾ بجلي چمڪي.

## مطلب؛

شاعر پنهنجي نفس کان اڻ ڄاڻ ٿي پڇي

[1] عطرالورده ص۵ ـ [2] حسن الجرده ص۲۱

ٿو ته تنهنجو خون آلوده روئڻ ذي سلم وارن محبوبن جي ياد ڪرڻ ڪري آهي يا مقام ڪاظمة کان مشڪ آميز هوا لڳي آهي، ان هوا جي خوشبوءِ ڪري محبوب ڪي ياد ڪري رنو اٿيئَ يا اِضم جي جبل کا بجلي چمڪي آهي، جوان جي روشنيءَ ۾ محبوب جي گهر ڪي ڏسي بيتاب ٿي ابرِ بهار وانگر روئڻ لڳو آهين؟ بِدَاءِ ته انهن ٽن سببن مان تنهنجي روئڻ جو سبب ڪهڙو آهي؟ [1]

شاعر پنهنجو پاڻ کان پڇي ٿو ان ڪري جو سچا دوست دنيا ۾ ملن نه ٿا، جن سان عشق جي حقيقت ۽ حال جو اظهار ڪيو وڃي. "رمز رندن جي رول ڇا ڄاڻن؟ ننگ سڃاڻن نيهي؟" ان ڪري شاعرن جي عادت آهي جو پاڻ ڪي هڪ فرضي شخص مقرر ڪري پاڻ کان ئي سوال جواب ۽ نازعتاب ڪندا آهن. [2]

(٣)

فَمَا لِعَيْنَيْكَ اِنْ قُلْتَ اكْفُفَا هَمَتَا
وَمَا لِقَلْبِكَ اِنْ قُلْتَ اسْتَفِقْ يَهِمُ

مفردات جو شرح:

ف: فصيحه، شرط محذوف. مَا: استفهاميه. عَيْنَيْنِ

---

[1] عطرالورده ص٦. [2] شرح توڪلي ص٢٨

عينَ جو تثنيه معنئ اک. اِنْ: شرط لاءِ. قُلْتَ: فعل ماضي مخاطب، تو چيو. اُكْفُفَا: صيغه تثنيه امر جو، كَفٌّ كان مشتق، معنئ روڪڻ. هَمَتَا: هَمَتْ جو تثنيه همئ، يَهمِئ هَمْيَا نًا: پاڻي ۽ هنجن جو جاري هجڻ. قَلْبُ: دل. اِسْتَفِقْ: اِسْتِفَاقَه كان امر، افاقه، هوش ۾ اچڻ. يَهُمْ: فعل مضارع هَامَ يَهِيْمُ كان، حيران ٿيڻ بڻه

## ترجمو:

پوءِ تنهنجي اکين کي ڇا ٿيو آهي؟ جيڪڏهن تون انهن کي چوين ٿو ته روئڻ کان بند ٿيو ته وڌيڪ وهڻ لڳيون ۽ تنهنجي دل کي ڇا ٿيو آهي؟ تو ان کي چيو ته هوشيار ٿي ته وڌيڪ مدهوش ٿي.

## مطلب:

جڏهن عاشق کان روئڻ جو سبب پڇيو ويو ته مٿين ٻن ڳالهين جو انڪار ڪري عاشق چيو ته ڇا! روئڻ جا سبب انهن کان سواءِ ٻيا نٿا ٿي سگهن؟ شاعران لاءِ هي قوي دليل پيش ٿو ڪري ته جيڪڏهن تنهنجو روئڻ عشق ۽ محبت جي ڪري نه هجي ها ته تون پنهنجي اکين ۽ دل تي قابض رهين ها! پر جيئن ته اهي تنهنجي وس ۾ نه آهن تڏهن ثابت ٿيو ته تون محبت ۽ عشق جو اسير آهين.

---

له حسن المجرده ص٢٢

# قصيده برده جي هن شعر جي برڪت جو هڪ واقعو

تاريخ فرشته ۾ آهي ته جڏهن شاه محمود لانگاهه جي وفات کان پوءِ، مرزا شاه حسن ارغون ملتان جو محاصرو ڪيو ته ان وقت جو مشهور فاضل مولانا سعدالدين لاهوري ملتان جي جامع مسجد ۾ پڙهائيندو هو. هن پنهنجي حالات ۾ لکيو آهي ته محاصرو ايترو ته هو جو اندريون ماڻهو ٻاهر نه ٿي وڃي سگهيو ۽ نه ٻاهريون ماڻهو اندر ٿي اچي سگهيو. کاڌي جون شيون ختم ٿي ويون، ماڻهن کي سخت پريشاني ٿي ۽ فاقو ڪڍيائون، نيٺ ملتان جو قلعو فتح ٿيو ۽ مرزا شاه حسن جي فوج شهر کي لٽڻ شروع ڪيو، اسان جي عاليشان گهر ۾ ڏسي سپاهي اندر گهڙي آيا ۽ منهنجي والد ميان ابراهيم کي زبردستي گرفتار ڪري وٺي ويا. ان وقت سندس عمر وڏي هئي. ٦٥ سال ته رڳو درس تدريس ۾ مشغول رهيو هو ۽ مون کي قيدي ڪري وٺي ويا. اسان جي گرفتار ڪرڻ جو مقصد صرف اهو هو ته اوهانجا گهر سُنا آهن، توهان وٽ پئسا به گهڻا هوندا، اهو خزانو ڪڍي ڏيو.

مون کي وزير وٽ پيش ڪيو ويو، سپاهين چيو ته انهن وٽ گهڻي دولت آهي پر ٻڌائين ڪو نه ٿا. وزير مون کي هڪ ڏکي زنجير ۾ ٻڌرائي ۽ ان جو ٻيو پاسو پنهنجي ڪاٺ

واري تخت سان ٻڌرائي ڇڏيو.

آئون پنهنجي پيرسن والد جي گرفتاريءَ ۽ تڪليف يادڪري زار زار روئي رهيو هوس. وزير نوڪر کي چيو ته مس، قلم ۽ پنو کڻي اچ. نوڪر حڪم مطابق مس، قلم ۽ پنو کڻي اچي رکيا، انهيءَ دوران وزير کنهن ڪم لاءِ اندر ويو ته مون همت ۽ جرأت ڪري اٿي وڃي وضو ڪيو ۽ وزير جي تخت تي جيڪو ڪاغذ رکيو هو، ان تي قصيده جو هي شعر لکيو:

فَمَا لِعَيْنَيْكَ اِنْ قُلْتَ اكْفُفَا هَمَتَا
وَمَا لِقَلْبِكَ اِنْ قُلْتَ اسْتَفِقْ يَهِمِ

جڏهن وزير آيو ته ان ڪاغذ تي هيءُ شعر لکيل ڏسي هيڏي هوڏي نهاري چيائين ته، هي شعر ڪنهن لکيو آهي؟ مون چيو ته مون لکيو آهي. تنهن تي ان کي رحم اچي ويو ۽ مون کان سمورو احوال پڇيائين ۽ مون سمورو احوال بيان ڪيو. وزير بي تاب ٿي اٿي بيٺو ۽ مون کي هڪ عمدي پوشاڪ پهرائي، مرزا شاهه حسن جي دربار ۾ حاضر ڪري اسان جي خاندان جو مڪمل احوال پيش ڪيائين.

مرزا شاهه حسن هڪدم حڪم ڏنو ته: مولانا ابراهيم جامع جتي به قيدي هجي ان کي حاضر ڪيو وڃي. جڏهن منهنجي والد کي حاضر ڪيو ويو ته بادشاهه سندس تعظيم ڪئي ۽ اسان جو سمورو لٽيل سامان واپس ڪرايائين ۽ جيڪو گهر ڦٽي ويو هو اهو ٻيهر ٺهرائي ڏنائين ۽ عرض ڪيائين ته اوهان مون سان گڏ هلو. مگر والد صاحب معذرت ڪئي.

اها قصيده برده جي هن شعر جي برڪت هئي جو مشڪل آسان ٿي ويئي.[1]

## خاصيت:

هن ٽنهي بيتن جي اها خاصيت آهي جو جيڪڏهن ڪو جانور مالڪ جو مطيع نه ٿئي ۽ نهي نه هلي ته اهي ٽيئي شعر لکي ڌوئي ان جانور کي پياري ته اهو جانور مطيع ٿي پوي.

جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ڳالهائڻ ۾ رڪاوٽ ۽ هڪ ٿيندي هجي ته اهي ٽيئي شعر هرڻ جي کل تي لکي ٻانهن ۾ ٻڌي ته سندس هڪ ختم ٿي ويندي.[2]

(٤)

# اَيَحسَبُ الصَّبُّ اَنَّ الحُبَّ مُنكَتِمٌ

# مَّا بَينَ مُنسَجِمٍ مِّنهُ وَمُضطَرِمٖ

## مفردات جو شرح:

أَ: همزه استفهام انڪاري جو. يَحسَبُ: حسبان کان مشتق آهي، معنيٰ گمان ڪرڻ. الصَّبُّ[3]: ڪامل عاشق. اَنَّ: تاڪيد لاءِ. اَلحُبُّ: محبت. مُنكَتِمٌ: انڪتام کان مشتق

[1] حسن الجرده ص٢٧. [2] شرح خرپوتي ص١٤. [3] غياث اللغات ص٣٠٣ مطبوعه ڪراچي.

آهي، معنيٰ ڍڪيل. مَا: زائده. مُتَسَجِمُ: وسندڙ. مُضْطَرِمُ: ٻرندڙ، سڙندڙ. له

## ترجمو:

ڇا عاشق ايئن سمجهي ٿو ته، محبت مخفي رهڻ واري آهي؟ جڏهن ته آنسو جاري آهن ۽ دل مان شعلا ٿا نڪرن.

## مطلب:

هتي چئي ته سائل، عاشق کان پڇڻ ۾ مبالغو ڪيو آهي پر ان جي خاموش رهڻ ڪري سائل ان کي سمجهائي ٿو ته حقيقت هن طرح آهي ته عاشق محبت جي نشانين کي ظاهر ڪرڻ ۾ سخت مجبور آهي، خصوصاً ان جي ڪري جو عاشق جي ٻرندڙ دل ۽ آب هاريندڙ اکيون چغلي هڻي رهيون آهن ۽ عاشق جي راز کي ظاهر ڪري رهيون آهن جيئن هڪ فارسي شاعر چيو آهي:

میتواں داشت نہاں عشق ز مردم لیکن،
زردیء رنگ رُخ و خشکیء لب را چہ علاج؟

مطلب ته: عشق ماڻهن کان لڪائي سگهجي ٿو پر زرد چهري ۽ لبن جي خشڪيءَ جو علاج ڪهڙو آهي؟

ٻئي هڪ شاعر چيو آهي ته:

له العصيدة الشهيدة ص١٥

ع

لاکھوں چھپایا رازِ محبت نہ چھپ سکا،
آنکھوں نے رو کے یار سے اظہار کر دیا۔

۵

لَوْلَا الْهَوٰى لَمْ تُرِقْ دَمْعًا عَلٰى طَلَلٍ
وَلَا اَرِقْتَ لِذِكْرِ الْبَانِ وَالْعَلَمِ

## مفردات جو شرح:

لَوْلَا: ڪنهن شيءِ جي نفي لاءِ، ان جي غير جي وجود جي ڪري. اَلْهَوٰى: محبت. لَمْ تُرِقْ: مشتق آهي اِرَاقَةٌ کان معنىٰ وهائڻ. دَمْعٌ: ڳوڙها. طَلَلٍ[1]: ڊٺل جڳهه جا نشان. دڙا اَرِقْتَ: ارق يا رق کان مشتق آهي معنىٰ بي خوابيءَ سڄاڳي. بَانَ: هڪ سڌي سَرْوَ جي قد وانگر وڻ جو نالو آهي، جيڪو عرب ۾ ٿيندو آهي، جنهن سان محبوب جي قد کي تشبيه ڏني ويندي آهي. اَلْعَلَمِ[2]: جبل جو نالو.

## ترجمو:

جيڪڏهن تون عاشق نه هجين ها ته ڊٺل جاين ڏسڻ کي ڏسي ڏ روئين ها! ۽ بان وڻ ۽ علم جبل جي يادگيريءَ

[1] غياث اللغات ص٣٣٠ مطبوعه ڪراچي. [2] حسن الجرده ص٢٦.

ڪري بيقرار نه ٿيئين ها.

## مطلب:

شاعر پنهنجي دعويٰ کي هن دليل سان ثابت ٿو ڪري ته بغير محبت جي تون ڇو ويهي محبوب جون ڏٺل جايون روئيئين ها! ڏٺل جاين کي ڏسي روئڻ محبت جي دليل آهي، ڇو ته محبوب جي رهڻ واري جاءِ به پياري ٿيندي آهي.

ان جي ڪري ڪن بزرگن فرمايو آهي ته طلل مان مراد مڪه مڪرمه آهي، جيڪو حضور صلي الله عليه واله وسلم جن جي هجرت کان پوءِ ڇڏڻ ته ڏٺل جاين جا نشان بنجي چڪو هو. ها مڪي مڪرمه جو جيڪو رب پاڪ قسم ڪيو آهي:[1]

”لَآ اُقۡسِمُ بِهٰذَا الۡبَلَدِ وَاَنۡتَ حِلٌّۢ بِهٰذَا الۡبَلَدِ“

هن شهر (مڪي) جو قسم آهي ۽ تون هن شهر ۾ رهندڙ آهين! سو به حضور صلي الله عليه واله وسلم جن جي صدقي آهي. ان ڪري سڀني عالمن جو اتفاق آهي ته جيڪا زمين حضور صلي الله عليه واله وسلم جن جي جسم پاڪ سان لڳل آهي، اها هر جاءِ کان پلي آهي.[2]

بان جي وڻ مان مراد اهو وڻ آهي، جيڪو مڪي پاڪ کان ٻاهر هوندو هو. حضور صلي الله عليه واله وسلم جن ان جي هيٺان اچي وهندا هئا.

هر ايک مکان کو ہے مکیں سے شرف اسدؔ مجنوں جو مر گیا اب جنگل اداس ہے

[1] سورة البلد پ ٣٠. [2] فرائض الاسلام مخدوم محمد هاشم عليه الرحمة ص ٢٥ مطبوعه حيدرآباد.

## خاصيت:

جيڪو شخص پنهنجي دل ۾ تنگي ۽ ڏک محسوس ڪري اهو هي بيت جدا جدا حرفن ۾ صوف تي لکي ۽ اهو صوف ڪائي يا پليٽ تي لکي پاڻيءَ سان ڌوئي پيئي ته تنگي ختم ٿي ويندي. پر صوف تي لکي ڪائڻ جلد اثر ڏيکاريندو.[1]

(٦)

فَكَيْفَ تُنْكِرُ حُبًّا بَعْدَ مَا شَهِدَتْ
بِهٖ عَلَيْكَ عُدُوْلُ الدَّمْعِ وَالسَّقَمِ

## مفردات جو شرح:

فَ: فصيحة. كَيْفَ: حال معلوم ڪرڻ لاءِ. تُنْكِرُ: انڪار کان مشتق آهي، معنيٰ نه مڃڻ. حُبًّا: محبت. بَعْدَ: ظرف. مَا: مصدريه. شَهِدَتْ: شهادت کان ورتل معنيٰ سچي شخص کان سچي خبر جو صادر ٿيڻ. عُدُوْلُ: عادل جو جمع، اعتبار وارو پڪو شاهد. دَمْعِ: ڳوڙها. اَلسَّقَمِ: مرض.[2]

## ترجمو:

پوءِ تون ڪهڙيءَ طرح محبت جو انڪار تو ڪرين؟

[1] فرائض الاسلام مخدوم محمد هاشم عليه الرحمه ص ٢٥ مطبوعه حيدرآباد. [2] العصيده ص ١٩

جڏهن ته پڪا شاهد ڳوڙها (اکين جو پاڻي) ۽ بيماري توتي شاهدي ڏيئي رهيا آهن.

## مطلب:

جڏهن شاعر ٻه شاهد پيش ڪيا ته عاشق زبان حال سان چيو ته، تنهنجا شاهد غير عادل آهن، جنهن جي ثبوت لاءِ شاعر عرض ڪيو ته هاڻي انهن عادل شاهدن هوندي تون انڪار ڪيئن ٿو ڪرين؟ [1]

## فائدو:

هي ڇهن بيتن مان پهريون بيت آهي، جڏهن امام بوصيري عليه الرحمة اهو شعر پڙهيو هو ته اُن جي بدن سان حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جهومي رهيا هئا.

## خاصيت:

جيڪڏهن ڪنهن شخص کي ڪا حاجت پيش اچي ته هن شعر کي ٻه دفعا پڙهي دُعا گهُري ته سندس حاجت پوري ٿيندي.

## ضروري وضاحت

جيتوڻيڪ هي بيت بظاهر ڪنهن بي عاشق ۽ معشوق

[1] حسن الجرده ص ۲۹

جي نسبت معلوم ٿي رهيو آهي مگر حقيقت ۾ محبوب حقيقي حضور صلى الله عليه وآله وسلم آهي ۽ عاشق امام بوصيري رحمة الله عليه. محبت ۽ عشق جي دلڪش نظارن ۾ ذي سلم جي پاڙيچن مان مراد حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ۽ سندن اصحابي سڳورا آهن ۽ ناظم امام بوصيري عليه الرحمة سندن فراق ۾ رت جا ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي. يا ان مان مُراد مدينه منوره آهي جيڪو دارالسّلام آهي. يا حضور صلى الله عليه وآله وسلم جو روضو مبارڪ آهي جو شرف ۽ شان ۾ سيني جاين کان وڌيڪ افضل آهي. ڪاظمه: مديني منوره جي ويجهو هڪ ڳوٺ آهي. اضم اتي جي هڪ جبل جو نالو آهي.

امام بوصيري هوا جي جهوٽن ۽ تجليءَ جي چمڪ ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي خوشبوءِ سنگهي ۽ انوار جمال ڏسي رهيو آهي ۽ ڪنهن ٿي عشق نبوي کي ظاهر ڪرڻ پسند نٿو ڪري ته متان ريا ٿي پوي، گوشهٔ تنهائيءَ ۾ ويهي ولولهٔ عشق سان پنهنجي حالت بيان ڪري رهيو آهي.

انهيءَ ڪيفيت کي سنڌيءَ ۾ شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ عليه الرحمة هن طرح بيان فرمايو آهي.

اکين ۾ ٿي ويهه، ته آئون واري ڏکيان،
توکي ڏسي نه ڏيهه، آئون نه پسان کي ٻيو.

امام بوصيريءَ جا هي شعر صاف لفظن ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي تعريف ۾ آهن.

٧

# وَاَثْبَتَ الْوَجْدُ خَطَّىْ عِبْرَةٍ وَّضَنًى
# مِّثْلَ الْبَهَارِ عَلٰى خَدَّيْكَ وَالْعَنَمِ

## مفردات جو شرح

اَثْبَتَ: ثابت ڪيائين. اَلْوَجْدُ: قلبي ڏک. خَطَّىْ: ٻه ليڪا. عِبْرَةٍ: اکين مان وهندڙ پاڻي. ضَنًى: ضعيفي ۽ ڪمزوري. اَلْبَهَارِ: ڦڪو گل، بهار جي اول موسم ۾ ٿيندو آهي. خَدَّى: خدّ جو تثنيه، ٻه ڳل. اَلْعَنَمُ: وڻ، جنهن جا پن نرم ۽ رنگ ڳاڙهو ٿيندو آهي. ڪن عالمن جي قول موجب عنم ميندي کي سڏيو ويندو آهي. [1]

## ترجمو:

تون عشق جو ڪهڙي طرح انڪار ڪري سگهندين؟ جڏهن ته قلبي ڏک، هنجن هارڻ ۽ ڏبرائي جا ٻه ليڪا تنهنجي ڳلن تي ڦڪي گل ۽ ڳاڙهي تاري جهڙا ڪري ڇڏيا آهن.

## مطلب:

اکين مان پاڻي وهائڻ ۽ ڪمزوري جو منهن

[1] العصيده ص ٢١.

۾ نظر اچڻ عشق کي ثابت ڪري رهيو آهي. شاعر عشق جون نشانيون ۽ تاثير ثابت ڪري عاشق کي قائل ۽ اقراري ڪيو آهي ته واقعي هو محبت ۾ مبتلا آهي، جهڙيءَ طرح هيٺ ايندڙ شعر ۾ بيان ٿو ڪري.

(٨)

## نَعَمْ سَرٰى طَيفُ مَنْ اَهْوٰى فَاَرَّقَنِىْ
## وَالْحُبُّ يَعْتَرِضُ اللَّذَّاتِ بِالْاَلَمِ

### مفردات جو شرح:

نَعَمْ: هائو. سَرٰى: رات جو آيو. طَيْفُ[1]: خيال. مَنْ اَهْوٰى: جنهن سان محبت ٿو ڪريان. فَاَرَّقَ: سجاڳ ڪيائين. وَ: حاليه. اَلْحُبُّ: محبت. يَعْتَرِضُ: فعل مضارع اڳيان اچي، مانع بنجي. اَلْاَلَمِ: درد، غم.[2]

### ترجمو:

هائو، رات جو محبوب جو خيال مون وٽ آيو ۽ مون کي سجاڳ ڪيائين ۽ محبت، دنياوي لذتن کان مانع، ٽوڪ ڏيندي آهي.

[1] غياث اللغات ص٣٢٣. [2] العصيدة ص٢٣

## مطلب:

جڏهن شاعر قطعي دليلن سان عاشق کي خاموش ڪرايو ته ڪانئس قيد محبت ۾ اسير ٿيڻ جو سبب پڇيائين. جواب ۾ سچي عاشق تسليم ڪيو ته منهنجون لذتون غم ۾ تبديل ٿي چڪيون آهن، جو مون کي محبوب جي خيال بيتاب ۽ بيقرار بنايو آهي.

## خاصيت:

۱: جيڪڏهن مڙس کي پنهنجي زال متعلق ڪو وهم هجي ته هن شعر کي ترنج پن تي لکي عورت جي ڪابي ٻُبي تي ننڊ جي حالت ۾ رکي ته ننڊ ۾ عورت ڳالهائڻ لڳندي ۽ سڀ بيان ڪندي- مجرب آهي.

۲: اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن شخص ۾ شڪ پوي ته ان سندس ملڪيت مان ڪجهه ڪنيو آهي ته هي شعر ڏيڏر جي رڱيل کل تي لکي پنهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ته چور پاڻهي اچي ان سان ڳالهه ڪندو- باذن الله تعالیٰ. ؎

(۹)

يَا لَائِمِیْ فِی الْهَوَی الْعُذْرِیِّ مَعْذِرَةً
مِنِّیْ اِلَیْكَ وَلَوْ اَنْصَفْتَ لَمْ تَلُمِ

؎ العصيده ص ۲۳

## مفردات جو شرح

يَا: حرف ندا. لَائِمِيْ: يا متكلم جي معنىٰ اي مون کي ملامت ڪندڙ. فِي الْهَوىٰ: محبت ۾. اَلْعُذْرِيِّ: بني عُذره قبيلي ڏانهن منسوب آهي، جنهن قبيلي جا ماڻهو عشق ۾ مشهور هئا ۽ عشق جي درد ڪري جوانيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويندا هئا. يا عذري مان مراد اها محبت جيڪا عذر ٻڌڻ جوڳي هجي ۽ عاشق مجبور، بي اختيار هجي. مَعْذِرَةً: فعل محذوف جو مفعول آهي، اِقْبَلْ مَعْذِرَةً مِنِّيْ: منهنجي طرفان عذر قبول ڪر. لَوْ: حرف شرط جو. اَنْصَفْتَ: فعل ماضي، تون انصاف ڪرين ها. لَمْ تَلُمِ: ته ملامت نه ڪرين ها.

## ترجمو

اي مون کي ملامت ڪندڙ! عشق ۾ منهنجي طرفان عذر قبول ڪر، جيڪڏهن تون انصاف ڪرين ها ته مون کي اهڙي سرزنش ۽ ملامت نه ڪرين ها.

## مطلب

عاشق پنهنجي عشق جو اظهار ڪري معافي طلب ڪري ٿو ته منهنجي دل منهنجي وس ۾ نه آهي، بيوس ۽ بي اختيار تي طعنو هڻڻ ۽ ملامت ڪرڻ انصاف نه آهي.

(١٠)

# عَدَتْكَ حَالِیْ لَاسِرِّیْ بِمُسْتَتِرٍ
# عَنِ الْوُشَاةِ وَلَادَائِیْ بِمُنْحَسِمِ[1]

## مفردات جو شرح

عَدَتْكَ : كاف خطاب جو. عَدَتْ : فعل ماضي، توكان منهنجي محبت جو راز تجاوز كري ويو. عَدَتْ عُدْوَانٌ كان مشتق آهي معنیٰ تجاوز كرڻ، حد كان لنگهڻ، حال، حقيقت ، سرگذشت . سِرٌّ : راز. مُسْتَتِرٌ : پوشيده ، ڍكيل. وُشَاةٌ : وَاشٍ جو جمع ته چغلي هڻندڙ. دَاءَ : بيماري. مُنْحَسِمْ: قطع ٿيندڙ.

## ترجمو

منهنجي عشق جو حال توتي ظاهر ٿي، ٻين تائين پهتو آهي. منهنجو راز چغلخورن كان لكل نه آهي ۽ منهنجو درد ختم ٿيڻ وارو نه آهي.

## مطلب

### هن شعر جا ٽي مطلب آهن

(١) عاشق شاعر كي چوي ٿو ته هاڻي ملامت كو به اثر نٿو كندي



[1] غياث اللغات ص۲۷۸

چوته ڳالهه عالم آشڪار ٿي ويئي آهي. جيئن چغلخور وچ ۾ شرارت ڪندا ته منهنجي عشق وارو درد وڌندو ۽ ڪڏهن به ختم نه ٿيندو.

(٢) ڪي شارح چون ٿا ته هن شعر ۾ عاشق، ملامت ڪندڙن کان ڪي بد دُعا ڪئي آهي ته جڏهن تو منهنجي راز کي نه لڪايو، ملامت نه مڙئين ۽ اها ڳالهه وچي ٻين تائين پهتي ته خدا ڪري تنهنجو حال به مون جهڙو ٿئي ته تو کي به ملامت جو نتيجو معلوم ٿئي ۽ خبر پوي ته عاشق کي ملامت ڪيتري قدر ناگوار لڳندي آهي.

(٣) بعض شارح لکن ٿا ته ان ۾ ملامت ڪندڙ کي دُعا آهي ته منهنجو حال حقيقت ۽ عشق وارو مرض تو کان گذري وڃي، خدا ڪري تو کي نه لڳي. مگر حسن الجرده جي مصنف شرح ڪندي لکيو آهي ته پهرئين معنيٰ مناسب آهي. فصاحت بلاغت جي قوانين سان اها ئي پوري ٿي رهي. والله اعلم [1]

## ١١

## مَحَضۡتَنِي النُّصۡحَ لٰكِنۡ لَّسۡتُ اَسۡمَعُهٗ
## اِنَّ الۡمُحِبَّ عَنِ الۡعُذَّالِ فِيۡ صَمَمٖ

### مفردات جو شرح

مَحَضۡتَنِيۡ النُّصۡحَ: محض کان مشتق آهي معنيٰ خالص

---

[1] حسن الجرده ص ٣٥؛

شيءَ. مراد خالص نصيحت جنهن سان ڪو غرض وابسته نه هجي. النُّصُحَ: خير خواهي ڪرڻ. لٰڪِنْ: استدراڪ جو حرف، جيڪو مخاطب کي مٿئين ڪلام مان شبهو پيدا ٿيو ٿي ته عاشق ان جي نصيحت مڃي آهي، ان کي دفع ٿو ڪري. لَسْتُ: نه آهيان . اَسْمَعُ: صيغو واحد متڪلم ھٗ: ضمير غائب، جنهن جو مرجع النُّصحَ آهي معنیٰ آءٌ ان کي ڪونه ٿو ٻڌان. مُحِبٌّ: عاشق. عُذّالُ: عاذل جو جمع يعني ملامت ڪندڙ. صَمَمَ: نه ٻڌڻ، ٻوڙائپ.

## ترجمو

اي نصيحت ڪندڙ! تو ته مون کي خلوص دل سان نصيحت ڪئي آهي پر آئون اها ٻڌان نٿي ڪونه ٿو ڇو جو محبت رکندڙ عاشق ملامت ڪندڙن جي ملامت ٻڌڻ کان ٻوڙو آهي.

## مطلب

ناصح کي عاشق ٻڌائي ٿو ته آئون توکي ڏسان ٿو ۽ سمجهان ٿو ته تون خيرخواه آهين، پر آئون عشق ۾ ايترو ته مستغرق آهيان ۽ ديوانو بڻ، جو تنهنجي نصيحت ۽ ملامت کي ٻڌان ئي ڪونه ٿو، تنهن ڪري بهتر آهي ته نصيحت نه ڪر.

## خاصيت

جيڪڏهن ڪنهن کي دشمن جي حملي جو ڊپ هجي

تہ مونکي ان کان ايذاءُ پهچندو تہ هن شعر کي کاغذ تي گول ناهي لکي منهن سامهون پنهنجي پٽکي جي هيٺان رکي. انشاءالله العظيم ڪابہ تکليف نہ ايندي. [1]

(۱۲)

## اِنِّيْ اتَّهَمْتُ نَصِيْحَ الشَّيْبُ فِيْ عَذَلِيْ
## وَالشَّيْبُ اَبْعَدُ فِيْ نُصْحٍ مِّنَ التُّهَمِ

### مفردات جو شرح

اِنِّيْ: انّ تحقيق لاءِ، بيشڪ مون. اِتَّهَمْتُ: اِتِّهام کان مشتق، صيغو واحد متڪلم، مون تهمت وارو سمجهيو نَصِيْحَ: فعيل، بمعنیٰ فاعل، نصيحت ڪندڙ. اَلشَّيْبُ: پيري فِيْ: حرف جار. عَذَلِيْ: يا متڪلم جي، عَذَلِ ملامت ڪرڻ. اَبْعَدُ: تمام پري، مطلب پاڪ ۽ صاف آهي. نُصِحَ: خيرخواهي. تُهَمُ: تهمت جو جمع. [2]

### ترجمو

جيتوڻيڪ پيري نصيحت ڪرڻ ۾ تهمتن کان پري آهي، يعني پاڪ ۽ صاف آهي، پر مون ان کي بہ ان نصيحت ۾ تهمت وارو سمجهيو.

---

[1] العصيدة الشهده صنـ۳۰. [2] تهمت بدگماني، غياث اللغات صـ۱۳۶ مطبوعه ڪراچي

## مطلب

وڏي عمر هجڻ هڪ قدرتي امر آهي، وار اڇا ٿيا ته موت جي قريب هجڻ جي نشاني آهي، جيئن هڪ فارسي شاعر چيو آهي:

موئے سفید از اجل آرد پیام
پشت خم از مرگ رساند سلام

پر انسان طبعًا ايترو ته غافل آهي جو باوجود ان اڇن وارن ۽ ڏنگي چيله جي ايئن ٿو سمجهي ته هميشه رهندو ۽ دنيا جي ڪاروبار ۾ اهڙو ته مستغرق آهي جو آخرت جو سفر ان کي ياد به ڪونه آيو آهي.

مرد چوں پیر شود حرص جوان می گردد

معنيٰ: مرد جڏهن پوڙهو ٿئي ٿو ته ان جو حرص جوان ٿئي ٿو.

## عجيب روايت

اميرالمؤمنين سيدنا حضرت عمر رضی اللہ تعالیٰ عنه جڏهن خليفة المسلمين هو، هڪ ماڻهوءَ کي حڪم ڪري ڇڏيو هيائين ته روزانو صبح جو سوير سندس گهر جي ٻنيان سڏ ڪري چوي ته:

يَا عُمَرُ لَا تَنْسَ مَوْتَكَ وَاعْمَلْ فِي الدُّنْيَا بِقَدْرِ مَقَامِكَ فِيهَا

يعني: اي عمر! موت کي نه وسار، دنيا ۾ ايترو ڪر جيترو

دنيا ۾ ٿوڪي رهڻ آهي. [1]

سُتا اٿي جاڳ! ننڊ نہ ڪجي ايتري،
سلطاني سهاڳ، ننڊن ڪندي نہ ملي.

(شاه لطيف)

●

## فصل پيو

# پاڻ کي نفساني خواهشن کان باز رکڻ لاءِ

(١٣)

فَاِنَّ اَمَّارَتِيْ بِالسُّوْءِ مَا اتَّعَظَتْ
مِنْ جَهْلِهَا بِنَذِيْرِ الشَّيْبِ وَالْهَرَمِ

### مفردات جو شرح

فَ : علت جي لاءِ. اِنَّ : تحقيق جي لاءِ. اَمَّارَةٌ : مبالغي جو صيغو امر کان مشتق آهي. ىَ : متڪلم ڏي مضاف آهي، برائيءَ جو امر ڏيندڙ، سرڪش نفس. مَا: نافيه. اِتَّعَظَتْ : اتعاظ کان مشتق

[1] غياث اللغات ص ٣٠٢ -

وعظ قبول ڪرڻ. جَهْلَ: ناداني. نَذِيْرَ: ڊيڄاريندڙ يا بمعنىٰ اِنْذَار ڊيڄارڻ، جيئن نڪير انڪارجي معنىٰ ۾ ايندو آهي. شَيْبِ: پيري. اَلْهَرَمَ: تمام گهڻي پيري.

## ترجمو

بيشڪ منهنجي نفس اماره جهل ۽ اڻ ڄاڻائي جي ڪري پيرسني ۽ پوڙهائيءَ واري نصيحت قبول نہ ڪئي.

## مطلب

عاشق چوي ٿو تہ منهنجو نفس ايترو تہ سرڪش ٿي ويو آهي جو عمر بہ وڌي ٿي ويئي ۽ وار بہ اڇا ٿي ويا آهن پر هن موت کي ياد نہ ڪيو ۽ ان نصيحت جهڙي شيءِ کي بہ تهمت کان پاڪ ۽ صاف نہ سمجهيو ۽ ان جي نصيحت ڪي ڪنهن غرض ۽ مقصد تي مبني سمجهيو.

## نفس جا قسم

### صوفياءِ ڪرام نفس جا ست قسم بيان ڪيا آهن

### ① نفس اماره[1]

جيڪو طبيعت بدنيہ ڏي مائل هجي ۽ لذتن، شهوتن، حرص

[1] اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌ بِالسُّوْءِ. (سورة يوسف رڪوع ۷، پ ۱۳) بيشڪ نفس برائيءَ جو وڏو امر ڪندڙ آهي.

۽ هوا جو امر ڪري ۽ قلب کي سفلي شين ڏي جذب ڪري.
اهو نفس برائين ۽ بد اخلاقين، مثال طور، تڪبر، ضد، بغض
بخل جو مرڪز ۽ ماويٰ هوندو آهي.

## ② نفس لوّامه[1]

جيڪو قلب جي نور سان منور ٿيندو آهي. ڪنهن وقت اطاعت
ڪندو آهي ته ڪڏهن بي فرمان ٿيندو آهي، پر ان تي پشيمان
ٿيندو آهي.

## ③ نفس مُطمَئِنَّه[2]

جيڪو قلب جي نور سان منور ٿي، بد اخلاقيءَ کان پاڪ هوندو
آهي، سهڻن اخلاقن سان سينگاريل هوندو آهي.

## ④ نفس مُلهَمَه[3]

جنهن کي الله تعاليٰ علم، تواضع، قناعت، صبر، تحمل ۽
شڪر جو الهام ڪندو آهي ۽ اهي خوبيون ان ۾ هونديون آهن.

## ⑤ نفس رَاضِيَه[4]

جنهن کان الله تعاليٰ راضي ٿئي ۽ الله تعاليٰ جي رضا منديءَ جا
آثار، جيئن ڪرامت ۽ اخلاص وغيره ان ۾ نظر اچن.

---

[1] هن قسم جو هن آيت ۾ ذڪر آهي: وَلَا اُقْسِمُ بِالنَّفْسِ اللَّوَّامَةِ - معنيٰ: ۽ قسم آهي ان نفس جو جيڪو پنهنجي پاڻ کي ملامت ڪندو آهي. (سورة القيامه رڪوع اول، پ ٢٩-) [2] ان جو هن آيت ۾ ذڪر آهي: يَآاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ارْجِعِيْٓ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ط يعني: اي اطمينان وارا نفس! پنهنجي رب ڏي موٽ راضي ٿيندڙ (تون ان کان) راضي ڪيل (خدا تعاليٰ تو کان) (سورة الفجر پ ٣٠) - [3] هي قرآن پاڪ جي -باقي ايندڙ صفحي تي

## ⑥ نفس مَرْضِيَّه[ل]

جيڪو الله تعالىٰ کان راضي هجي، جيئن الله تعالىٰ فرمايو:
"وَرَضُوْا عَنْهُ" ۽ ڪرامتن ۽ معرفتن جو مرڪز هجي.

## ⑦ نفس صَالِحَهْ

جيڪو اسرار ۽ رموز جو مقام هجي. خدا تعالىٰ ۽ ان جي وچ ۾ راز ۽ رمزون هجن.

- پهريون نفس ڪافرن، شيطانن ۽ فاسقن جو آهي.
- ٻيو نفس مؤمنن غير فاسقن جو آهي.
- ٽيون نفس متعلم شاگردن جو آهي.
- چوٿون نفس معلمن عاملن جو آهي.
- پنجون نفس اولياء ڪرام جو آهي.
- ڇهون نفس عارفن جو آهي.
- ستون نفس نبين ۽ رسولن جو آهي. (عليهم الصلوٰة والسلام)

قصيده برده جي مصنف جو نفس پنجين قسم جو آهي. اهو پاڻ ولي ڪامل آهي پر تواضع ۽ انڪساريءَ خاطر پاڻ کي گهٽ ٿو چوي.

---

[ع] هن آيت مان ورتل آهي: فَاَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوٰهَا. (سورة الشمس پ ٣٠)

[ل] هن قسمن جو ذڪر قرآن شريف ۾ مطمئنه سان گڏ آيل آهي. ١٢

(۱۴)

# وَلَا اَعَدَّتُ مِنَ الْفِعْلِ الْجَمِيْلِ قِرَى

# ضَيْفٍ اَلَمَّ بِرَاْسِيْ غَيْرَ مُحْتَشِمِ

## مفردات جو شرح

لَااَعَدَّتْ: اعداد کان مشتق آهي، تيار ڪرڻ. اَعَدَّتْ جو فاعل ضمير آهي جيڪو نفس ڏي راجع آهي. فِعْلِ جَمِيْل: چڱو ڪم. قِرٰی: مهماني. ضَيْفِ: مهمان. اَلَمَّ: المام کان ورتل آهي لهڻ، نازل ٿيڻ. رَاْسُ: مٿو. غَيْرَ مُحْتَشِمِ: جيڪڏهن غير جي زير پڙهبي ته ضيف جي صفت آهي، جي زبر پڙهبي ته حال آهي. معنیٰ جنهن جي تعظيم نه ڪئي وڃي. مراد اهو مهمان آ جيڪو بنا سڏ جي اچي. استعاره آهي پيرسنيءَ کان، جنهن جو اچڻ سيني کي ناگوار لڳندو آهي.

## ترجمو

منهنجي نفس صالح عملن سان ان مهمان لاءِ مهماني تيار نه ڪئي، جيڪو بغير سڏڻ جي آيو.

## مطلب

مون تي واجب هو ته آئون وڏي عمر کان اڳ ۾ عمل صالح ڪريان ها.

ـه غياث اللغات مطبوعه ڪراچي ص ۳۸۶.

(١٥)

# لَوْكُنْتُ اَعْلَمُ اِنِّيْ مَا اُوَقِّرُهٗ
# كَتَمْتُ سِرًّا بَدَالِيْ مِنْهُ بِالْكَتَمِ

## مفردات جو شرح

لَوْ: شرط جو حرف. كُنْتُ: واحد متكلم. اَعْلَمُ: فعل مضارع صيغه واحد متكلم مان ڄاڻڻ و هجان ها. اُوَقِّرُ: توقير کان نڪتل معنيٰ تعظيم. كَتَمْتُ: ڍڪيان ها. كَتْمُ کان مشتق آهي. سِرٌّ: راز. بَدَا: بُدُوٌّ کان مشتق آهي، ظاهر هجڻ. كَتَمِ[1]: رنگ جنهن سان وارڪارا ڪبا آهن. خرپوتي ان مان مراد حِنَاءُ يعني ميندي ورتي آهي، ان سان وارن جي اڇاڻ ڍڪجي ويندي آهي، ان ڪري ان کي ڪتم سڏ يندا آهن.

## ترجمو

جيڪڏهن مون کي علم هجي ها ته آئون ان مهمان (اڇن وارن) جي عزت نه ڪري سگهندس ته آئون ان راز کي جيڪو ظاهر ٿيو هو، ڪتم رنگ (ميندي) سان ڍڪي ڇڏيان ها.

---

[1] غياث اللغات مطبوعه ڪراچي ص ٣٣٦.

## مطلب

جيڪڏهن مون کي اها خبر پوي ها ته آئون گناهن کان نه بچي سگهندس ته هن اچڻ وارڻ کي رنگ ڏيئي ڪارو ڪري ڇڏيان ها ته ڪواڇي ڏاڙهي جا طعنا ته نه هجي ها! پر مون ناعاقبت انديش کان اهو به نه ٿي سگهيو.

(١٦)

# مَنْ لِّيْ بِرَدِّ جِمَاحٍ مِّنْ غَوَايَتِهَا
# كَمَا يُرَدُّ جِمَاحُ الْخَيْلِ بِاللُّجُمِ

## مفردات جو شرح

مَنْ: استفهام، ڪير؟ لِيْ: مون لاءِ ضامن يا ڪفيل. رَدٌّ: روڪڻ. جِمَاحُ: سرڪشي. غَوَايَتِهَا: گمراهي. هَا: ضمير نفس اماره ڏي راجع آهي. يُرَدُّ: مضارع مجهول، موٽايو وڃي. جِمَاحُ الْخَيْلِ: سرڪش گهوڙو. اللُّجُمُ[١]: لجام جو جمع معنيٰ لغام.

## ترجمو

ڪا مون لاءِ اهڙو ذمه دار آهي جو منهنجي نفس جي

[١] غياث اللغات مطبوعه ڪراچي ص٢٣٦.

سرڪشيءَ ڪي جيڪا گمراهه ھجڻ جي ڪري ٿي آهي
اهڙيءَ طرح روڪي جهڙيءَ طرح سرڪش گھوڙي
کي لغام سان روڪيو ويندو آهي.

## مطلب

هن شعر ۾ ٻن جاين تي جماح جو لفظ آيل آهي. پهرئين
سٽ ۾ جماح حاصل بالمصدر آهي، معنیٰ سرڪشي. ٻي سٽ
۾ جماح، جموح جو جمع آهي. جيڪو الخيل اسم جنس ڏانهن
مضاف آهي. استفهام انڪاري نه بلڪ بطور يقيني استعطاف
آهي يعني آهي ڪو؟ جو خدا جي واسطي منهنجي دستگيري
ڪري ۽ مون کي گمراهيءَ جي کُن مان ڪڍي سلامتيءَ جي ڪناري
تي پهچائي! مگر حضور صلی الله عليه واٰله وسلم مهرباني ڪندو
جنهن جي مدح ۾ مشغول آهيان.

## ١٧

فَلَا تَرُمْ بِالْمَعَاصِيْ كَسْرَ شَهْوَتِهَا
اِنَّ الطَّعَامَ يُقَوِّيْ شَهْوَةَ النَّهِمِ

## مفردات جو شرح

لَاتَرُمْ: فعل نهي حاضر، رومر کان مشتق آهي، معنیٰ طلب
ڪرڻ. اَلْمَعَاصِيْ: معصيت جو جمع، گناهه. كَسَرُ: ڀڃڻ.

اَلطَّعَامُ: هر قسم جي خوراڪ. يُقَوِّيْ: تقويت ڪان ورتل آهي شَهْوَةً: نفس جي خواهش. النَّهِمُ: گهڻي کائڻ وارو.

## ترجمو

نفس جي خواهش کي گناهن سان ختم ڪرڻ جو ارادو نه ڪر ڇو ته طعام گهڻي کائيندڙ جي خواهش کي وڌائيندو آهي.

## مطلب

اهو خيال نه ڪر ته گناهن ڪرڻ سان نفس ٿڪجي هٽندو جيئن ڀين شين کان ٿڪجي پوندو آهي، پر جيئن پيٽي ماڻهوءَ کي گهڻي کائڻ جي ڪري خواهش وڌندي آهي، تيئن نفس به گناهن جي ڪري غرور ڪندو وڌندو ويندو آهي.

(١٨)

وَالنَّفْسُ كَالطِّفْلِ إِنْ تُهْمِلْهُ شَبَّ عَلٰى
حُبِّ الرَّضَاعِ وَإِنْ تَفْطِمْهُ يَنْفَطِمِ

## مفردات جو شرح

وَ: عطف لاءِ. نَفْسُ: ان مان مراد نفس امّاره آهي. كَالطِّفْلِ

له القاموس المحيط ص ١٨٢ جزء رابع مطبوعه قاهره

ڪاف تشبيه جو. طِفْلِ: ڇوڪرو. جڏهن ٻار پيٽ ۾ هوندو آهي ته ان کي جِنين چوندا آهن، جڏهن ڄمندو آهي ته ان کي وليد چوندا آهن. جڏهن ڏينهن گذرندا آهن ته ان کي طفل چوندا آهن. جيئن جيئن عمر وڌندي ويندي آهي ته ان کي صَبِيٌّ چوندا آهن، مُرَاهِقٌ، غلام ١٩ سالن تائين چيو ويندو آهي. ان کان بعد ٣٣ سالن تائين شَابٌّ، ٥١ سالن تائين ڪَهْلٌ ان کان پوءِ شيخ چئبو آهي.

ڪن شارحن جو چوڻ آهي ته کير پيئڻ جي مدت تائين ان کي رَضِيْعٌ چوندا آهن. تُهْمِلْهُ: اهمال کان مشتق آهي، صيغه واحد مذڪر مخاطب آهي ۽ معنيٰ: ان کي پنهنجي حالت تي ڇڏي ڏيندين. شَبَّ: جوان ٿيندو. رِضَاعٌ: کير. تَفْطِمْ: فطام کان مشتق آهي. ٻار جو کير ڇڏائڻ. يَنْفَطِمْ، اِنْفِطَام کان ورتل آهي، کير ڇڏي ڏيڻ.

## ترجمو

۽ نفس ان ٻار وانگر آهي، جنهن کي تون جيڪڏهن کير پيار يندو رهندين ته کير جي محبت ۾ نوجوان ٿيندو ۽ جيڪڏهن تون ان کان کير پيارڻ ڇڏائيندين ته ته ڇڏي ڏيندو.

## مطلب

ٻارسان نفس جي تشبيه ڏيڻ جو مطلب هي آهي ته جيتوڻيڪ نفس خلقت جي اعتبار سان سرڪش آهي، پر ٻارن وانگر

تعليم ۽ تربيت جي صلاحيت رکي ٿو- ان ڪري ان جو خيال چڱي ڪمن ڏانهن ڪرڻ گهرجي.

(١٩)

# فَاصْرِفْ هَوَاهَا وَحَاذِرْ اَنْ تُوَلِّيَهُ

# اِنَّ الْهَوٰى مَا تَوَلّٰى يُصْمِ اَوْ يَصِمُ

## مفردات جو شرح

اِصْرِفْ: امر جو صيغو، صرف کان ورتل، ڦيرائڻ. هَوَاهَا: خواهش حَاذِرْ: بمعنیٰ اِحْذِرْ امر جو صيغو، ڊڄ تون. تُوَلِّيَهُ: مضارع مخاطب معنیٰ حاڪم بنائڻ. تَوَلّٰى: ماضي غائب، حاڪم بنجڻ. يُصْمِ: اصماء کان ورتل آهي، شڪار کي اهڙي طرح تيرهڻ جو ان جاءِ کان سُري نه سگهي. يَصِمُ: وصم کان ورتل آهي، بيمار ڪرڻ عيب وارو ڪرڻ. يَصِمْ ۽ يُصْمِ جو ضمير هوىٰ ڏانهن راجع آهي.

## ترجمو

روڪ تون نفس کي سندس خواهشات کان ۽ ان کان ڊڄ متان ان کي حاڪم بنائين؛ ڇو جو نفس جي خواهش جنهن تي غالب ٿيندي آهي، ان کي ماريندي آهي يا بيمار، عيبدار بنائيندي آهي.

## مطلب

نفس کي پار وانگر ڍر نه ڏي؛ ڇو ته اهو جيڪڏهن

مهلت وٺي سرڪش ۽ غالب ٿي ويو ته پوءِ ان جو علاج ناممڪن آهي ۽ توکي دين جي لحاظ کان بيڪار بنائي ڇڏيندو.

(٢٠)

# وَرَاعِهَا وَهِيَ فِي الْأَعْمَالِ سَائِمَةٌ
# وَإِنْ هِيَ اسْتَحَلَّتِ الْمَرْعٰى فَلَا تُسِمِ

## مفردات جو شرح

راعِ: صيغه امر مخاطب، مراعات کان نڪتل آهي ماده رعي چرڻ.
اعمال: عمل جو جمع، چڱا ڪم. سَائِمَةٌ: سوم کان ورتل، چرڻ.
اِسْتَحَلَّتْ: صيغه واحد مؤنث غائب فعل ماضي، اِسْتَحَلّٰى يَسْتَحْلِيْ جي باب کان اِسْتِحْلَاءٌ مٺو سمجهڻ. مَرْعیٰ [1]: مال کي چارڻ واري جڳهه، چراگاهه. وِيُ تُسِمْ: اسامة کان ورتل، چارڻ. [2]

## ترجمو

حفاظت ڪرتون اُن نفس جي جنهن وقت اهو اعمال (جي وئي ۾) چرندڙ آهي. جيڪڏهن اهو وئي مٺو سمجهڻ لڳي ته پوءِ ان کي چرڻ نه ڏي.

## مطلب

جيڪڏهن نفس نيڪ عملن ۾ مشغول رهي ٿو ته به ان جي حفاظت ڪرڻ گهرجي ۽ سوچڻ کپي ته اهو مشغلو خاص خدا واسطي

[1] غياث اللغات ص٦٣٢ مطبوعه ڪراچي. [2] حسن الجرده ص٥٥ ۽ العصيده ص٢٦

تو ڪري يا رياء لاءِ؟ جو ته رياء ڪرڻ جي ڪري ثواب جي بجاءِ گناهه جو امڪان آهي، ان حالت ۾ ان کي روڪ ته اهڙا رياء وارا عمل نه ڪري.

## تنبيه

انهن عملن ۾ فرض، واجب ۽ مؤڪده سنتون شامل نه آهن جيڪڏهن انهن ۾ رياء پيدا ٿئي ته به عمل ڪندو رهي ۽ ان رياء کي ختم ڪرڻ لاءِ صوفياءِ ڪرام جي ڏسيل طريقن ذريعي عملن کي خالص لوجه الله ڪرڻ گهرجي.

(٢١)

## كَمْ حَسَّنَتْ لَذَّةً لِلْمَرْءِ قَاتِلَةً ... مِنْ حَيْثُ لَمْ يَدْرِ اَنَّ السَّمَّ فِي الدَّسَمِ

### مفردات جو شرح

ڪَمْ: خبريه. حَسَّنَتْ: فعل ماضي، مصدر تحسين سينگارڻ. مَرْءُ: مرد. قَاتِلَةً: قتل ڪندڙ. لَمْ يَدْرِ: دِرايت کان ورتل، ڄاڻ. سَمَّ[1]: زهر. دَسَمِ[2]: سڻڀو کاڌو.

### ترجمو

نفس انسان لاءِ ڪيترين لذتون سينگاريون، جيڪي

[1] غياث اللغات ص ٣٧٢ مطبوعه ڪراچي. [2] غياث اللغات ص ٣١١ مطبوعه ڪراچي.

هلاڪ ڪندڙ آهن. اهڙيءَ طرح جوان کي خبر نه پيئي ته ڪو سٽيي
ڪاڏي ۾ زهر مليل آهي.

## مطلب

نفس اڪثر ڪري انسان کي ڏوڪو ڏيندو آهي جو هلاڪ
ڪندڙ شيون ان کي مايۀ حيات سمجهه ۾ اينديون آهن ۽ ڏوکي
۾ اچڻ جو سبب هي آهي جو انسان کي سمجهه جي لياقت به
آهي پر اهو پوءِ به سٽيي ڪاڏي ۾ پيل زهر جو فرق مشڪل
تو ڪري سگهي. بلڪ ان ڪاڏي جي لذيذ ۽ سٽيي هجڻ ڪري
زهر محسوس ئي ڪونه ٿيندو آهي. اهڙيءَ طرح نفس غدار مڪار
جي ڏوکي کي به انسان نه سمجهندو آهي ۽ ان ۾ سندس هلاڪت
هوندي.

## (٢٢)

# وَاخْشَ الدَّسَائِسَ مِنْ جُوْعٍ وَّمِنْ شِبَعٍ
# فَرُبَّ مَخْمَصَةٍ شَرٌّ مِّنَ التُّخَمِ

## مفردات جو شرح

اِخْشَ: امر جو صيغو. خَشِيَ، يَخْشىٰ، خَشْيَةً ڊڄڻ. دَسَائِسَ:
دَسِيْسَةٌ جو جمع، خفيه رٿ يا تدبير، مُراد مخفي عيب. جُوْعٌ:
بک. شَبْعٌ: ڍؤ. رُبَّ: ڪثرت جي معنيٰ ۾ مستعمل آهي. مَخْمَصَةٍ:
بک. شَرٌّ: بڇڙو. تُخَمٌ: تُخَمَه جو جمع، معدي جو خراب ٿيڻ.

## ترجمو

ڍڄ لوڻ اندروني نقصانن کان جيڪي بک ۾ ڏوجي ڪري ٿيندا آهن ڇو ته اڪثر گهڻو بکيو رهڻ گهڻي کائڻ کان خراب آهي.

## مطلب

اڪثر دولتمندي جنهن جي خواهش لاءِ انسان مرندو آهي، مسڪينيءَ کان بدتر هوندي آهي: ڇوته دولت جي ڪري اڪثر انسان گناهن ۾ مبتلا ٿيندو آهي. گهڻي بک ۾ گهڻي کائڻ بنهي ۾ کان بچڻ گهرجي: ڇوته گهڻو کائڻ جيئن بک انسان کي غافل ڪري ٿو، پر بک به خراب آهي: "بک بجهڻ و ٽوڙ دانا ۽ ديوانا ڪري" جو مثال مشهور آهي. بک جي ڪري انسان بي شڪر ۽ بي صبر ٿيو پوي. مٿان ڪنهن وقت بک انسان کي بي صبر ڪاڻ بنائي ڇڏي ٿي، ان ڪري نفس جي چالاڪين کان خبردار رهجي مٿان بک جي ڪري ٿو ڪُل جي ترهو هٿان هليو وڃي.

## (٢٣)

## وَاسْتَفْرِغِ الدَّمْعَ مِنْ عَيْنٍ قَدِ امْتَلَأَتْ

## مِنَ الْمَحَارِمِ وَالْزَمْ حِمْيَةَ النَّدَمِ

مفردات جو شرح: اِسْتَفْرِغْ: استفراغ کان امر آهي

خالي ڪرڻ. دَمۡعَ : هنجون هارڻ، ڳوڙها. عَيۡنَ : اک. اِسۡتَلَاءَ تُ : امتلاء کان ورتل، ڀرجڻ. مَحَارِمُ : محرم جو جمع، حرام. اِلۡزَمَ : لزوم کان ورتل، لازم ڪري وٺڻ. حَمۡيَةً : بچاء. اَلنَّدَمِ : پشيماني

## ترجمو

تون پنهنجي اک کي ڳوڙهن وهائڻ سان خالي ڪر، جيڪا حرام شين ڏسڻ جي گناهه سان ڀريل آهي ۽ حرام کان اکين جي نگهباني پاڻ تي لازم ڪري ڇڏ.

## مطلب

اي مجرم! ايتري قدر روءِ ۽ رڙ جو اکين ۾ پاڻي نه رهي ۽ ان روئڻ ۽ گناهن تي پشيمانيءَ تي مضبوط ۽ محڪم رک ڇو ته جهڙيءَ طرح پاڻي سان جسماني پليدي ڌوپي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح روئڻ سان گناهن جي نجاست دور ٿيندي آهي.

## هن شعر جي خاصيت

هن شعر کي جيڪو ماڻهو هر نماز کان بعد يارهن دفعا پڙهندو رهي ته ان کي علم ۽ تقرير ۾ ملڪو پيدا ٿيندو.[١]

عالم يا شاگرد کي مطالعو ڪندي ڪو مقام ڏکيو لڳي ۽ سمجهه ۾ نه اچي ته هن شعر کي ١١٩ ڀيرا پڙهڻ سان اهو مشڪل مقام آسان ٿي پوندو.[٢]

---

١. حسن الجرده ص ٤٩. ٢. العصيده ص ٥٣.

٢٤

# وَخَالِفِ النَّفْسَ وَ الشَّيْطَانَ وَاعْصِهِمَا
# وَإِنْ هُمَا مَحَّضَاكَ النُّصْحَ فَاتَّهِمْ

## مفردات جو شرح

خَالِفْ: امر جو صيغو، مخالفت کان ورتل آهي، جنهن ۾ مبالغي جي معنيٰ رکيل آهي. اَلنَّفْسُ: ان مان مراد نفس امارة آهي. اَلشَّيْطٰنُ: بر وزن فَيْعال، نون اصلي آهي، شَطَنٌ کان ورتل آهي معنيٰ پري ٿيو، جوته شيطان خدا جي رحمت کان پري ٿيو - ان ڪري ان کي شيطان سڏيو ويو آهي. يا شيطان فعلانٌ جي وزن تي آهي، پوءِ نون زائده سڏيو ويندو ۽ شاط کان مشتق ٿيندو معنيٰ هلاک ٿيو. اِعْصِ: امر جو صيغو، عصيان کان ورتل آهي، سرڪشي. اِنْ: شرطيه هُمَا: ضمير نفس ۽ شيطان ڏي راجع آهي. مَحَّضَا: تمحيض کان ورتل آهي، خالص ڪرڻ. نُصْحُ: خيرخواهي. فَاتَّهِمْ: امر جو صيغو اِتِّهَامُ کان ورتل آهي، تُهمت وارو بڻائڻ. [۱]

## ترجمو

تون نفس ۽ شيطان جي مخالفت ڪر ۽ انهن جو بي فرمان ٿي، جيڪڏهن اهي توکي خالص نصيحت ڪن ته به ان کي تهمت وارو سمجھ.

---

[۱] حسن الجرده ص ٤٩.

## مطلب

نفس ۽ شيطان اهڙا ته دشمن آهن جو اهي جيڪڏهن پاڻ کي ڪيترو به سچو ۽ خير خواه چون ته به انهن کي سچو نه سمجهڻ گهرجي، ڇو ته ان جي فطرت ئي عداوت آهي.

## هن شعر جي خاصيت

هنن ٻن شعرن کي جيڪو شخص جمعي نماز کان پوءِ يارهن (١١) ڀيرا پڙهندو ته اهو الله تعاليٰ جي مهرباني سان گناهن کان بچندو رهندو. ؎

(٢٥)

# وَلَا تُطِعْ مِنْهُمَا خَصْمًا وَّلَا حَكَمًا ۞ فَاَنْتَ تَعْرِفُ كَيْدَ الْخَصْمِ وَالْحَكَمِ

## مفردات جو شرح

وَاوُ: عطف جو. لَا تُطِعْ: نهي، اطاعت ڪان ورتل، فرمانبرداري ڪرڻ. مِنْهُمَا: هي ضمير، نفس ۽ شيطان ڏي راجع آهي. تَعْرِفُ: معرفت کان ورتل، سڃاڻڻ. كَيْدَ: مڪر. خَصْمَ: دشمن، بدخواه مخالف. حَكَم: منصف، اهو حاڪم جيڪو ٻن ڌرين جو صلح تي فيصلو ڪري.

؎ حسن الجرده ص ٥٠

## ترجمو

نفس ۽ شيطان ٻنهي جي تابعداري نه ڪر، خواه دشمن جي صورت ۾ اچن يا فيصلي ڪندڙ حڪم جي صورت ۾ تون دشمن ۽ حاڪم جي مڪر کي سڃاڻين ٿو.

## مطلب

خصم مان مراد نفس آهي، جنهن جي برائي ظاهر طور سان ۾ نه ايندي آهي. حڪم مان مراد شيطان آهي، جو ته اهو به ظاهر ۾ سڄڻ ٿي آهي پر اندر ۾ دشمن هوندو آهي ۽ ڌوڪو ڏيندو آهي.

## هن شعر جي خاصيت

جيڪڏهن ڪو شخص گناهن تي اسرار ۽ دوام ڪندڙ آهي ۽ سندس نفس توبه ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي ته جمعي نماز کان پوءِ هي شعر ڪاغذ تي لکي گلاب جي پاڻيءَ سان ڌوئي پيئي ۽ جمعي جي نماز کان وٺي سومهڻي نماز تائين اتي ويٺو رهي. خدا جي دربار ۾ توبه ۽ زاري ڪري ۽ حضور پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جن تي صلوٰت شريف پڙهندو رهي، ان جڳهه کان اٿندو ئي ڪونه ته هن کي نفس تي غلبو حاصل ٿيندو ۽ کيس توبه جو طريقو حاصل ٿيندو ۽ گناهن کان دور گذارسيندو. [۱]



[۱] العصيده ص ۵۸.

٢٦

# أَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ مِنْ قَوْلٍ بِلَا عَمَلٍ
# لَقَدْ نَسَبْتَ بِهٖ نَسْلًا لِّذِيْ عُقُمٍ

## مفردات جو شرح

استغفار: بخشش گهرڻ. لَقَدْ نَسَبْتُ: نسبت ڪئي مون. نَسْلاً: اولاد. عُقُمٍ: سنڍ هجڻ.

## ترجمو

آءٌ الله تعاليٰ کان پناهه ۽ بخشش گهران ٿو اهڙي ڪلام کان جنهن تي مون ڪي عمل نه آهي (عمل کانسواءِ ٻين کي نصيحت ڪرڻ) ڇڻ ته سنڍ عورت ڏي اولاد جي نسبت ڪرڻ آهي.

## مطلب

شاعر پنهنجي نفس کي عمل ڪرڻ کان سواءِ سنڍ عورت سان تشبيه ڏئي چوي ٿو ته جهڙيءَ طرح سنڍ عورت مان ٻار پيدا نٿيندو آهي، اهڙيءَ طرح آءٌ به آهيان جو پاڻ به گناهن ۾ مبتلا آهيان ۽ ٻين کي چڱائي ٿو چوان، پوءِ جهڙيءَ طرح سنڍ عورت ٻار نه ڄڻيندي اهڙيءَ طرح منهنجي وعظ مان به نتيجو ڪو نه نڪرندو.

(٢٧)

## اَمَرْتُكَ الْخَيْرَ لٰكِنْ مَّا أْتَمَرْتُ بِهٖ
## وَمَا اسْتَقَمْتُ فَمَا قَوْلِيْ لَكَ اسْتَقِمْ

### مفردات جو شرح

اَمَرْ: حڪم ڏيڻ. خَيْر: چڱائي، نيڪي. لٰكِنْ: استدراڪ لاءِ. مَا: نافيه. اِئْتَمَرْتُ: ائتمار ڪان ورتل، حڪم مڃڻ. مَا: نافيه. اِسْتَقَمْتُ: صيغو واحد متڪلم، استقامت ڪان ورتل، سچائيءَ تي قائم رهڻ. فَمَا قَوْلِيْ: مَا توبيخ لاءِ، ڪهڙو وچوڻ منهنجو. اِسْتَقِمْ: استقامت ڪان امر آهي.

### ترجمو

مون توکي نيڪيءَ جو امر ڪيو پر مون ان تي عمل نه ڪيو ۽ جڏهن آئون سڌي راهه تي نه هليس ته پوءِ منهنجو چوڻ توکي ڪهڙو ته تون سڌي راهه تي هل!

### مطلب

پهريائين پاڻ عمل ڪجي پوءِ ٻئي کي چئجي، جڏهن پاڻ عمل نه آهي ته ٻئي کي چوڻ بيڪار آهي، جيئن حضرت شيخ سعدي عليه الرحمة فرمايو آهي ته: **او خويشتن گم است کرا رهبري کند؟**

يعني، جيڪو پاڻ گمراهه آهي، اهو ٻئي جي ڪهڙي رهبري ڪندو؟

(٢٨)

# وَلَا تَزَوَّدْتُ قَبْلَ الْمَوْتِ نَافِلَةً
# وَلَمْ اُصَلِّ سِوٰى فَرْضٍ وَّلَمْ اَصُمِ

## مفردات جو شرح

واؤ: عاطفه. لَا: نافيه. تَزَوَّدْتُ: فعل ماضي، ٿمر ٿا هي رکڻ. قَبْلَ الْمَوْتِ: موت کان اڳ ۾. نَافِلَةً: فرض کان زياده عبادت. لَمْ اُصَلِّ: صيغو واحد متڪلم فعل جحد معلوم، صلوٰت، نماز، فرض اهو حڪم جو قطعي نص سان ثابت ٿيو هجي. لَمْ اَصُمِ: صوم، روزو رکڻ.

## ترجمو

مون موت کان اڳ ۾ ڪا نفلي عبادت ٺمر ڪري نه رکي نه مون فرضي نماز کان سواءِ ڪا نماز نه پڙهي ۽ نه مون فرضي روزي کانسواءِ ڪو روزو رکيو.

## مطلب

فرض کان سواءِ نفلي عبادتون ٻئي آهن جن سان ٻانهي کي رب پاڪ جي دربار ۾ قرب ۽ ويجهڙائي حاصل ٿيندي آهي، مگر

مون کان اهي ٿي نہ سگهيا آهن ، آئون پنهنجي عباد تن واري حق ادا ڪرڻ کان قاصر رهيو آهيان هن شعر ۾ شاعر انڪساري نٿو ڪري، فخر نٿو ڪري.

## فصل ٿيون

## رَسُوْلُ اللهِ صلي الله عليه وسلم جِي تعرِيفَ ۾

(٢٩)

ظَلَمْتُ سُنَّةَ مَنْ اَحْيَا الظَّلَامَ اِلٰى
اِنِ اشْتَكَتْ قَدَمَاهُ الضُّرَّ مِنْ وَرَمِ

### مفردات جو شرح

ظَلَمْتُ : ظلم کان ورتل آهي، ڪنهن شيءِ جو غير محل ۾ رکڻ. سُنَّةَ : طريقو، مراد آهي سنت نبويءَ کي ڇڏڻ. اَحْيٰ : احياءُ کان ورتل آهي ماضيءَ جو صيغو آهي. ظَلَامٌ[1] : اونده واريون راتيون. اِشْتَكَتْ : اشتڪاء کان ورتل، گلا ڪرڻ. قَدَمَاهُ : قدم جو تثنيه، ٻه پير ضُرَّ : تڪليف. وَرَمَ : سوڄ.

### ترجمو

افسوس ! مون ان نبي صَلَّى اللهُ عَليهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي سنت



[1] غياث اللغات ص ٣٢٢ مطبعه ڪراچي.

ڪي ڇڏي ڏنو، جيڪو انداهين راتين ڪي عبادت سان زنده رکندو هو ايتري قدر جو سندن قدم مبارڪ گهڻي بيهڻ جي ڪري سُڄي پوڻ جي تڪليف جي شڪايت ڪندا هئا.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ايتري عبادت ڪندا هئا جو بيهڻ جي ڪري سندن پيرن مبارڪن تي سوڄ ٿي پوندي هئي. جيئن حديث[له] جي ڪتابن ۾ آيل آهي ته: اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته يارسول الله! اوهان کي الله تعالىٰ بخشي ڇڏيو آهي، پوءِ ايتري محنت ڇو ٿا ڪريو؟ پاڻ فرمايائون، ڇا! آئون الله تعالىٰ جو شڪرگذار ٻانهون نه ٿيان.

## (٣٠)

## وَشَدَّ مِنْ سَغَبٍ اَحْشَآءَهٗ وَطَوىٰ
## تَحْتَ الْحِجَارَةِ كَشْحًا مُّتْرَفَ الْاَدَمِ

## مفردات جو شرح

شَدَّ: ٻڌائين. سَغَبٌ: بک. اَحْشَآءٌ: حشاء جو جمع، دل يا دل وانگر ٻيو جيڪا به شي پيٽ ۾ موجود هجي، آنڊا، جگر وغيره. طَوىٰ:

---

له عَنِ الْمُغِيْرَةِ بْنِ شُعْبَةَ قَالَ صَلّٰى رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّمَ حَتّٰى اِنْتَفَخَتْ قَدَمَاهُ فَقِيْلَ لَهٗ اَتَتَكَلَّفُ هٰذَا وَقَدْ غَفَرَ اللّٰهُ لَكَ مَا تَقَدَّمَ مِنْ ذَنْبِكَ وَمَا تَاَخَّرَ قَالَ اَفَلَا اَكُوْنُ عَبْدًا شَكُوْرًا. حضرت مغيره بن شعبه رضي الله عنه کان روايت ٿيل آهي ته: رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم
باقي ايندڙ صفحي تي

ڏيڏهيائين. اَلْحِجَارَةُ: پٿر. كَشْحٌ: پاسو. مُتْرَفٌ: نازڪ، اِتْرَافٌ نعمت سان نپائڻ. اَدَمٌ: نرم ۽ نازڪ کل.

## ترجمو

اهاذات پاڪ، جنهن بڪ جي ڪري پيٽ کي چڪي ٻڌو ۽ نازڪ نرم کل واري پاسي جي هيٺان پٿر ٻڌا.

## مطلب

روايت آهي ته حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن بک جي شدت ۽ تڪليف جي ڪري پنهنجي پيٽ ۽ پاسي تي پٿر ٻڌ ندا هئا[1] جو ته پيٽ تي ڪنهن سخت شي ٻڌڻ سان بک گهٽ ٿيندي ٿي. ان ۾ اصحابن سڳورن کي سبق ڏيڻو هو ته صبر ۽ تحمل هيئن ڪرڻ گهرجي. حضور جن جي اها مسڪيني اختياري هئي ۽ اضطراري ڪانه هئي.

## ٣١

## وَرَاوَدَتْهُ الْجِبَالُ الشُّمُّ مِنْ ذَهَبٍ عَنْ نَفْسِهٖ فَاَرَاهَا اَيَّمَا شَمَمِ

بقيه حاشيه پوئين: ايتري نماز پڙهي جو سندن قدم (مبارڪ) سڄي پيا. پوءِ ڪن عرض ڪيو ته اوهان ايتري تڪليف ڇو ٿا ڪريو، حالانڪ اوهان کي الله تعالیٰ بخشي ڇڏيو آهي. پاڻ فرمايائون ته پوءِ شڪرگذار ٻانهو نه ٿيان.

[1] عَنْ اَبِيْ طَلْحَةَ قَالَ شَكَوْنَا اِلٰى رَسُوْلِ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَرَفَعْنَا عَنْ بُطُوْنِنَا عَنْ حَجَرٍ حَجَرٍ فَرَفَعَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَنْ بَطْنِهٖ عَنْ حَجَرَيْنِ. شمائل ترمذی مع خصائل نبوی، ص ٣٣٥ مطبوعه اصح المطابع ڪراچي.

حضرت ابو طلحه رضی الله عنه کان روايت آهي ته اسان رسول الله صلی الله عليه وسلم جن وٽ شڪايت ڪئي ۽ پنهنجي پيٽ تي ٻڌل باقي ايندڙ صفحي تي.

ـه شمائل ترمذی مع خصائل نبوی ص٣١٣ مطبوعه اصح المطابع ڪراچي.

## مفردات جو شرح

رَاوَدَتْهُ: مُرَاوَدَة کان ورتل آهي، آمدرفت رکڻ، ڪنهن ڪي قاسائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. جِبَالَ: جبل جو جمع. شُمٌّ: جبال جي صفت، نهايت بلند. ذَهَبَ: سون. اَرَاهَا: جو ضمير حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن راجع آهي. اَيَّ: ڪنهن شيءِ جي عظمت تي دلالت ڪرڻ لاءِ. شَمَم: بي پرواهي، ڪمال.

## ترجمو

حضور صلی الله عليه وآله وسلم کي سون جي وڏن جبلن پاڻ ڏي مائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پوءِ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن نهايت بيپرواهي ڏيکاري.

## مطلب

وڏن وڏن جبلن خدا تعالیٰ جي اذن سان حضور صلی الله عليه وسلم جن کي سوني ٿيڻ جي پيشڪش ڪئي. مگر حضور صلی الله عليه وسلم جن بي پرواهي ڏيکاري ۽ قبول نه ڪيا. جن جبلن سوني ٿيڻ جي پيشڪش ڪئي هئي، انهن جا نالا هي آهن: ١: جبل ابو قُبَيس، ٢: جبل حرا، ٣: جبل ثور، ٤: جبل بطحا، ٥: جبل عرفات. [1]

٣٢

وَاَكَّدَتْ زُهْدَهٗ فِيْهَا ضَرُوْرَتُهٗ
اِنَّ الضَّرُوْرَةَ لَا تَعْدُوْ عَلَى الْعِصَمِ



بقيه حاشيه: پٿر ڏيکاريو ته حضور پاڪ به پنهنجي پيٽ تي به پٿر ٻڌل ڏيکاريا. [1] حسن الجرده ص ٥٥

## مفردات جو شرح

وَ: عطف جو ابتدائيه. اَكَّدَتْ: فعل ماضي تاڪيد ڪيائين. زُهْدَ: ترڪ دنيا. فِيْهَا: ضمير جو مرجع دنيا يا جبل آهي. ضَرُوْرَتْ: سخت احتياج. لَاتَعْدُوْ: صيغو واحد، مؤنث غائب فعل نفي مضارع عُدوان کان ورتل، حد کان لنگهڻ، غالب اچڻ. عِصَمْ: عصمت جو جمع گناهن کان روڪڻ. هي خدا تعاليٰ جي نعمت آهي جيڪا ٻانهي کي نيڪي جي ڪم لاءِ ڪٽندي آهي ۽ برائي کان روڪيندي آهي.

## ترجمو

حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي ضرورت، دنياوي حاجت، سندس زهد ترڪ دنيا کي وڌيڪ مضبوط ڪيو بيشڪ دنيا جي ضرورت عصمت حقيقي کان غالب نه ٿيندي.

## مطلب

دنيا جي عام ماڻهن کي سندن دنياوي مجبوري ايتري قدر ڪمزور ڪندي آهي جو پرهيزگاري ڇڏي ڏيندا آهن. مگر حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن کي جيتري قدر دنياوي ضرورتون وڌيون ٿي اوترو سندن زهد تقويٰ مستحڪم ٿي ٿيو؛ ڇو ته پاڻ دنياوي سان و سامان کي فريب سمجهندا هئا.



(٣٣)

# وَكَيْفَ تَدْعُوْ اِلَى الدُّنْيَا ضَرُوْرَةُ مَنْ لَّوْلَاهُ لَمْ تَخْرُجِ الدُّنْيَا مِنَ الْعَدَمْ

## مفردات جو شرح

كَيْفَ: ڪهڙي طرح. تَدْعُوْ: دُعا کان ورتل، سڏ ٿا. كَيْفَ تَدْعُوْ: استفهام انکاري. دُنْيَا: دُنُوٌّ کان مشتق آهي، ويجهو ٿيڻ. هن جهان کي ان جي ڪري دنيا ٿا چون جو آخرت جي اعتبار سان هي دنيا ويجهي آهي يا دنيا، دنائة کان ورتل آهي، معنیٰ خِسّت ۽ ڪميڻائي؛ ڇو ته دنيا الله تعالیٰ ڏي ويجهو ٿيڻ کان مانع آهي. لَمْ تَخْرُجِ: صيغو جحد جو خروج کان ورتل آهي، نڪرڻ. عَدَمْ: نه هجڻ، نيستي نابودي.

## ترجمو

اهو ڪهڙيءَ طرح ممڪن آهي جو اهڙي ذات پاڪ کي ان جي ضرورت دنيا ڏي سڏيءَ جو جيڪڏهن اهو نه هجي ها ته دنيا عدم کان وجود ۾ نه اچي ها.

## مطلب

جڏهن دنيا پيدائي حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ٿي آهي ته ان جي ضرورت حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن کي ڪيئن ٿي مجبور ڪري سگهي. اهو اشارو روايت لَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ

ڏانهن آهي.

(٣٤)

# مُحَمَّدٌ سَيِّدُ الْكَوْنَيْنِ وَ الثَّقَلَيْنِ
# وَالْفَرِيْقَيْنِ مِنْ عَرَبٍ وَّمِنْ عَجَمٍ

## مفردات جو شرح

مُحَمَّدٌ: سارا هيل، حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو نالو مبارڪ آهي. ترڪيب جي لحاظ کان خبر مبتدا محذوف جي، اي هُوَ مُحَمَّدٌ: يا مبتدا آهي ۽ خبر سَيِّدُ الْكَوْنَيْنِ اٿس. سَيِّدٌ: سردار. الْكَوْنَيْنِ: ڪون جو تثنيو، ٻه جهان دنيا ۽ آخرت. الثَّقَلَيْنِ: ثقل جو تثنيه، مراد جنّ ۽ انسان. انهن ٻنهي تي شريعت جون تڪليفون عائد ٿيل آهن. ان جي ڪري انهن کي ثقلين سڏيو ويو آهي. فَرِيْقَيْنِ: فريق جو تثنيہ، ٻه گروهه عَرَبَ: ملڪ عرب. عَجَمَ: عرب کان سواءِ ٻيا ملڪ، انهن ٻين ملڪن کي عرب وارا عجم چوندا آهن. معنیٰ گونگا، جيڪي ڳالهائڻ جا فصيح ۽ بليغ نہ هجن؛ ڇوته عرب پاڻ کي فصاحت ۽ بلاغت جو ڌڻي سمجهندا هئا.

## ترجمو

محمّد (صلى الله عليه وآله وسلم) ٻنهي جهانن ۽ جنّ و انسان ٻنهي ٽولن عربن ۽ عجمين جو سردار آهي.

## مطلب

هن شعر ۾ هن حديث ڏي اشارو آهي: اَنَا سَيِّدُ وُلْدِ آدَمَ: معنیٰ

آءُون اولاد آدم (عليه السلام) جو سردار آهيان، پر اهو فخر طور نٿو چوان بلڪ امر واقع ۾ حقيقت آهي.[1]

(۳۵)

# نَبِيُّنَا الْآمِرُ النَّاهِيْ فَلَآ اَحَدٌ اَبَرَّ فِيْ قَوْلِ لَا مِنْهُ وَلَا نَعَمْ

## مفردات جو شرح

نَبِيُّ: نَبَاَ کان ورتل آهي بمعنيٰ خبر يا نبوت کان مشتق آهي. بمعنيٰ رفعت يا بلندي. پهرين معنيٰ مطابق خبر ڏيندڙ، پر عام رواجي خبر نه بلڪ خاص غيبي خبر ۽ ٻي معنيٰ مطابق بلند درجي وارو. نبي اها هستي آهي جنهن تي وحي نازل ٿئي، ماڻهن کي الله تعاليٰ جا احڪام سيکاري ۽ ان تي ڪو صحيفو نازل ٿيو يا نه ٿيو هجي. رسول اها هستي آهي جنهن تي وحي سان گڏ صحيفو به نازل ٿيو هجي. آمِرُ: امر ڪندڙ. نَاهِيْ: روڪيندڙ. فَلَا اَحَدٌ: ف جزا جي، لا نفي مشبه ليس سان. اَحَدُ: هڪڙو يعني حضور صلى الله عليه وآله وسلم پنهنجي جهانن، جنن، انسانن ۽ عرب وعجم جو سردار آهي ڪا نٿس ڪوبه ٻيو ڏيک نه آهي. اَبَرَّ: اسم تفضيل جو صيغو تمام

---

[1] عَنْ اَبِيْ هُرَيْرَةَ قَالَ قَالَ رَسُوْلُ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ اَنَا سَيِّدُ وُلْدِ آدَمَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَاَوَّلُ مَنْ يَنْشَقُّ عَنْهُ الْقَبْرُ وَاَوَّلُ شَافِعٍ وَاَوَّلُ مُشَفَّعٍ. معنيٰ: حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي چيائين ته فرمايو رسول الله صلى الله عليه وسلم مان اولاد آدم جو سردار آهيان قيامت جي ڏينهن ۽ مان پهريون شخص آهيان جنهن جي اول قبر کولي وينديِ ۽ مان پهريون شفاعت ڪندڙ ۽ پهريون شفاعت قبول ٿيل آهيان.

رواه مسلم ـ مشڪواة: ۵۱۱ ـ مطبوعه اصح المطابع ڪراچي.

گھڻو سچ چوندڙ .

## ترجمو

اسان جو پيارو نبي صلی اللّٰه عليه واٰله وسلم چڱن ڪمن جو حڪم ڪندڙ ۽ برن ڪمن کان روڪيندڙ آهي . ڪو به امر ۽ نهي جي بيان ڪرڻ ۾ حضور صلی اللّٰه عليه واٰله وسلم جن کان وڌيڪ سچو نه آهي يا ڪنهن سوال جي جواب ۾ ڪانئس وڌيڪ ڪو به سچو نه آهي توڙي اهو جواب نفي ۾ هجي يا اثبات ۾ ، ڇو ته جواب جون ٻه ئي صورتون هونديون آهن .

## مطلب

نَبِيُّنَا جي لفظ کي مقدم ڪرڻ خصوصيت تي دلالت ڪندڙ آهي . جيتوڻيڪ نيڪيءَ جو امر ڪندڙ ۽ برائيءَ کان روڪيندڙ ٻيا به نبي هئا ان ڪري هتي مقصد هي آهي ته هن زماني ۾ يا ايندڙ زماني ۾ حضور صلی اللّٰه عليه واٰله وسلم جن جي خاتم النبيين هجڻ ڪري حضور پاڪ صلی اللّٰه عليه واٰله وسلم جن ئي امر ڪندڙ ۽ نهي ڪندڙ آهن .

(٣٦)

هُوَ الْحَبِيْبُ الَّذِیْ تُرْجٰی شَفَاعَتُهٗ
لِكُلِّ هَوْلٍ مِّنَ الْاَهْوَالِ مُقْتَحَمِ

## مفردات جو شرح

هُوَ : ضمير حضور صلی اللّٰه عليه وسلم جن

ڏانهن راجع آهي. اَلْحَبِيْبُ: حبيب، فعيل جي وزن تي آهي ۽ مفعول جي معنىٰ ۾ آيل آهي، دوست، پيارڪيل. حبيب جي مٿان الف لام قصر لاءِ آهي يعني اهوئي حبيب آهي نه ٻيو ڪو. تُرْجٰى: فعل مضارع مجهول، رجاً کان ورتل، اميد رکڻ. شَفَاعَتُهٗ: طَلَبُ الْخَيْرِ لِلْغَيْرِ مِنَ الْغَيْرِ، ڪنهن کان ڪنهن جي لاءِ خير جي گهُر ڪرڻ. هَوْلٌ: واحد، اَهْوَال جمع، هول جي معنىٰ مصيبت جيڪا اوچتي انسان تي اچي واقع ٿئي ۽ ان کي پيڙي ختم ڪري ڇڏي يا هول مان مراد دوزخ جي سختي ۽ عذاب آهي، جنهن ۾ انسان مجبورًا داخل ڪيو ويندو.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم، الله جو محبوب آهي جنهن جي شفاعت جي هر مصيبت ۾ اميد رکيل آهي.

## مطلب

الله تعالىٰ جيڪي نبي موڪليا هئا، انهن کي مختلف لقبن سان نوازيو ويو آهي. پر حضرت نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جو الله تعالىٰ طرفان لقب حبيب آهي.[1] جيئن ته مشڪواة شريف باب فضائل النبي ۾ حضرت عمرو بن قيس کان روايت آهي ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم

[1] عَنْ عَمْرِو بْنِ قَيْسٍ اَنَّ رَسُوْلَ اللّٰهِ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ نَحْنُ الْاٰخِرُوْنَ وَنَحْنُ السَّابِقُوْنَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَاِنِّيْ قَائِلٌ قَوْلًا غَيْرَ فَخْرٍ اِبْرَاهِيْمُ خَلِيْلُ اللّٰهِ وَمُوْسٰى كَلِيْمُ اللّٰهِ وَاَنَا حَبِيْبُ اللّٰهِ وَمَعِيَ لِوَاءُ الْحَمْدِ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَاِنَّ اللّٰهَ وَعَدَنِيْ فِيْ اُمَّتِيْ اَجَارَهُمْ مِنْ ثَلَاثٍ لَا يَعُمُّهُمْ بِسَنَةٍ وَلَا يَسْتَاْصِلُهُمْ عَدُوٌّ وَلَا يَجْمَعُهُمْ عَلٰى ضَلَالَةٍ ٥ (مشڪواة شريف صفحه ٥١٤، مطبوعه اصح المطابع ڪراچي.

فرمايو ته ! اسان آخري آهيون ۽ اسان قيامت جي ڏينهن اوّل هونداسين، آئون هڪ ڳالهه چوان ٿو مگر فخر نه آهي جو حضرت ابراهيم الله تعالىٰ جو خليل آهي، حضرت موسىٰ الله تعالىٰ سان ڳالهائيندڙ ۽ آئون الله تعالىٰ جو حبيب آهيان. قيامت جي ڏينهن حمد جو جهنڊو مون وٽ هوندو. الله تعالىٰ مون کي منهنجي امت جي باري ۾ واعدو فرمايو آهي ۽ انهن کي ٽن آفتن کان امن ڏنو آهي. انهن تي عام ڏڪار نه موڪليندو ۽ انهن کي دشمن پاڙ کان نه اکيڙيندو ۽ انهن کي گمراهي تي ڪٺي نه ڪندو.

نبين سڳورن عليهم السلام ۽ صالح ماڻهن جي شفاعت حق آهي جيئن شرح عقائد[1]، انوار محمّديه[2]، مواهب لدنيه[3]، مدارج النبوة[4] تفاسير قرآن ۽ شروح احاديث صحاح سته ۾ ثابت آهي. مگر ڪتاب جي اختصار کي نظر ۾ رکندي اهي ڪونه لکيا ويا آهن. جنهن کي شوق هجي سو انهن ڪتابن جو مطالعو ڪري.

## هن بيت جي خاصيت

مشائخ ڪرام کان روايت آهي ته هي شعر مقبول ۽ مستجاب آهي ڪنهن شخص کي ڪا دنياوي حاجت هجي ته اهو ماڻهو هڪ جاءِ تي ويهي هڪ هزار ڀيرا اهو شعر پڙهي ۽ وچ ۾ دنيا جي ڳالهه ٻولهه نه ڪري ته انشاء الله تعالىٰ ضرور سندس حاجت پوري ٿيندي. اهو عمل بزرگن

---

[1] وَالشَّفَاعَةُ ثَابِتَةٌ لِلرُّسُلِ وَالْاَخْيَارِ فِي حَقِّ اَهْلِ الْكَبَائِرِ بِالْمُسْتَفِيْضِ مِنَ الْاَخْبَارِ. (شرح عقائد ص ٨٣ مطبوعه محمد سعيد اينڊ سنز تاجر ڪتب قرآن محل مولوي مسافر خانه ڪراچي.)

[2] وَقَدْ جَاءَتِ الْاَحَادِيْثُ الَّتِي بَلَغَ مَجْمُوْعُهَا التَّوَاتُرَ بِصِحَّةِ الشَّفَاعَةِ فِي الْاٰخِرَةِ لِمُذْنِبِي الْمُؤْمِنِيْنَ. (الانوار المحمديه ص ٦١٨ مطبوعه بيروت.)

جو آزمايل آهي. ؎

(٣٧)

# دَعَا اِلَى اللهِ فَالْمُسْتَمْسِكُوْنَ بِهٖ
# مُسْتَمْسِكُوْنَ بِحَبْلٍ غَيْرِ مُنْفَصِمٖ

## مفردات جو شرح

دَعَا: ماضيءَ جو صيغو، دعا ۾ فاعل ضمير آهي، جيڪو حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏي راجع آهي. اِلَى اللهِ: ۾ مضاف محذوف آهي. اي دَعَا اِلَى دِيْنِ اللهِ اَوْ عِبَادَتِهٖ مُسْتَمْسِكُوْنَ: صيغو جمع مذڪر اسم فاعل استمساڪ کان ورتل آهي. ڪنهن شيءِ کي هٿ سان وٺڻ. بِهٖ: ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏي راجع آهي حَبْلٌ: رسي. مُنْفَصِمٌ: انفصام کان ورتل آهي، ٽٽڻ. غَيْرِ مُنْفَصِمٍ: نه ٽٽندڙ. مُحْكَمٌ: مضبوط. حَبْل غَيْرُ مُنْفَصِمٍ: مان مراد آهي قرآن شريف يا حضور صلى الله عليه وسلم.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم الله تعالى ڏانهن سڏيو پوءِ جنهن ان جي دامن رحمت کي ورتو ته ان ڄڻ اهڙي مضبوط رسيءَ کي ورتو جيڪا ٽٽڻ واري نه آهي.

## مطلب

هن شعر ۾ آيت وَاعْتَصِمُوْا بِحَبْلِ اللهِ جَمِيْعًا ڏانهن اشارو آهي. ان مان مراد قرآن ڪريم يا رسول ڪريم صلى الله عليه وسلم



؎ القصيد لا صـ٧٧

آهي، جيئن شيخ زاده شرح برده ۾ لکيو آهي؛ وَالْمُرَادُ مِنَ الْحَبْلِ الرَّسُوْلُ لِاَنَّه' الوَاسِطَةُ فِيْ وُصُوْلِ الْخَيْرَاتِ وَالرَّابِطَةُ فِيْ وُصُوْلِ الْكَمَالَاتِ[1]. ۽ حبل مان مراد رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم آهي؛ ڇو ته نيڪين جي وصول جو اهو ئي واسطو آهي ۽ ڪمالات جي حاصل ڪرڻ جو اهو ئي رابطو آهي.

(٣٨)

## فَاقَ النَّبِيِّيْنَ فِيْ خَلْقٍ وَّفِيْ خُلُقٍ
## وَلَمْ يُدَانُوْهُ فِيْ عِلْمٍ وَّلَا كَرَمٖ

### مفردات جو شرح

فَاقَ: بلند ٿيو. النَّبِيِّيْنَ: نبي جو جمع. خَلْقَ: پيدائش، مراد حُسن صورت ۽ ڪمالات ظاهري. خُلُقُ: حُسن سيرت ۽ ڪمالات باطني. لَمْ يُدَانُوْهُ: فعل جحد جمع مذڪر، مصدر ان مدانات، هڪ ٻئي کي ويجهو ٿيڻ. عِلْمِ: ڄاڻ؛ ڪَرَمِ: عطا ۽ بخشش.

### ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم پيدائش ۽ اخلاق ۾ ٻين نبين عليهم السلام کان بلند ٿيو. ٻيا نبي عليهم السلام سڀ گڏجي حضور صلى الله عليه وسلم جن کي علم ۽ عطا ۾ پهچي نه سگهيا.

### مطلب

حضور صلى الله عليه وسلم جن ايترا ته بلند درجي ۽

[1] شرح البرده شيخ زاده ص ٤٧

عزت وارا آهن جوکو بہ سندن علم ۽ ڪرم کي پهچي نٿو سگهي، سندن سهڻي صورت ۽ حسن جمال لاءِ الله تعالیٰ جو قرآن شريف شاهد آهي "وَالضُّحٰى وَالَّيْلِ اِذَا سَجٰى"، ضحیٰ مان مراد حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن جو منهن مبارڪ آهي ۽ ليل مان لونڊڙين جا وار مبارڪ آهن.[1]

حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جو علم نرالو آهي، ڇو ته کيس الله تعالیٰ جي عطا سان مَاكَانَ وَمَايَكُوْنُ جو علم آهي.[2] حضور پرنور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي علمي ڪمالات جو دليل آيت سڳوري: "وَعَلَّمَكَ مَالَمْ تَكُنْ تَعْلَمُ" آهي.

حُسنِ یوسف، دمِ عیسیٰ، یدِ بیضا داری ؛ آنچہ خوباں ہمہ دارند تو تنہا داری

(٣٩)

## وَكُلُّهُمْ مِّنْ رَّسُوْلِ اللهِ مُلْتَمِسٌ
## غَرْفًا مِّنَ الْبَحْرِ اَوْ رَشْفًا مِّنَ الدِّيَمِ

### مفردات جو شرح

كُلٌّ: اصل ۾ اِكْلِيْلٌ آهي بمعنیٰ تاج. جهڙيءَ طرح تاج سڄي مٿي کي گهيرو ڪري بيهندو آهي اهڙيءَ طرح كُلٌّ جو لفظ بہ پنهنجي مضاف اليہ جي مڙني جزئيات کي گهيرو ڪري بيهندو آهي ۽ كُلٌّ جو لفظ هميشه مضاف هوندو آهي. هُمْ: ضمير نبين ڏي راجع آهي.

مِنْ رَّسُوْلِ اللهِ: مِنْ صلہ آهي مُلْتَمِسٌ جو ان سان ئي متعلق آهي. رسول الله (صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم) جي لفظ سان عظمتِ مصطفیٰ صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جو اظهار مقصود آهي. مُلْتَمِسٌ: عرض ڪندڙ

ملتمس خبر آهي کلهم مبتدا جي. غَرْفًا: چُرونءُ پرڻ. بَحْرُ: درياء مراد علم ۽ معرفت. رَشْفُ[1]: چوسڻ، مراد اهو مقدار آهي جو هڪ دفعي چوسڻ سان حاصل ٿي وڃي. يعني پاڻيءَ جو ڦڙو. دِيَمُ: جمع ديمة جو. ديمة اها بارش آهي جا رات ڏينهن وسندي رهي هتي مراد شفاعت آهي جيڪا برسات جي مشابه. يا ديمة مان مراد رحمت جي بارش آهي. وَمَا اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ.

## ترجمو

سڀئي پيغمبر سڳورا عليهم الصلوٰة والسلام حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جن جي درياءِ معرفت يا بارانِ رحمت مان پاڻيءَ جو چُلو يا مينهن جو ڦڙو (بوند) جي درخواست ڪندڙ آهن.

## مطلب

سڀ نبي سڳورا حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي علم مان مستفيض آهن. حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جو علم وسعت ۾ درياء موجزن آهي ۽ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جو وسيع ڪرم بارانِ رحمت وانگر آهي؛ ڇو ته سڀ کان اول نور محمدي صلی الله عليه وآله وسلم پيدا ٿيو ۽ ان جي برڪت سان ان کان پوءِ ٻي مخلوق پيدا ٿي. اهوئي سبب آهي جو قيامت ۾ ٻيا نبي سڳورا عليهم السلام حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن کي شفاعت لاءِ اڳواڻ بڻائيندا ۽ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت گنهگار امت جي حق ۾ مقبول ٿيندي[2].

---

[1] غيا اللغات ص ٢٣٣ [2] هن شعر جي تشريح علامه عمر بن محمد خرپوتي، العصيدة الشهدة ۾ تمام محبت سان ڪئي آهي، اتي ڏسو گهرجي ص ٨٣ -

## فائدو

هي ٽيون شعر آهي جنهن جي پڙهڻ وقت حضور صلى الله عليه وسلم جن جهومي رهيا هئا. ان ڪري پڙهندڙ هن شعر کي ورائي ورائي پڙهي پر شرط هي آهي ته اِڪيهين تي ختم ڪري.

## هن شعر جي خاصيت

هر حاجت جي پوري ٿيڻ لاءِ نماز کان پوءِ پنج ڀيرا پڙهڻ گهرجي.[1]

(٤٠)

# وَوَاقِفُوْنَ لَدَيْهِ عِنْدَ حَدِّهِمْ
# مِنْ نُقْطَةِ الْعِلْمِ اَوْمِنْ شَكْلَةِ الْحِكَمِ

## مفردات جو شرح

وَاقِفُوْنَ: بيهندڙ. ڪنهن شيءِ تي اطلاع وارا ٿيندڙ. لَدَيْهِ: وٽ ه: جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏي راجع آهي. حَدَّ: اهو نشان، جيڪو ٻن شين کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري. حد، هر شيءِ جي نهايت کي به چوندا آهن. هِمْ: ضمير جمع نبين سڳورن عليهم السّلام ڏي راجع آهي. مِنْ: بيانيه. نُقْطَةِ: ان مقدار جو نالو آهي، جنهن جي تقسيم نه ٿي سگهي. هتي نقطه مان مراد اها ٿورڙي ڪاراڻ آهي، جيڪا سفيدي جي وچ ۾ نظر ايندي آهي. عِلْمَ: مان مراد علم معرفت آهي. وَاوَ: عطف جي معنىٰ ۾. مِنْ: بيانيه. شَكْلَة: حرفن تي اعراب لڳائڻ

[1] حسن الجرده ص ٦٩.

حِکَمِ : حکمت جو جمع .

## ترجمو

سڀئي پيغمبر عليهم السّلام ، حضور صلی الله عليه وآله وسلم جي بارگاه ۾ پنهنجي حد تي بيهندڙ آهن ۽ ان حد کي حضور پاک صلی الله عليه وآله وسلم جن جي مرتبي جي لحاظ سان اها نسبت آهي جيڪا ٽٻڪي کي علم يا اعراب (زبر، زير، پيش) کي ڪتاب (حڪمت) سان.

## مطلب

حضور صلی الله عليه وسلم جن جي بارگاه ۾ سڀ نبي سڳورا عليهم السّلام پنهنجي پنهنجي مرتبي تي بيهي حضور صلی الله عليه وسلم جن کان علمي نقطي ۽ اعراب حڪمت جي درخواست ڪري رهيا آهن يعني ٿورڙو علم ۽ ٿورڙي حڪمت گهري رهيا آهن.

مولانا مولوي ذوالفقار علي صاحب ديوبنديءَ ان شعر جي شرح ۾ لکيو آهي ته:

"حاصل یہ ہے کہ جو علم اور حکمتیں ان کو عطا ہوئی ہیں وہ اتنی وسیع اور کثیر ہیں کہ علم وحِکَم انبیاء کو ان سے وہی نسبت ہے جو نکتہ اور اعراب کو کتاب سے نسبت ہوتی ہے یعنی نہایت قلیل." [1]

شيخ زاده ان شعر جي وضاحت ڪندي لکيو آهي: "فَكُلُّ رَسُوْلٍ وَّنَبِيٍّ وَّوَلِيٍّ اٰخِذُوْنَ بِقَدْرِ الْقَابِلِيَّةِ وَالْاِسْتِعْدَادِ مِمَّا لَدَيْهِ وَلَيْسَ لِاَحَدٍ اَنْ يَّفُوْقَهٗ اَوْ يَتَقَدَّمَ عَلَيْهِ".[2]

يعني هر هڪ رسول ۽ نبي ۽ وليءَ پنهنجي قابليت ۽ لياقت آهر اُن علم ۽ رحمت مان حصو ورتو آهي جيڪو حضور جن وٽ آهي ۽ ڪنهن

[1] عطرة الوردة ص ٢٣ . [2] ص ٥٨

کي مجال نہ آهي جو ان کان بلند ٿئي يا اڳرائي ڪري .

(٤١)

# فَهُوَ الَّذِیْ تَمَّ مَعْنَاهُ وَصُوْرَتُهٗ
# ثُمَّ اصْطَفَاهُ حَبِیْبًا بَارِئُ النَّسَمِ

## مفردات جو شرح

فَ : تفريع جي لاءِ . هُوَ : ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن راجع آهي. اَلَّذِیْ : اسم موصول. تَمَّ : ماضيءَ جو صيغو يعني پورو ٿيو. مَعْنَاهُ : حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي اخلاق حسن . صُوْرَتُہٗ : مراد ظاهري حُسن ۽ جسم پاڪ آهي. ثُمَّ : ٻن مضمونن کي ملائڻ لاءِ، جتي ٻيو مضمون پهرين مضمون کان افضل هوندو آهي. اِصْطَفٰی : برگزيده ڪيائين - چونڊيائين. بَارِئُ : پيدا ڪندڙ . نَسَمَ : نِسمة جو جمع نفس يا هر جاندار شي . معناه ، صورتهٗ ۽ اصطفاه ۾ ضمير حضور صلى الله عليه وسلم جن ڏانهن راجع آهن .

## ترجمو

پوءِ حضور صلى الله عليه وآله وسلم اهو شاندار نبي آهي جنهن جي سيرت ۽ صورت مڪمل ٿي پوءِ پروردگار ان کي پنهنجو حبيب ڪري چونڊيو .

## مطلب

جڏهن حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم جن جي سهڻي صورت ۽ عمدا اخلاق پايهءِ تڪميل کي پهتا ته الله تعالیٰ ڪيس نبوت جي خلعت سان نوازي پنهنجو حبيب بڻايو. اهو اشارو "اَلَا وَاَنَا حَبِيْبُ اللّٰهِ" واري حديث ڏانهن آهي.[1]

(٤٢)

## مُنَزَّهٌ عَنْ شَرِيْكٍ فِیْ مَحَاسِنِهٖ
## فَجَوْهَرُ الْحُسْنِ فِيْهِ غَيْرُ مُنْقَسِمٖ

## مفردات جو شرح

مُنَزَّهٌ: پاڪ ۽ صاف مبتدا محذوف هُوَ جي خبر آهي. اَيْ هُوَ مُنَزَّهٌ
شَرِيْكٍ: حصيدار. مَحَاسِنِهٖ: قياس جي خلاف، حسن جو جمع سونهن
جَوْهَرُ: گوهر جي عربي آهي، ان مان مراد آهي، حقيقت حسن. غَيْرُ مُنْقَسِمٍ:
جنهن جي تقسيم نه ٿي سگهي. فِيْهِ جو ضمير حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم
جن ڏانهن راجع آهي. يعني اهو جوهر حسن جو حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم
جن ۾ نمايان آهي، غير منقسم آهي.

## ترجمو

حضور صلی اللہ علیه وسلم پنهنجي خوبين ۾ شريڪ کان پاڪ آهن پوءِ حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم جن ۾ جيڪو حسن جو جوهر آهي اهو تقسيم ٿيندڙ نه آهي.

---

[1] مشڪواة شريف، باب فضائل سيد المرسلين صلی اللہ علیه وعليهم اجمعين.

## مطلب

مولانا مولوي ذوالفقار علي صاحب ديوبنديءَ هن شعر جي وضاحت ڪندي لکيو آهي ته: "حضور صلی اللہ علیہ والہ وسلم اس عیب سے پاک ہے کہ ان کی خوبیوں میں اور کوئی بالذات ان کا شریک ہو بلکہ تمام خوبیوں کا ظل ہے کیونکہ وہ آپ ہی سے مستفاد ہیں۔ یہ اشارہ ہے اس حدیث کی طرف جو حضرت جابر رضی اللہ عنہ سے مروی ہے۔ انہوں نے آنحضرت صلی اللہ علیہ والہ وسلم سے پوچھا کہ اول مخلوق کون ہے؟ آپ نے فرمایا کہ حق تعالے نے اول تیرے نبی کا نور پیدا فرمایا، پھر اس نور کو پھیلایا اور اس سے لوح وقلم، عرش وکرسی ملک وملکوت، عالم وآدم پیدا کیا، اور لفظ جوہر میں لطیف اشارہ ہے اس طرف کہ حقیقت حسن عدم انقسام میں مثل جوہر فرد کے ہے۔ غیر قابل القسمۃ اس لئے کہتا ہے کہ حقیقت حسن جو آپ میں ہے اس کے حصص اور اجزا نہیں کئے گئے، بلکہ وہ تمام وکمال اولا بالذات آپ ہی کی ذات شریف میں منحصر ہے اور اوروں پر اس کا سایہ محض پرتو ہے[1]

(٤٣)

# دَعْ مَا ادَّعَتْهُ النَّصَارٰى فِیْ نَبِیِّهِمْ
# وَاحْكُمْ بِمَا شِئْتَ مَدْحًا فِیْهِ وَاحْتَكِمْ

## مفردات جو شرح

دَعْ: امر جو صيغو، ڇڏ تون. مَا: اسم موصول. اِدَّعَتْ: فعل ماضي مؤنث اِدِّعَاء کان ورتل، دعوا ڪرڻ. نَصَارٰى: حضرت عيسىٰ عليه السّلام جي پيروي ڪرڻ جا دعويدار. وَاحْكُمْ: امر جو صيغو حڪم کان ورتل. بيان ڪرڻ. شِئْتَ: فعل ماضي مخاطب، مشيت کان ورتل، گهرڻ. اِحْتَكِمْ:



[1] عطر الوردہ ص ٣٤

احتڪام ڪان ورتل، حڪم ڏيڻ ۾ مشغول رهڻ.

## ترجمو

تون اها ڳالهه ڇڏ (يعني خدا جو پٽ سڏڻ) جيڪا نصارن پنهنجي نبي (حضرت عيسىٰ عليه السّلام) ۾ دعوىٰ ڪئي. باقي جيڪي تنهنجي دل گهري حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مدح ڪرڻ ۾ بيان ڪر ۽ سهڻي نموني بيان ڪر.[1]

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي جيتري مدح ڪرڻ چاهين ڪر پر نصارن واري دعوىٰ نه ڪجان ۽ جو حضرت عيسىٰ عليه السلام کي الله يا ان جو پٽ بنائي ويٺا. حضور صلى الله عليه وآله وسلم نه خدا آهي نه خدا جو پٽ پر الله تعالىٰ جو پيارو ٻانهون ۽ حبيب آهي.

(٤٢)

وَانْسُبْ اِلىٰ ذَاتِهٖ مَا شِئْتَ مِنْ شَرَفٍ

وَانْسُبْ اِلىٰ قَدْرِهٖ مَا شِئْتَ مِنْ عِظَمٖ

## مفردات جو شرح

اُنْسُبْ: امر جو صيغو، نسبت ڪرڻ. اِلىٰ ذَاتِهٖ: الى نفسه الكريم. مَا: موصوله. شِئْتَ: صيغو واحد مذڪر مخاطب، گهرڻ. شَرَفَ: بلندي. عِظَمٖ: بزرگي.

[1] حسن الجرد ص ٤٣

## ترجمو

يعني نسبت ڪر تون حبيب صلي الله عليه وآله وسلم ڏي، جيڪا بزرگي گهرين ۽ نسبت ڪر ان جي قدر ڏي جيڪا عظمت ۽ بلندي گهرين.

## مطلب

هر قسم جا ڪمال ۽ جمال حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ذات پاڪ ۽ جسم اطهر ڏي منسوب ڪرڻ ۾ توکي اختيار آهي. پر شرط اهو آهي ته انهي تعريف ۾ شرعي ممانعت نه هجي.

(٤٥)

# فَاِنَّ فَضْلَ رَسُوْلِ اللّٰهِ لَيْسَ لَهٗ
# حَدٌّ فَيُعْرِبَ عَنْهُ نَاطِقٌ بِفَمٖ

## مفردات جو شرح

فَ: بيان جي لاءِ. فَضْلَ: بزرگي. لَيْسَ: ماضي جنهن جو مضارع نه اچي يعني حرف نفي. حَدٌّ: ڪنهن شيءِ جي نهايت. يُعْرِبُ: فعل مضارع معلوم منسوب عن مقدر سان اعراب ڪان ورتل، ظاهر ڪرڻ. بيان ڪرڻ. نَاطِقٌ: نطق ڪان ورتل، ڳالهائيندڙ. فَمٌ: وات، منهن مراد زبان.

## ترجمو

يعني بيشڪ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي

بزرگيءَ جي ڪا حد نہ آهي، جنهن کي ڳالهائيندڙ پنهنجي زبان سان بيان ڪري سگهي.

## مطلب

شاعر هن شعر ۾ اڳئين شعر جي مضمون جي علت ٿو بيان ڪري تہ حضور صلی اللہ علیہ و آلہٖ وسلم جن جي ذات پاڪ ڏي جيڪي وڏايون سو منسوب ڪر، ڇو تہ سندس شان جي ڪا حد نہ آهي، جنهن کي بيان ڪري سگهجي. سرورِ ڪائنات جي ذات بابرڪات مجمع ڪمالات آهي.

(٤٦)

## لَوْ نَاسَبَتْ قَدْرَهٗ اٰيَاتُهٗ عِظَمًا

## اَحْيَا اسْمُهٗ حِيْنَ يُدْعٰى دَارِسَ الرِّمَمِ

## مفردات جو شرح

لَوْ: شرط جو لفظ. نَاسَبَتْ: مناسبت کان صيغو واحد مؤنث غائب فعل ماضي معلوم. هڪ شيءِ جي ٻيءَ سان مناسبت ڪرڻ. قَدْرَ: مرتبو. آيَاتِ: آية جو جمع مراد معجزو. عِظَمَ: بزرگي. اِحْيَاءُ: زنده ڪرڻ دَارِسُ: ڍهندڙ، گم ٿيندڙ. رَمَمِ: رِمَّةُ جو جمع، پراڻيون هڏيون.

## ترجمو

جيڪڏهن حضور صلی اللہ علیہ و آلہٖ وسلم جن جا معجزا سندن عظمت ۽ مرتبي جي مناسبت سان هجن ها تہ سندن نالي پاڪ پڙهڻ سان

پراڻا هڏا به جيئرا ٿي پون ها.!

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو الله تعاليٰ جي بارگاهه ۾ اهو مرتبو آهي جو جيڪڏهن سندس مرتبي موافق کين معجزا عطا ڪيا وڃن ها ته معجزا ان حد کي پهچن ها جو سندن نالي مبارڪ وٺڻ سان سڙيل هڏا به زنده ٿي پون ها!، جيئن سندن دعا سان مردا جيئرا ٿيا هئا. مردن کي زنده ڪرڻ کان ته وڏيڪ حضور صلى الله عليه وسلم جن جا اهي معجزا آهن جن ۾ وڻن ۽ پٿرن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن سان ڳالهايو آهي. جيئن صحيح حديثن ۾ ثابت آهي مگر هتي اختصار کان ڪم ورتو ويو آهي.

## سوال

جيڪڏهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کان سيني نبين عليهم السلام کي فيض مليو آهي، جيئن شاعر جي شعر نمبر ٥٢ مان ثابت آهي ۽ سندن فيض مان مستفيض ٿيندڙ حضرت عيسىٰ عليه السّلام مُردا زنده ڪيا هئا ته پوءِ فيض ڏيندڙ حضرت محمّد صلى الله عليه وآله وسلم کان مردن جيئرو ڪرڻ جو معجزو ڇو نه ظاهر ٿيو ؟

## جواب

شاعر جو هن شعر ۾ مقصد آهي ته سندن ذات کي جيڪڏهن سندن شان موافق معجزا ملن ها ته سندن وفات کان بعد به صرف سندن نالي مبارڪ وٺڻ سان مُردا زنده ٿين ها! سندن وفات کان اڳ ۾ ته سندن

دعاسان مرده زنده ٿيا هئا. جيئن حضرت جابر جا فرزند وغيره.[1]

عیسیٰ کے معجزوں نے مُردے جِلا دیئے ہیں ❊ مگر محمدؐ کے معجزوں نے کئی عیسیٰ بنا دیئے ہیں.

## هن شعر جي خاصيت

سڪرات واري ماڻهو جي مٿان هي شعر ويهي پڙهجي، جيڪڏهن حياتي ختم اٿس ته جلد راهي ٿيندو. جي نه ته يڪدم هوش ۾ اچي ويندو.[2]

(٤٧)

لَمْ يَمْتَحِنَّا بِمَا تَعْيَى الْعُقُولُ بِهٖ

حِرْصًا عَلَيْنَا فَلَمْ نَرْتَبْ وَلَمْ نَهِمِ

## مفردات جو شرح

لَمْ يَمْتَحِنْ: جحد جو صيغو. نا: ضمير متڪلم امتحان کان مشتق آزمائڻ. تَعْيٰ: عَيٌّ کان ورتل، ڪنهن شيءِ جي سمجهڻ ۾ عقل عاجز هجي. عُقُوْلُ: عقل جو جمع. حِرْصُ: ڪنهن شيءِ جي حد کان زياده خواهش ڪرڻ، هت مراد آهي شفقت. لَمْ نَرْتَبْ: ارتياب کان ورتل شڪ ڪرڻ. لَمْ نَهِمْ: هام. يهيم. هيمان کان مشتق آهي، حيران ٿيڻ يا وَهَمْ کان مشتق آهي.

## ترجمو

حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن اسان شفقت جي ڪري جيڪا سندس اسان جي مٿان آهي، اهڙين شين (احڪام شريعت) سان جن جي

[1] شرح البرده علامه خرپوتي ص٩٣ [2] طيب الورده ص١٣٠. [2] حسن الجرده ص٤٧.

سمجهڻ ۾ عقل قاصر آهي اسان کي نه آزمايو پو ۽ نه اسان شڪ ۾ پيا سين نه اسان وهم يا گمان ڪيو.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم سمجھ ۾ نه ايندڙ شين سان اسان جو امتحان نه ورتو، جو ته مقصد هو امت واسطي اصلاح ڪرڻ ۽ اسان جي مٿان اهڙيون سختيون به نه فرمايائون جن تي عمل ڪرڻ سان اسان تڪجي پئون، جيئن اڳين شريعتن ۾ هو جو توبه قتل ڪرڻ سان قبول پوندي هئي، پليد ڪپڙي کي ڪٽڻجي سان ڪپيو ويندو هو ۽ عبادتگاهن کان سواءِ نماز نه ٿيندي هئي، زڪواة ۾ مال جو چوٿون حصو ڏيڻو پوندو هو. پر اسان جي پياري رسول صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو ته: " اَتَيْتُكُمْ بِالْحَنِيْفَةِ السَّهْلَةِ السَّمْحَاءِ " يعني مون اوهان لاءِ سولي سڌي صاف شريعت آندي آهي. حِرْصًا جي لفظ ۾ آيت سڳوري حَرِيْصٌ عَلَيْكُمْ ڏانهن اشارو آهي.

(٤٨)

# اَعْيَى الْوَرٰى فَهْمُ مَعْنَاهُ فَلَيْسَ يُرٰى
# لِلْقُرْبِ وَالْبُعْدِ فِيْهِ غَيْرُ مُنْفَحِمِ

## مفردات جو شرح

اَعْيٰى : ماضي، اعياء کان ورتل، عاجز ڪرڻ. وَرٰى : مخلوقات. فَهْمُ : سمجهڻ، مَعْنٰى : مراد باطني ڪمالات. هُ : جو ضمير حضور پاڪ

صلی الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن راجع آهي. قُرْبُ: ويجهڙائي. بُعْدُ: دوري، پري. غَيْرُ: هن شعر ۾ پَرِي جو مفعول مالم يسم فاعلهٔ آهي
مُنْفَحِمٍ: انفحام کان ورتل ڪنهن شيءِ جي سمجهڻ ۾ عاجز ٿيڻ.
جواب ۾ عاجز ٿيڻ، الزام قبول ڪرڻ.

## ترجمو

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ڪمالات کي سمجهڻ کان خلق عاجز ٿي پئي آهي، پوءِ ڪنهن شخص کي خواه اهو حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي قريب هجي يا پري. زماني جي لحاظ کان يا مڪان جي لحاظ سان، سواءِ هن ڳالهه جي جو اهو ڪمالات جي بيان کان عاجز هجي، نه ڏنو ويو آهي.

## مطلب

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ظاهري ۽ باطني ڪمالات ۽ حقيقت محمّدي جي سمجهڻ کان مخلوقات عاجز ٿي پئي آهي. اصحاب سڳورا، جيڪي حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن کي قريب آهن ۽ عام امت، جيڪا بعيد آهي، پئي عاجز آهن، ڪنهن کي خبر نه آهي ته حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جن ڇا آهن؟. علامه قرطبي تذڪره ۾ لکيو آهي ته: "حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي حسن جو ڪمال ظاهر ڪونه هو، نه ته اصحاب سڳورن رضی الله عنهم جن جي اکين کي به طاقت نه هئي جو ڏسي سگهن ها." [1]

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي فضيلتن مان ۽ مثلاً: سچائي، واعدي وفائي، امانت جي ادائگي، پاڙيوارن سان رعايت، يتيمن

[1] طيب الورده ص ١٢٣.

ڪي شفقت، مٺي زبان، حسنِ عمل، ڪمال علم ۽ عقل، معافي، سخاوت شجاعت، حيا، حسنِ معاشرت، عدالت، مروت، زهد تقوىٰ، قناعت، اهتمام آخرت، صبر و استقلال، تحمل ۽ ترڪ حرص وغيره ڪي ڏسي هن زماني جي وڏن وڏن دشمنن ڪي به سندن ڪمال جو اقرار ڪرڻو پيو آهي.

محمّد سرّ وحدت ہے، کوئی رمز اس کی کیا جانے ٭ شریعت میں تو بندہ ہے، حقیقت میں خدا جانے

(٤٩)

# كَالشَّمْسِ تَظْهَرُ لِلْعَيْنَيْنِ مِنْ بُعُدٍ صَغِيْرَةً وَّتُكِلُّ الطَّرْفَ مِنْ اَمَمٍ

## مفردات جو شرح

كَالشَّمْسِ: ڪاف تشبيه جو. شمس، سج. تَظْهَرُ: فعل مضارع ظاهر ٿو ٿئي. عَيْنَيْنِ: عين جو تثنيه، اک. بُعُدٍ: دوري: صَغِيْرَةً: ننڍي شيءِ. تُكِلُّ: اڪلال کان ورتل، عاجز ڪرڻ. طَرْفُ: اک. اَمَمٍ: ويجهڙائي.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه واله وسلم جن جو مثال سج وانگر آهي جيڪو پري کان ننڍو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ ويجهڙائي مفاصلي تي اک کي عاجز ڪري ڇڏيندو آهي.

## مطلب

علامه نوڪليءَ جي قول موجب سج، زمين کان

١٣، لک حصا وڏو آهي. ٻيو قول آهي ته سج زمين کان هڪ سؤ سٺ ۽ ڪجهه حصا وڏو آهي. ان جي حقيقت مقدار کي معلوم ڪرڻ مُشڪل آهي، جو پري کان ننڍو نظر ايندو آهي ۽ ويجهو ان کي ڪا اک ڏسي نٿي سگهي. ان وانگر حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شخصيت آهي جو سندن ڪمالات کي نه قريبي سمجهي سگهيا ۽ نه پري وارا، جاڻڻ گهرجي ته سج سان حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي تشبيه، مثال ۽ تقرب جي طريقي سان آهي، نه ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذات اقدس ان کان نهايت مٿي ۽ بلند آهي. بلڪ سج جو نور حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نور جو ذرو آهي.

شيخ زاده لکيو آهي: ”بيشڪ سج جو نور، نبوت جي نور مان ورتل آهي.“ جيئن حضرت جابر رضى الله عنه کان روايت ڪيل حديث ۾ اگتي ايندو، پوءِ هيٺيلي اعتراض ڪندڙ جي رد لاءِ ڪو رستو نه آهي. بلڪ حديث مان ته اهو فائدو حاصل آهي ته سج جو نور حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نور جو جزو آهي ۽ سموري ڪائنات جو ظهور، حضور پر نور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ظهور جي ڪري آهي. بقول حضرت شاه عبد اللطيف ڀٽائي عليه الرحمة:

عالم هو اونداهه، تيو سيد آئي سوجهرو،
هاءِ تني تي هاءِ، جي وانجها تيا انهيءَ وات کان.

(٥٠)

## وَكَيْفَ يُدْرِكُ فِي الدُّنْيَا حَقِيقَتَهُ
## قَوْمٌ نِيَامٌ تَسَلَّوْا عَنْهُ بِالْحُلُمِ

## مفردات جو شرح

كَيۡفَ: ڪهڙي طرح. يُدۡرِكُ: ادراڪ ڪان ورتل، سمجهڻ، ڪنهن شيءِ جي حقيقت معلوم ڪرڻ. دُنۡيَا: جسماني تعلقات. حَقِيۡقَت: اصليت. نِيَامٌ: نائم جو جمع، ننڊ ڪندڙ. تَسَلَّوۡا: تسلي ڪان ورتل اطمينان. عَنۡهُ: جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن ٿو وري. حُلُمٌ: جيڪو ڪجهه خواب ۾ نظر اچي.

## ترجمو

ڪهڙي طرح دنيا ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي حقيقت کي اها قوم پروڙي سگهندي، جيڪا تسلي سان ننڊ ۾ خوابن تي اڪتفا ڪيو ويٺي آهي.

## مطلب

جڏهن الله تعالىٰ جا پيارا پانهنجا به حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي حقيقت معلوم ڪرڻ کان عاجز آهن ته جيڪا قوم حرص ۽ نفساني خواهشن ۾ غرق آهي، اها حقيقتِ محمّدي ڪيئن پروڙي سگهندي؟

في الدنيا جي لفظ ۾ اشارو آهي ته دنيا ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي حقيقت ظاهر نه ٿيندي، باقي قيامت ۾ ظاهر ٿيندي.

سچ هي آهي ته:

محمّد سے صفت پوچھو خدا کی (جل جلالہٗ)

خدا سے پوچھئے شانِ محمّد (صلی اللہ علیہ وسلم)

(٥١)

# فَمَبۡلَغُ الۡعِلۡمِ فِيۡهِ اَنَّهٗ بَشَرٌ
# وَاَنَّهٗ خَيۡرُ خَلۡقِ اللّٰهِ كُلِّهِمۡ

## مفردات جو شرح

مَبۡلَغُ: نهايت - عِلۡمِ: ڄاڻ. اَنَّهٗ: بيشڪ اهو. بَشَرٌ: بشر آهي.
وَاوحاليه - خَيۡرُ: ڀلو. خَلۡقِ اللّٰهِ: الله جي مخلوق ۾. كُلِّهِمۡ: سڀني مخلوقات ۾

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي باري ۾ اسان جي علم جي نهايت اها آهي ته اهو (ظاهر ۾) بشر آهي. حالانڪ حقيقت هيءَ آهي ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن خدا جي سموري مخلوق ۾ بهتر آهن.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن لاءِ اسان جي علم جي اها نهايت آهي ته پاڻ بشر آهن، پر حقيقت ۾ نور آهن ۽ خدا جي خلق کان بهتر آهن. جڏهن امام بوصيري، حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي دربار اقدس ۾ قصيدي پڙهندي "فَمَبۡلَغُ الۡعِلۡمِ فِيۡهِ اَنَّهٗ بَشَرٌ" تي پهتو ته اڳتي ٻئي مصرع چوڻ کان خاموش ٿي ويو. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو: اِقۡرَاۡ (اڳتي) پڙهه. عرض ڪيائين ته: "اِنِّيۡ لَمۡ اَقۡ

لِلْمِصْرَاعِ الثَّانِيْ لِهٰذَا الْبَيْتِ يَارَسُوْلَ اللّٰهِ !" يعني: يارسول الله !
مون کي ٻئي مصرع جي توفيق نه رهي آهي. حضور صلى الله عليه وآله وسلم
جن فرمايو ته: "قُلْ يَا إِمَامُ! وَاَنَّهٗ خَيْرُ خَلْقِ اللّٰهِ كُلِّهِمْ" يعني: چئو
اي امام! حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن خدا جي سموري مخلوق
۾ بهتر آهي. پوءِ امام بوصيري جلدي اهو مصرع ملايو ۽ بار بار هن
شعر جي آخر ۾ پڙهندو ٿي آيو. "وَاَنَّهٗ خَيْرُ خَلْقِ اللّٰهِ كُلِّهِمْ"

(۵۲)

# وَكُلُّ اٰيٍ اَتَى الرُّسُلُ الْكِرَامُ بِهَا
# فَاِنَّمَا اتَّصَلَتْ مِنْ نُّوْرِهٖ بِهِمْ

## مفردات جو شرح

واو عطف جو. كُلُّ اٰيٍ: اصل ۾ كل آية من الآيات هو. آيٍ: آيت
جو جمع آهي، نشان، هتي معجزا مراد آهن. رُسُلُ: رسول جو جمع.
كِرَامُ: كريم جو جمع. فَاِنَّمَا: ف، تفريع لاءِ، اِنَّ، تاكيد لاءِ، مَا زائده
مراد هتي حصر آهي. اِتَّصَلَتْ: فعل ماضي، اتصال كان ورتل، ملڻ
ڳنڍجڻ. مِنْ حرف جار سببيّة لاءِ. نُوْرِهٖ: حضور صلى الله عليه وآله وسلم
جن ڏانهن وري ٿو.

## ترجمو

جيڪي به معجزا انبين سڳورن عليهم السّلام دنيا تي آندا، پوءِ اهي
سڀئي انهن کي حضور پاڪ جن جي نور کان مليا.

## مطلب

جيڪي به اڳيان نبي عليهم السّلام سڳورا معجزا ويئي آيا اهو سڀ حضور صلى الله عليه واله وسلم جن جي نور جو اثر هو. جيئن مسند عبد الرزاق ۾ حضرت جابر رضى الله عنه کان روايت آهي تہ: حضرت جابر رضى الله عنه، حضور صلى الله عليه واله وسلم جن کان پڇيو تہ يا رسول الله! (صَلَّى اللهُ عَلَيهِ وَسَلَّم) الله تعالىٰ سڀ کان پهريائين ڪهڙي شيءِ پيدا ڪئي؟ حضور صلى الله عليه واله وسلم جن فرمايو تہ: اي جابر! سڀ کان پهريان الله تعالىٰ تنهنجي نبي جي نور کي پنهنجي نور کان پيدا ڪيو.[1] جيئن وليِن جون ڪرامتون حضور صلى الله عليه واله وسلم جن جي فيض جو اثر آهن. اهڙيءَ طرح اڳين کي جيڪي مليو سو بہ حضور صلى الله عليه وسلم جن جي صدقي مليو.

(٥٣)

# فَاِنَّهٗ شَمْسُ فَضْلٍ هُمْ كَوَاكِبُهَا
# يُظْهِرْنَ اَنْوَارَهَا لِلنَّاسِ فِي الظُّلَمِ

## مفردات جو شرح

فَاِنَّهٗ: بيشڪ اهو (حضور صلى الله عليه واله وسلم). شَمْسُ: سج. فَضْلٍ: بزرگي. كَوَاكِبُ: ڪوڪب جو جمع، ستارو. يُظْهِرْنَ: اظهار کان ورتل، ظاهر ڪرڻ. اَنْوَارَهَا: نور جو جمع. النَّاسِ: آدمي، ماڻهو. ظُلَمِ: ظلمت جو جمع، اونداهه.

[1] اَوَّلَ مَا خَلَقَ اللّٰهُ نُوْرِيْ - عطر الورده ص ٢٨ - العصيدة الشهدة ص ٩٩ - شيخ زاده ص ١٠٠

## ترجمو

پوءِ تحقيق حضور صلى الله عليه وآله وسلم بزرگي جو سج آهي، ۽ باقي نبي ستارا آهن جيڪي سج جي نور کي اونداهي ۾ ظاهر ڪن ٿا.

## مطلب

جهڙيءَ طرح چنڊ ۽ تارا، سج جي غائب هئڻ وقت سج کان نور حاصل ڪري اونداهي رات ۾ روشني ڪندا آهن، اهڙيءَ طرح بيا نبي سڳورا عليهم السّلام، حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي اچڻ کان اڳ ڪائنات فيض وٺي هدايت ڪندا هئا ۽ جڏهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تشريف فرمائيا ته جيئن سج جي نڪرڻ سان تارا نظر نه ايندا آهن اهڙيءَ طرح سڀ نبي سڳورا محمّدي نور جي اڳيان محو ٿي ويا.

گر نبودے یا رسول اللہ وجودِ پاک تو ؛ ہیچ پیغمبر نہ دیدے دولت پیغمبری

پیش آدم ہم تو بودی ہیچ کس پیدا نبود ؛ تو عجب دُرِّ یتیمی و عجائب گوہری [1]

علامه خرپوتيءَ لکيو آهي ته: حضرت آدم عليه السّلام کي ملائڪن جيڪو سجدو ڪيو هو، اهو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نور کي ڪري هو جيڪو سندس پيشاني ۾ هو.

(۵۴)

# حَتّٰى اِذَا طَلَعَتْ فِى الْكَوْنِ عَمَّ هُدَاهَا الْعَالَمِيْنَ وَاَحْيَتْ سَائِرَ الْاُمَمِ

| مفردات جو شرح | حَتّٰى: انتها جي لاءِ. اِذَا: شرط لاءِ. |
|---|---|

[1] حسن الجرده ص ۸۴

طَلَعَتْ: طلوع کان ورتل، اڀرڻ. فِيْ: ظرفيت لاءِ. کَوْنَيْنِ: کَوْن جو تثنيه، ٻئي جهان، يا جنّ ۽ انسان. عَمَّ: صيغو واحد مذکر غائب فعل ماضي معلوم، عام ٿيو. هُدَاهَا: ان جي رهنمائي. ها، جو ضمير شمس ڏي ٿو وري. عَالَمِيْنَ: عالم جو جمع، جهان. وَاو عطف جو. اَحْيَتْ: احيا کان ورتل زنده ڪرڻ. سَآئِرُ: سڀ. الْاُمَم: امت جو جمع، جماعت، گروهه.

## ترجمو

جنهن وقت اهو ڪمال جو سج اڀريو ته ان جي هدايت سيني جهانن کي عام ٿي ۽ سيني امتن کي زنده ڪيو.

نوٽ: هي شعر ڪن نسخن ۾ موجود آهي ۽ عام طرح ڪونه آهي له.

(٥٥)

# اَکْرِمْ بِخَلْقِ نَبِيٍّ زَانَهٗ خُلُقٌ
# بِالْحُسْنِ مُشْتَمِلٍ بِالْبِشْرِ مُتَّسِمٖ

## مفردات جو شرح

اَکْرِمْ: بِهٖ، صيغه تعجب اکرام کان ورتل، عزت ڪرڻ. خَلْقِ: خ جي زبر سان، پيدائش، نبي، مراد حضور صلى الله عليه وآله وسلم. زَانَ: صيغو واحد مذکر غائب فعل ماضي، زين کان ورتل، سينگار ڪرڻ. خُلُقٌ: خ جي پيش سان، سيرت، عادت، حُسن، سونهن. مُشْتَمِلٌ: صيغو واحد اسم فاعل اشتمال کان ورتل. پنهنجي مٿان ڪپڙو ويڙهڻ. بِشْرِ: ب جي زير سان، تازه منهن رهڻ. مُتَّسِمٖ:

له حسن الجرح ص ٨٥

نشان وارو، اِبْتِسَامُ کان ورتل، پاڻ کي ڪنهن شيءِ سان نشان وارو ڪرڻ.

## ترجمو

حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي پيدائش ڪهڙي نه عجيب آهي، جنهن کي اخلاق ويڙهي سينگاريو آهي. حسن جي چادر ۾ ويڙهيل تازه منهن ۽ خنده پيشاني سان سينگاريل آهي.

## مطلب

حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي سيرت به سهڻي آهي ۽ صورت به سهڻي، جيئن الله تعالیٰ فرمايو آهي "نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ" حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي سهڻي صورت ۽ سيرت لاءِ هيٺيان ڪتاب پڙهڻ گهرجن: مواهب لدنيه، مدارج النبوة، شفا شريف ۽ ان جا شرح.

حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن هميشه خنده پيشاني رهندا هئا، جيئن حضرت عبدالله بن حارث رضی الله عنه کان روايت آهي ته "مون حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن کان وڌيڪ ڪنهن کي مرڪندي ڪونه ڏٺو."

## فائدو

هيءُ شعر چوٿون شعر آهي جنهن جي پڙهڻ وقت حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جهوميا هئا پڙهندڙ کي گهرجي ته اڪيهه جي عدد سان پڙهي؛[1]

---

[1] العصيده ص١٠٥

(۵۶)

# كَالزَّهْرِ فِيْ تَرَفٍ وَّالْبَدْرِ فِيْ شَرَفٍ
# وَّالْبَحْرِ فِيْ كَرَمٍ وَّالدَّهْرِ فِيْ هِمَمٍ

## مفردات جو شرح

كَالزَّهْرِ: مکڙيءَ وانگر. تَرَفٍ: نازڪ نعمت ۾ پرورش لهڻ. بَدْرِ: چوڏهينءَ جو چنڊ. شَرَفِ: بزرگي، بلندي. بَحْرِ: سمنڊ. دَهْرِ: زمانو. هِمَمِ: همت جو جمع.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن تازگيءَ ۾ مکڙيءَ وانگر شرف ۽ بلنديءَ ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر، ڪرم ۾ درياءَ وانگر ۽ همت ۾ زماني وانگر آهن.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذات بابرڪات، نظافت ۽ لطافت ۾ ان مکڙيءَ وانگر آهي، جيڪا سر سبز ٽارين ۾ ٽڙندي آهي ۽ سندن ذات، علم، رفعت ۽ بلنديءَ ۾ چوڏهينءَ جي چنڊ وانگر آهي. فيض عميم، صفاءِ عظيم سان مخلوق کي فائدي ڏيڻ ۾ ان درياءَ وانگر آهي جو موتين ۽ جواهرن سان دنيا کي مالامال ڪندو آهي. همتِ عاليه ۾ جيئن زمانو رات ڏينهن کي ڦيرائيندو

رهي ته ۽ هر شيءِ کي غايتِ ڪمال تي پهچائي ٿو. ان ۾ ممڪنات جو ظهور، عجائب ۽ غرائب جو مظاهرو ٿيندو آهي، اهڙيءَ طرح حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن به هر فيض وٺندڙ کي ان جي ظاهر ۽ باطن ۾ ڪمال تي پهچائن ٿا. مگر اهي تشبيهون صرف مخاطب کي سمجهائڻ خاطر آهن نه ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي انهن شين سان ڪهڙي نسبت آهي.

میں وہ شاعر نہیں جو چاند کہدوں روئے انور کو

میں ان کے ناخنِ پا پر قمر قربان کرتا ہوں

چاند سے تشبیہ دینا کیا یہی انصاف ہے

ان کے منہ پر چھائیاں حضرت کا چہرہ صاف ہے

چنڊ تنهنجي ذات پا ڙيان نه پرينءَ سان،

تون اجهو هر رات، سڄڻ نت سوجهرو.

(شاہ لطیف)

میرے کریم سے گر قطرہ کسی نے مانگا،

دریا بہا دیئے ہیں دُر بے بہا دیئے ہیں.

(اعلیحضرت)

(۵۷)

## كَأَنَّهُ وَهُوَ فَرْدٌ فِي جَلَالَتِهِ
## فِي عَسْكَرٍ حِيْنَ تَلْقَاهُ وَفِي حَشَمِ

### مفردات جو شرح

فَرْدٌ: يگانو. جَلَالَةٌ: بزرگي، عظمت.

عَسْكَرَ : لشڪر. تَلْقَا: ملاقات ڪرڻ تون. لقاء ڪان ورتل. حَشَمُ: احشام ڪان ورتل، خدمتگار. ڪَاَنَّهٗ : هُوَضمير جلالته ۾ تَلْقَاهُ جا ضمير حضور صَلَّى الله عليه وآله وسلم ڏي راجع آهن .

## ترجمو

گوياڪ ! حضور صلى الله عليه وآله وسلم پنهنجي هيبت ۽ جلال ۾ فرد يگانو آهي ان ڪي ملاقات ڪندي ڏسندين ته لشڪر ۽ خادمن جي انبوهه ۾ آهي، اڪيلو نه ڏسندين .

## مطلب

امام بوصيري اڳين شعرن ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نرمي ۽ خوش خلقي جي ايتري تعريف ڪئي جو ان مان پي رعيتي جواند يشو محسوس ٿي ٿيو. ان شبهي ڪي ٽارڻ لاءِ فرمائي ٿو ته : جيتوڻيڪ پاڻ خوش خلق هُئا، مگر ان جي باوجود ايترو رعب ۽ دٻدٻو هوندو هو جو جڻ ته پاڻ لشڪر ۾ بيٺل آهن له. هن شعر ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مهيني جي پنڌ تي رعب واري حديث ڏانهن اشارو آهي .

(٥٨)

ڪَاَنَّمَا اللُّؤْلُؤُ الْمَكْنُوْنُ فِيْ صَدَفٍ

مِنْ مَّعْدَنَيْ مَنْطِقٍ مِّنْهُ وَمُبْتَسَمِ

## مفردات جو شرح

اَللُّؤْلُؤُ : موتي. مَكْنُوْنُ : ڍڪيل

له عطر الوردة ص٣٠

مراد اهو موتي آهي جيڪو اچان سِپَ ۾ آهي. صَدَفُ : سِپَ. مَعْدَنِيْ: معدن جو تثنيه آهي، کاڻ. مَنْطِقُ : ڳالهائڻ جي جاءِ، مراد زبان آهي. مُبْتَسَم : کلڻ جي جاءِ، مراد ڏند ۽ وات.

## ترجمو

اهي گفتا جيڪي ڳالهائڻ واري کاڻ يعني زبان مان نڪرن ٿا، جڻ ته سپ وارا ڪيل موتي آهن ۽ ڏند مبارڪ جيڪي کلڻ واري کاڻ يعني وات کولڻ وقت ظاهر ٿين ٿا.

## مطلب

جهڙيءَ طرح موتي سپ ۾ ڍڪيل اجرو ۽ صاف هوندو آهي اهڙيءَ طرح حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جا گفتا ۽ ڏند مبارڪ به صاف آهن، جن تي ڪا ميراڻ نظر نه ايندي آهي.

هڪ بزرگ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه کي خواب ۾ ڏٺو ته هي شعر ۽ ان کان اڳيون شعر حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شانِ اقدس ۾ پڙهي رهيو آهي.[1]

(٥٩)

لَاطِيْبَ يَعْدِلُ تُرْبًا ضَمَّ اَعْظُمَهٗ
طُوْبٰى لِمُنْتَشِقٍ مِّنْهُ وَمُلْتَثِمٍ

## مفردات جو شرح

لَا : نفي جنس لاءِ. طِيْبَ : خوشبوءِ

[1] العصيده ص ١٠٩

يَعْدِلُ: هڪ شي جو ٻي سان برابر ٿيڻ. تُرْبَ: مٽي مراد قبر مبارڪ جي خاڪ. ضَمَّ: فعل ماضي، ڳنڍڻ. اَعْظُمَ: عظم جو جمع، هتي مراد حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو جسم مبارڪ. طُوْبٰی: بمعنيٰ خوشي، نعمت، خوشخبري. بهشت ۾ هڪ وڻ. مُنْتَشِقٍ: انتشاق کان ورتل، سنگهڻ. مُلْتَثِمٍ: التثام کان ورتل. چمڻ.

## ترجمو

جنهن مٽي ۾ حضور صلّی الله عليه وآله وسلم جن جو جسم مبارڪ رکيل آهي، ان مٽي جي برابر ڪا به خوشبوءِ نه آهي انهي خاڪ جي سنگهندڙ ۽ چمندڙ کي مبارڪ آهي.

## مطلب

جڏهن امام بوصيري حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ڪمالات صوري ۽ معنوي، خلق ۽ خلقت حال حيات مٽي بيان ڪري آيو ته هاڻي سندن وفات کان پوءِ پيلا ٿيءَ ۽ شان بيان ٿو ڪري ته ڪا به خوشبو ۽ حضور صلّی اللهُ عليه وآله وسلم جن جي آرامگاه واري مٽي سان برابر نه آهي. جڏهن اها ني مبارڪ ايڏي خوشبوءَ دار آهي ته پوءِ آرام ڪندڙ ذات جي خوشبوءِ جو ڇا عالم هوندو. هن شعر ۾ هُن حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي قبر مبارڪ واري مٽيءَ جي سنگهندڙ ۽ چمندڙ کي بشارت ڏني آهي ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي قبر مبارڪ جي زيارت لاءِ شوق ڏياريو ويو آهي. امام مالڪ جي مذهب ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي قبر مبارڪ جي زيارت ڪرڻ واجب آهي، ڇو ته زيارت ۾ تعظيم آهي ۽ تعظيم واجب آهي. پيو ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو فرمان آهي ته: ”جنهن بيت الله جو حج ڪيو ۽ منهنجي زيارت نه ڪئي ته اُن

مون کي ڏکويو“ حديث ۾ جفا جو لفظ آيو آهي ۽ جفا ترڪ واجب لاءِ هوندو آهي. ثابت ٿيو ته زيارت ڪرڻ واجب آهي.

امام شافعي ۽ حنفي مذهب جي اڪثر بزرگن وٽ زيارت ڪرڻ سنت آهي. ان تي مسلمانن جو اجماع آهي، باقي جيڪي اصلي زيارت جي نيت سان سفر ڪرڻ جا منڪر آهن، انهن جي جواب لاءِ شواهد الحق علامه نبهانيؒ جو ۽ شفاالسقام علامه سبڪي جو مطالعه ڪرڻ گهرجي.

## سوال

جيڪڏهن حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي قبر جي مٽي ۾ ايتري خوشبوءِ آهي ته پوءِ هر ڪنهن کي اها خوشبوءِ ڇو نٿي اچي؟

## جواب

هر هڪ کي خوشبوءِ نه اچڻ خوشبوءِ نه هجڻ جو دليل نه آهي نڪام واري کي خوشبوءِ نه ايندي آهي. جيئن ٽُڪ ان جي ويجهو عطر رکيل هوندو آهي، ان ۾ عطر جو قصور نه آهي بلڪ نڪ ۾ نڪام آهي، جيڪا خوشبوءِ سنگهڻ کان مانع آهي. قبر جا احوال به عالم برزخ ۽ آخرت جي احوال سان وابسته آهي، ان ڪري صاحب ڪشف اهل الله کي ئي اها خوشبوءِ ايندي ۽ حقيقت معلوم ٿيندي هر ڪنهن کي خبر نه پوندي.



## فصل چوٿون:

# مِيلادُ النبي صلى الله عليه وآله وسلم جي بيان ۾

(٦٠)

**اَبَانَ مَوْلِدُهٗ عَنْ طِيْبِ عُنْصُرِهٖ**

**يَاطِيْبَ مُبْتَدَاٍ مِنْهُ وَمُخْتَتَمٖ**

### مفردات جو شرح

اَبَانَ: اِبَانَتْ کان ورتل، ظاهر ڪيائين. مَوْلِدُ: ظرف زمان يا مڪان. ڄمڻ جو وقت يا ڄمڻ جي جاءِ. ابان جو فاعل ٿيندو ۽ مفعول محذوف اٿس عجائبَ ڪَثِيْرَه: يعني حضور صَلَّی اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسلم جن جي ولادت واري زماني ۾ گهڻيون عجيب ڳالهيون ظاهر ٿيون. عَنْ طِيْبِ: اَبَانَ سان مُتَعَلِّق آهي. عَنْ سبب بيان ڪرڻ لاءِ. طِيْبِ: پاڪائي عَنْصَرِ: اصل ۽ ماده ياطيب حرف ندا ۽ مقصود بالندا محذوف آهي. يَآ اَيُّهَا النَّاسُ اُنْظُرُوْا: اي انسانو! ڏسو، حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جا ابتدائي حالات ۽ انتهائي واقعات. مُبْتَدَاٍ: ابتدائي حالت ظرف زمان آهي ان مان مراد ولادت شريف آهي. مِنْهُ: جار مجرور متعلق آهي ڪَائِنٌ محذوف سان جيڪا مُبْتَدَاٍ جي

صفت آهي. مُخۡتَتَم: اختتامي حالات. هن شعر ۾ مَوۡلِدُه. عُنۡصُرِهٖ ۽ مِنۡهُ جا ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن راجع آهن.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي اصل پاڪيزگي کي زمانه ولادت ظاهر ڪيو، اي انسانو! ڏسو، حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت واري جاءِ ۽ دفن ٿيڻ واري جاءِ ڪهڙي نه خوشبوءِ دار آهي.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ڄمڻ وقت ڪيتريون عجيب ڳالهيون ظاهر ٿيون. جن مان سندن سڳند ۽ سرهاڻ معلوم ٿي ۽ ولادت جي وقت جيڪي واقعا رونما ٿيا انهن جو تفصيل تاريخ جي ڪتابن ۾ آهي ۽ ڪجهه هن قصيدي جي ايندڙ شعرن ۾ بيان ٿيل آهي.

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي خوشبوءِ ايتري ته هئي جو اصحابن سڳورن کي سندن گهرن ۾ هيڪار معلوم ٿيندي هئي. سندن پسيني مبارڪ جي خوشبوءِ جي ذريعي خبر پوندي آهي ته حضور صلى الله عليه وسلم جن هيڏانهن ويل آهن. ؎١

## هن شعر جي خاصيت

هن شعر کي لکي چانديءَ ۾ بند ڪري ٻار جي ڳچيءَ ۾ ٻڌبو ته اهو ٻار انشاءَ الله سعادتمند ٿيندو. ؎٢

---

؎١ شرح شيخ زاده ص ١١٣ — ؎٢ حسن الجرده ص ٩٤.

(٦١)

# يَوْمٌ تَفَرَّسَ فِيْهِ الْفُرْسُ اَنَّهُمْ
# قَدْ اُنْذِرُوْا بِحُلُوْلِ الْبُؤْسِ وَالنِّقَمِ

## مفردات جو شرح

يَوْمٌ: ڏينهن، هتي مراد سومر جو ڏينهن آهي. تَفَرَّسَ: فعل ماضي، عقل سان سمجهيو. اَلْفُرْسُ: فارس. ايران جي رهڻ وارا. اُنْذِرُوْا: اِنْذار کان ورتل. فعل ماضي مجهول ڊيڄاريا ويا. حُلُوْلَ: لهڻ. بُؤُسُ: سختي ۽ عذاب. نِقَمِ: نِقْمَةَ جو جمع. عذاب ۽ انتقام[1].

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت جو ڏينهن اهو ڏينهن هو، جو فارس وارن پنهنجي عقل سان سمجهيو ته اهي عنقريب سخت عذاب ۽ تڪليفن سان ڊيڄاريا ويندا.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت باسعادت سومر جي ڏينهن، پره ڦٽڻ کان پوءِ، سج اڀرڻ کان اڳ ۾ ١٢ ربيع الاول، بهار جي موسم ٢٠ اپريل ٥٧٠ع، ١ جيٺ ٦٢٨ بڪرمي واقعه فيل کان ٥٠ يا ٥٥ ڏينهن بعد مڪه مڪرمه ۾ ٿي.[2]

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت وقت ڪيترين عجيب نشانين ۽ واقعن ورتا، جن مان ڪسريٰ جي ڪوٽ جي

[1] غياث اللغات ص ٥٢٩. [2] ڊاڪٽر گستاؤلي بان "تمدن عرب" ۾ تاريخ ولادت ٢٧-٨-٥٧٠ع لکي آهي.

ڪنگرن جو ڪِرڻ ٻه هڪ عظيم واقعو آهي. فارس وارن محسوس ڪيو ته جلد سندس حڪومت ختم ٿيندي.

(٦٢)

## وَبَاتَ اِيوَانُ كِسرٰى وَهُوَ مُنصَدِعٌ
## كَشَمْلِ اَصْحَابِ كِسْرٰى غَيْرَ مُلْتَئِمِ

### مفردات جو شرح

وَاوَ: عطف جو. بَاتَ: ٻن معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي (١) رات جو ڪم ڪرڻ، بَاتَ فِي اللَّيْلِ: رات ۾ ڪم ڪيائين. (٢) صَارَ جي معنيٰ ۾ هتي ٻئي معنائن ٿي سگهن ٿيون ۽ هتي ضمير محذوف آهي، اصل ۾ بَاتَ فِيهِ هو. اِيوَانَ: محلات. كِسْرٰى: نوشيروان جو لقب مُنْصَدِعٌ: اِنْصِدَاع کان ورتل، ٽٽندڙ. شَمْلِ: پريشان ٿيڻ. گڏ ٿيڻ. هت پهرين معنيٰ مراد آهي. اَصْحَابَ بمعنيٰ دوست، هتي مراد لشڪر آهي. غَيْرَ مُلْتَئِمِ: التيام کان ورتل. گڏ ٿيڻ. پاڻ ۾ ملي وڃڻ؛

### ترجمو

ڪسريٰ جو محل ٽٽي پيو ۽ وري نه نهيو، جيئن ڪسريٰ جو لشڪر منتشر ٿي ويو ۽ وري گڏ نه ٿيو.

### مطلب

اڳين دور ۾ عجم جي بادشاهه کي ڪسريٰ، روم جي بادشاهه کي قيصر، يمن جي بادشاهه کي تُبَّعُ، مصر جي حڪمران کي فرعون

ترُڪيءَ جي تاجدار کي خاقان ۽ حبش جي شاهه کي نجاشي سڏيندا هئا. [1]

هن شعر ۾ ڪسريٰ جو ٻه دفعا ذڪر آيو آهي. پهرين مان مراد شاپور ذوالاڪتاف آهي، جيڪو سالياني اڪاسره مان هو ٻئي مان مراد يزدجرد بن شهريار آهي. اهو فارس جو پويون بادشاهه آهي. اسلام جي اچڻ سان اهي سڀ حڪومتون ختم ٿي ويون. [2]

شيخ زاده شرح برده ۾ لکيو آهي ته: ان يزدجرد پنهنجي لشڪر جو امير رستم کي مقرر ڪري، ٻه لک فوج ڏيئي مسلمانن جي مقابلي لاءِ موڪليو. ان وقت حضرت عمر رضي الله عنه جي خلافت جو دور هو، جنهن حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کي سپه سالار مقرر ڪري، رستم جي مقابلي لاءِ موڪليو. ان جنگ ۾ رستم کي قتل ڪري مسلمانن وڏي فتح حاصل ڪئي ۽ تمام گهڻي تعداد ۾ سامان هٿ آيو.

ان يزدجرد خواب ڏٺو ته هڪ ملائڪ ايران وارن جا هٿيار کڻيو حضور صلي الله عليه وسلم جن کي پيو ڏئي ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن اهو سامان کڻيو حضرت عمر رضي الله عنه کي پيا ڏين. ان خواب کان پوءِ يزدجرد کي تمام گهڻو خوف ٿيو.

ڪسريٰ جي ڪوٽ جا ١٤ ڪنگرا ڪريا ته سندس نجومين کيس چيو ته اوهان جا اڃان ١٤ بادشاهه ٿيندا. ڪسريٰ کي دلجاءِ ٿي ته اڃان گهڻو وقت آهي. انهن ١٤ بادشاهن مان ڏهه بادشاهه چئن سالن ۾ گذري ويا ۽ باقي ٤ به حضرت عثمان رضي الله عنه جي خلافت تائين ختم ٿي ويا. (عطر الورده ص ٣٤)

[1] خزينتي ص ١١٢. [2] شرح البرده للعلامه توڪلي ص ٥٠. [3] شيخ زاده شرح برده ص ١٥٠

٦٣

# وَالنَّارُ خَامِدَةُ الْاَنْفَاسِ مِنْ اَسَفٍ
# عَلَيْهِ وَالنَّهْرُ سَاهِيْ الْعَيْنِ مِنْ سَدَمٍ

## مفردات جو شرح

اَلنَّارُ: باھ. ھن مان مراد ايران جو آتشڪده آھي. خَامِدَۃٌ: خمود کان ورتل، باھ جو ٺنڊو ٿيڻ. وسامندڙ. اَنْفَاسِ: نفس جو جمع. پساه جنھن سان حياتي جو دارومدار آھي. ھتي مراد باھ جا شعلا آھن. اَسَفَ: افسوس. نَھْرُ: مان مراد درياءِ فرات آھي. سَاهِيْ: غافل. سَھْو کان ورتل آھي. عَيْنَ: اک يا چشمو. سَدَمِ: ڏک. پشيماني.

## ترجمو

۽ باھ افسوس جي ڪري وسامي ويئي ۽ نهر فرات جو چشمو ڏک ۽ پشيمانيءَ جي ڪري غافل ٿي بيھي رھيو.

## مطلب

حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي ولادت وقت مجوسين جي باھ جيڪا ھزار سالن کان پئي ٻرندڙ ھئي وسامي ويئي، جو ڪيس مجوسين جي مذهب جي باطل ۽ ختم ھجڻ جو يقين ٿي ويو ھو ۽ نھر فرات جيڪا ڪوفي جي قريب آھي، جنھن تي نوشيروان پُل ٻڌرائي ان جي چوڌاري ڪليسائون ٺھرايون ھيون سا اتي وھڻ جي بجاءِ ساوه ۽ بحيره طبريه ۾ وڃي وھڻ لڳي،

جيڪي دمشق ۽ عراق جي وچ ۾ آهن.

رُوئے زمیں کے بتکدہ سب آج سرنگوں ہیں
آتش کدوں کی آتش قدرت بجھا رہی ہے

عليه جو ضمير جيڪڏهن الميلاد ڏي راجع ڪيو ويندو ته پوءِ معنيٰ هي ٿيندي ته مجوسين جي باهه حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي جمال لاءِ مشتاق هئي، مگر ان وصال نه هجڻ ڪري افسوس ۾ وسامي ويئي.

(٦٤)

## وَسَاءَ سَاوَةَ اَنْ غَاضَتْ بُحَيْرَتُهَا
## وَرُدَّ وَارِدُهَا بِالْغَيْظِ حِيْنَ ظَمِیْ

### مفردات جو شرح

سَآءَ: ڏک ڪيو. سَاوَةَ: وڏي شهر جو نالو آهي ۽ مراد شهر وارا آهن. بُحَيْرَتُهَا: انهن جو درياءُ جنهن کي درياءُ ساوت چوندا هئا. رُدَّ: موٽيو، رجوع ڪيا ويئن. وَارِدُهَا: ان مان پاڻي پريندڙ ڪاوڙ جي الْغَيْظُ: ڪاوڙ. ظَمِ: اصل ۾ ظموءِ [له] هو. اُڃ وارو ٿيڻ.

### ترجمو

۽ ان وقت ساوة شهر وارا ڪاوڙيا جو سندن درياءُ خشڪ ٿي ويو ۽ ان تان پاڻي پريندڙ ڪاوڙ جي واپس ٿيا، جنهن وقت انهن کي اڃ لڳي. (پاڻي ميسر نه ٿيو)

### مطلب

عراق جي همدان ۽ قم شهرن جي وچ ۾ نهر ساوه وهندي

[له] غياث اللغات ص ٣٢٢

هئي. ساوه شهر کان ان ۾ پيڙيون وهنديون هيون ۽ اتان کان
ماڻهو "رَيّ" ۽ ٻين ملڪن ڏانهن ويندا هُئا، اهو درياءُ ڇهه فرسخ
ويڪرو هو. ان جو پاڻي ايترو ته بهتر هو جو ان جي مقابلي ۾ ڪنهن به
دُنيا جو پاڻي ڪونه هو. درياءَ جي ٻنهي ڪنارن تي شاندار بازارون
۽ ڪليسائون ٺهيل هيون. سڀ مجوسي ان جي برڪت وارو سمجهندا
هئا ۽ اتي باهه جي پوڄا ڪندا هئا. جڏهن حضور صلى الله عليه وسلم
جن جي ولادت مبارڪ ٿي، تڏهن اُن درياءُ جو پاڻي زمين ۾ جذب
ٿي ويو ۽ چوته اهو ڪفر جو مرڪز هو ۽ حضور جن ته ڪفر مٽائڻ
لاءِ تشريف فرما ٿيا هئا. [1]

(٦٥)

## كَأَنَّ بِالنَّارِ مَا بِالْمَاءِ مِنْ بَلَلٍ
## حُزْنًا وَّ بِالْمَاءِ مَا بِالنَّارِ مِنْ ضَرَمٍ

### مفردات جو شرح

كَأَنَّ: حرف تشبيهه جو. نَارٌ: باهه. مَا: موصوله. مَاءٌ: پاڻي
بَلَلَ: آلاڻ. حُزْنٌ: ڏک. ضَرَمَ: باهه جو شعلو ۽ پرتڪڙ. بِالْمَاءِ
جار مجرور ٿي متعلق ٿيندو. اَلَّذِىْ يَحْصُلُ فعل محذوف سان. اهڙيءَ
طرح بِالنَّار به آهي.

---

[1] طيب الوردة ص ١٥٩، حسن الجرده ص ١٠، شيخ زاده ۽ خرپوتي ص ١١٧ عطر الوردة
ص ٣٢ ـ شرح توڪلي ص ٥٠

## ترجمو

گوياڪ غم جي ڪري باهه ۾ پاڻيءَ جي آلاڻ اچي ويئي جو وسامي ويئي ۽ پاڻيءَ ۾ باهه جي خاصيت يعني گرمي اچي ويئي جو پاڻي خشڪ ٿي ويو.

## مطلب

ايران واري باهه ٿي طرح وسامي ويئي جو جڻ ته ان کي پاڻي وجهي ختم ڪيو ويو آهي. پاڻيءَ جا تلاءَ ۽ چشما گوياڪ باهه سان سُڪايا ويا هئا يعني انهن جا طبعي خواص بدلجي ويا هئا. غم جا به خاصا آهن. هڪ ته ماڻهو روئڻ لڳندو آهي. ٻيو ته سينو جلندو آهي آتشڪده حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي آمد ڪري روئڻ لڳو ۽ نهر جي دل دک ۾ جلڻ لڳي جو پاڻي ختم ٿي ويو ۽ انهن خاصيتن جي تبديلي ذريعي ثابت ڪيو ويو ته باطل مذهب ۽ دين بدلي ويندا.

(٦٦)

# وَالْجِنُّ تَهْتِفُ وَالْاَنْوَارُ سَاطِعَةٌ

# وَالْحَقُّ يَظْهَرُ مِنْ مَّعْنًى وَّمِنْ كَلِمِ

## مفردات جو شرح

جِنَّ: الله تعالىٰ جي مخلوقات جو هڪ گروهه، جيڪو انسانن ۽ ملائڪن وانگر ذوي العقول ۾ داخل آهي. ان جو جوهر ناري آهي جِنَّ جي معنىٰ ڍڪڻ بر اينديءَ آهي. تَهْتِفُ: هتف ڪان ور تل آهي

غيب کان آواز ڏيڻ. اَنْوَارٌ: نور جو جمع. سَاطِعَةً: چمڪندڙ. حَقٌّ: سچ. يَظْهَرُ: ظهور کان ورتل، ظاهر ٿيڻ. مَعْنًى: هت مراد آهي عقل سان پروڙڻ. ڪَلِمٍ: ڪلمة جو جمع، هت مراد لفظن جو پڙهڻ يا معنىٰ مان مراد نور ۽ ڪلم مان مراد جن جي شاهدي ڏيڻ. يا معنىٰ مان مراد قرآن مجيد ۽ ڪلم مان مراد حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جا ارشادات آهن. [1]

## ترجمو

۽ جن حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ظهور جو آواز ڏيئي رهيا هئا ۽ چمڪندڙ انوار بلند ٿي ٿيا ۽ ان انوار ۽ آواز مان حق يعني نبوت ظاهر ٿي رهي هئي.

## مطلب

حضور محبوب سيد عالم صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت وقت جنن هڪبيئي کي سڏيو حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت وقت حضرت آمنه سائڻ کان نور نڪتو جو ڪيس ان جي روشنيءَ سان شام جون ماڙيون نظر آيون. هن شعر ۾ انهن ڳالهين ڏانهن اشارو آهي.

## فائدو

جن ٽي قسم آهن: ١:- پکين جي صورت ۾ اڏامندا آهن. ٢:- ڪتن ۽ نانگن جي صورت ۾ هلندا آهن. ٣:- انسانن وانگر هلندا آهن. جنن ۾ به مختلف مذهب آهن، جيئن يهودي، نصاريٰ، مجوسي ۽ مسلمان. وري انهن مسلمان جنن ۾ به انسانن وانگر مختلف مذهب، سني، شيعه وغيره آهن. [2]

---

[1] طيب الوردة ص ١٦٠. [2] شرح خرپوتي ص ١١٩.

(٦٧)

## عَمُوْا وَصَمُّوْا فَاِعْلَانُ الْبَشَائِرِ لَمْ
## تُسْمَعْ وَبَارِقَةُ الْاِنْذَارِ لَمْ تُشَمِ

### مفردات جو شرح

عَمُوْا: عمىٰ كان ورتل، انڌا ٿيا. صَمُّوْا: ٻوڙا ٿيا. ٻنهي فعلن ۾ ضمير اهل ساوه ڏي ٿو موٽي. فَ: تفريع لاءِ. اِعْلَانُ: ظاهر ڪرڻ. بَشَائِرُ: بشارت جو جمع. بشارت خوشي بخشيندڙ خبر کي چئبو آهي. يا بشائر، بشير جو جمع سفير جي معنىٰ ۾ آهي يوءِ اتي مضاف کي محذوف مڃڻو پوندو. يعني اِعْلَانُ الْاَخْبَارِ الْبَشَائِرُ. لَمْ تُسْمَعْ: نه ٻڌو ويو. بَارِقَةُ: بجلي يا ٻي ڪا چمڪندڙ شيءِ، جيئن تلوار وغيره. اِنْذَار: ڊيڄارڻ. لَمْ تُشَمِ: شيم ڪان ورتل. ڏٺو ويو. لَمْ تُشَمِ جو ضمير بَارِقَةُ ڏي ٿو موٽي.

### ترجمو

منڪر اهڙا انڌا ۽ ٻوڙا ٿي پيا جو نه انهن کي خوشخبرين جو اعلان ٻڌڻ ۾ آيو ۽ نه انهن کي خدائي غضب جي بجلي يا اسلام جي تلوار نظر آئي.

### مطلب

گمراهه هجڻ جي ڪري منڪر حق ڏسڻ کان انڌا ۽ ٻڌڻ کان ٻوڙا ٿي پيا هئا. جو نه اهي بشارتن وارن ٻولن نشانين ۽ نه ڊپ ۽ عذاب جي چمڪي کي ڏسي سگهيا.

(٦٨)

# مِنْ بَعْدِ مَا اَخْبَرَ الْاَقْوَامَ كَاهِنُهُمْ
# بِاَنَّ دِيْنَهُمُ الْمُعْوَجَّ لَمْ يَقُمْ

## مفردات جو شرح

مِنْ بَعْدِ: جار مجرور عَمُوْا وَصَمُّوْا سان متعلق آهي مَا: مصدريه. اَخْبَرَ: اخبار کان ورتل. خبر کيائين. اَلْاَقْوَامُ: قوم جو جمع. كَاهِنُ: نجومي. مُعْوَجَّ: اڻ سڌو. باطل. لَمْ يَقُمْ: اي لَمْ تَدُمْ، نه هميشه ٿيو.

## ترجمو

ان جي باوجود جو انهن منڪرن کي سندن نجومين ٻڌايو ته اوهان جو باطل مذهب هميشه هلي نه سگهندو، منڪر انڌا ۽ ٻوڙا ٿيا جو ايمان نه آندائون.

## مطلب

عجب ان ڳالهه جو آهي ته انهن کي سندن پوين ۽ نجومين جي ذريعي اها به خبر پهچي ويئي هئي ته حق جو دين اچڻ وارو آهي ۽ باطل برباد ٿيندو، ته به انهن ايمان نه آندو.

## تنبيهه

عام طرح ماڻهون اسان جي ملڪ ۾ پوين جي پٽيان لڳندا آهن ۽ انهن کي سچو سمجهندا آهن - اها گمراهي آهي. حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جو فرمان آهي ته جيڪو ماڻهو ڪاهن کي سچو چوندو ته

الله تعاليٰ ان جون چاليهه ڏينهن ۽ راتين جون نمازون قبول نه ڪندو“ ۽ ٻي روايت ۾ آهي ته ”جيڪو شخص ڪاهن وٽ ويندو ته ان ڪفر ڪيو يعني ان فرمان جو انڪار ڪيو جيڪو حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن تي نازل ڪيل آهي. له ؛ چوته يو پن وٽ وڃڻ سان ۽ انهن کي سچو سمجهڻ سان ايمان جي وڃڻ جو خطرو آهي، ان ڪري انهن وٽ نه وڃجي.

(٦٩)

## وَبَعْدَ مَا عَايَنُوْا فِي الْأُفُقِ مِنْ شُهُبٍ مُّنْقَضَّةٍ وَّفْقَ مَا فِي الْأَرْضِ مِنْ صَنَمٍ

### مفردات جو شرح

عَايَنُوْا: معاينة کان ورتل. ڏٺائون. اُفُق: آسمان جو ڪنارو شُهُبٌ: شهاب جو جمع. باهه جو شعلو. مُنْقَضَّةٍ: انتقاض کان ورتل ستاره جو ٽٽڻ. هيٺ ڪرڻ. وَفْقَ: جي اڳيان حرف عليٰ جو محذوف آهي يا وفق، منقضة مصدر جي صفت آهي. پوءِ معنيٰ هيءَ ٿيندي يعني ستارا اهڙيءَ طرح ڪِريا جيئن بُت ڪِريا. صَنَم: بُت.

### ترجمو

۽ ان کان پوءِ جو آسمان کان تارا ڪري رهيا هئا، جيئن زمين تي بت ٿي ڪريا تڏهن به اها قوم مسلمان نه ٿي.

### مطلب

حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت وقت جنن جو آسمان تي وڃڻ بند ٿي ويو. جيڪڏهن اهي متي وڃن ٿا ته انهن کي

له طيب الوردہ مان ورتل.

تارن جا اُمرَ ٿا لڳن. ان ولادت واري رات ڪيئي تارا ٽٽي اُمارَ ي ٿي شيطانن کي لڳا ۽ ان رات بُتخانن جا ڪيترا بُت اونڌا ٿي ڪري پيا. امام بوصيري فرمايو آهي اهڙين نشانين کي ڏسي به منڪرن ايمان نه آندو.

(٧٠)

## حتّٰى غَدَا عَنْ طَرِيقِ الوَحْيِ مُنْهَزِمٌ

## مِّنَ الشَّيَاطِيْنِ يَقْفُوا اِثْرَ مُنْهَزِمٍ

### مفردات جو شرح

غَدَا جي بيان عَنْ استعمال ٿيل آهي، ان ڪري غدا جي معنىٰ اَعْرَضَ آهي. اِعْرَاضَ پاسي ورائڻ کي چئبو آهي. اَعْرَضَ عَنْ طَرِيقِ الوَحْيِ مُنْهن موڙيائين وحي جي واٽ کان، اڳ هر جِنّ آسمان تي ويندا هئا هاڻي رڪجي ويا. طَرِيْقِ: واٽ، رستو. وَحْيُ: اهي امر جيڪي الله تعالىٰ جي طرفان نبين عليهم السّلام سڳورن تي جبرئيل عَلَيهِ السّلام جي واسطي سان نازل ٿيندا هجن. طريق الوحي مان مراد آسماني دروازو آهي. شَيَاطِيْنِ: شيطان جو جمع. يَقْفُوا: قفُوٌ کان ورتل، تابعدار ٿيڻ، پٺيان هلڻ. اِثْرِ: پٺيان. مُنْهَزِمٌ: ڀڄندڙ.

### ترجمو

آسمان کان اُمرَ ايتري قدر آيا جو شيطان آسماني دروازن کان ڀڳا ۽ هڪ ٻئي پٺيان هلندا ٿي ويا.

### مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت وقت آسمان

کان پاھ جا شعلا ايترا تہ نڪتا جو شيطان هڪبئي جي پٺيان ڀڄڻ لڳا، ڇوتہ شيطان مٿي چڙهي ملائڪن جون خبرون ٻڌندا هئا ۽ پوءِ هيٺ اچي پوپٽن کي ٻڌائيندا هئا.

(۷۱)

## ڪَاَنَّهُمْ هَرَبًا اَبْطَالُ اَبْرَهَةٍ
## اَوْ عَسْكَرٌ بِالْحَصٰى مِنْ رَّاحَتَيْهِ رُمُ

### مفردات جو شرح

ڪَاَنَّ: حرف تشبيہ جو. هُمْ: ضمير شياطين ڏي وري ٿو. هَرَبًا: ڊڄي وڃڻ. اَبْطَالُ: بطل جو جمع آهي. بهادر. اَبْرَهَةَ: يمن جو بادشاھ اصحاب الفيل جو سردار. عَسْكَرٌ: لشڪر. حَصٰى: پٿريون. رَاحَتَيْهِ: راحت جو تثنيہ. هٿ جي تري. رُمْ: اصل ۾ رُمِيَ هو قافيہ جي ضرورت ڪري "ي" کي ڪيرايو ويو تيرا ڇلا ئون.

### ترجمو

شيطان اهڙي طرح ڀڳا، جهڙي طرح ابرھ جي لشڪر جا بهادر ڀڳا. يا اهي شيطان ڪافرن جو لشڪر هئا، جيڪي حضور پاڪ صلی اللہ علیہ و آلہٖ وسلم جن جي هٿن مبارڪن سان ڇنڊيل پٿرين کان ڀڳا هئا.

### مطلب

هن شعر ۾ ٻن قصن ڏي اشارو آهي. (۱) ابرھ ڪافر جو واقعو، جنهن بيت اللہ ڊاهڻ جو پڪو ارادو ڪيو هو. هاٿين جو

وڏو لشڪر وٺي بيت الله جي ويجهو اچي پهتو هو، مگر هاٿين اڳتي هلڻ کان انڪار ڪيو ۽ الله تعالیٰ ابابيل پکين جي لشڪر کي موڪليو جن جي چنبن ۾ پٿريون هيون. جڏهن انهن اهي پٿريون وسايون ته ابرهه ۽ ان جا بهادر لشڪر وارا ڀڄڻ لڳا، مگر تباهه ٿي ويا. اهو واقعو حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ولادت باسعادت کان ٥٥، ڏينهن اڳ ۾ ٿيو.

٢:- جنگِ بدر ۽ حنين ۾ جڏهن ڪافر وڏا لشڪر وٺي آيا حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن پنهنجي هٿن مبارڪن سان پٿريون کڻي انهن لشڪرن ڏانهن اڇلايون ۽ فرمايو: "شَاهَتِ الْوُجُوْهُ" انهن ٿورين پٿرين کي الله تعالیٰ هزارين ڪافرن جي اکين ۾ پهچايو ۽ سڀ وڃي ڀڳا. الله تعالیٰ، حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن کي فتح عطا فرمائي. انهن پٿرين جي چنڊڻ کي الله تعالیٰ پاڻ ڏي منسوب ڪري ارشاد فرمايو آهي: وَمَا رَمَيْتَ إِذْ رَمَيْتَ وَلَٰكِنَّ اللَّهَ رَمَىٰ. (پ ٩ س ٨ آيت ١٧) يعني: اي محبوب! اهاٺي جيڪا تو اڇلائي تو نه اڇلائي بلڪه الله تعالیٰ اڇلائي.

علامه خرپوتي لکيو آهي ته: ابرهه واري مصيبت، جيڪا الله تعالیٰ دفع ڪئي، اها حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي نور جي صدقي ۽ برڪت سان دفع ٿي هئي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة هڪ وائي ۾ مٿين قصي جو اشارو ڪيو آهي ـ

"سجد و فيل في الحال ڪيو، پسي مطلب نور نراڙ"

نوٽ: مٿين ٻنهي قصن جو تفصيل قصيده برده جي شرحن ۾ ڏسڻ گهرجي. ان کان سواءِ تفسيرن ۽ تاريخ جي ڪتابن ۾ به تفصيل سان بيان ڪيل آهن.

## فصل پنجون

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي

# مُعجزن جي بيان

(٤٢)

### نَبَذَا بِهٖ بَعْدَ تَسْبِيْحٍ بِبَطْنِهِمَا
### نَبْذَ الْمُسَبِّحِ مِنْ اَحْشَاءِ مُلْتَقِمٖ

**مفردات جو شرح**

نَبَذَا : هٿ سان اڇلائڻ. تَسْبِيْحَ : سبحان الله چوڻ. بَطَنَ : پيٽ. مُسَبِّحْ : اسم فاعل، تسبيح ڪندڙ. مراد حضرت يونس عليه السّلام آهي. اَحْشَآءَ : حشاء جو جمع، آنڊا. مُلْتَقِمْ : التقام کان ورتل، ڳِهندڙ.

**ترجمو**

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جي انهن پٿرين کي اهڙيءَ طرح اڇلايو جو سندن هٿن مبارڪن ۾ انهن پٿرين تسبيح ٿي پڙهي، جيئن الله تعالیٰ حضرت يونس عليه السّلام کي مڇيءَ جي پيٽ مان ٻاهر ڪڍي اڇلايو.



ملھ غياث اللغات ص٦١.

## مطلب

جيئن حضرت يونس عليه السّلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ تسبيح ٿي پڙهي، تيئن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي هٿن مبارڪن ۾ پٿرين تسبيح ٿي پڙهي. جيئن مڇيءَ جي پيٽ مان حضرت يونس عليه السّلام کي ٻاهر ڪڍيو ويو، اهڙيءَ طرح حضرت محبوب ڪريم صلى الله عليه وآله وسلم جن به ڪافرن تي پٿريون اڇلايون هيون.

حضرت يونس عليه السّلام جو قصو قرآن مجيد جي تفسيرن ۾ ڏسڻ گهرجي.[1]

## هن شعر جي خاصيت

هي شعر پنج دفعا پڙهي، پنجن پٿرن تي دم ڪري دشمن جي طرف اڇلائي. انشاء الله تعالىٰ هن جي حملي کان محفوظ رهندو.

(٧٣)

# جَآءَتْ لِدَعْوَتِهِ الْاَشْجَارُ سَاجِدَةً
# تَمْشِىْ اِلَيْهِ عَلٰى سَاقٍ بِلَا قَدَمٖ

## مفردات جو شرح

دَعْوَةِ: سڏڻ. ہ ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم ڏانهن موٽي ٿو. اَشْجَارُ: شجر جو جمع، وڻ. سَاجِدَةً: سجدو ڪندڙ. تَمْشِىْ: مشاء کان ورتل. پنڌ ڪرڻ. هن ۾ ضمير آهي، جيڪو اشجار ڏي ٿو وري. سَاقٍ: پني، وڻ جو سڄدو. قَدَمٖ: پير.



[1] سورة الانبياء رڪوع: ٦- پ: ١٧- نور العرفان ص ٥٢٥ مطبوعه لاهور.

## ترجمو

حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن جي سڏڻ تي وڻ سجدا ڪندا آيا، وڻ حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن ڏي پيرن ڪان سواءِ تڙ تي پنڌ ڪري آيا.

## مطلب

هن شعر ۾ حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن جي ان معجزي ڏانهن اشارو آهي جو سندن سڏ ڪرڻ تي وڻ هلي آيو ۽ اهو واقعو ٻه ڀي دفعا ظهور ۾ آيو. ان وڻ جي اچڻ ۾ چند معجزن جو اظهار ٿيو ؛ (١) وڻ جو حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن جي پيغام ۽ حڪم کي سمجهڻ. (٢) وڻ جو پنڌ ڪرڻ ۽ بنا پيرن جي هلڻ. (٣) حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن جي نبوت جو شاهد هجڻ.[1]

(٤٧)

كَاَنَّمَا سَطَرَتْ سَطْرًا لِّمَا كَتَبَتْ
فُرُوْعُهَا مِنْ بَدِيْعِ الْخَطِّ فِي اللَّقَمِ

## مفردات جو شرح

سَطَرَتْ: لکڻ، مراد اها هيئت آهي جنهن ۾ حرف لکيا ويندا آهن. لِمَا: لام علت جو، مَا: موصول. كَتَبَتْ: فعل ماضي، لکيائين فُرُوْعٌ: فرع جو جمع. ٽاريون. بَدِيْعِ: سهڻي صورت. خَطِّ: ليک مراد حرفن جو لکڻ. لَقَم: وات جو وچ.

[1] عطر الورده ص ٤٧

## ترجمو

گو ياڪ اهي وڻ سڌن ڪيڊ ندا آيا، جيڪي انهن وڻن جي تارين وات جي وچ ۾ سهٽا اڪر لکيا هئا.

## مطلب

جهڙي ءَ طرح خط جي لِيکن مان، معنيٰ، مفهوم ۽ مقصد حاصل ٿيندو آهي، اهڙي ءَ طرح انهن وڻ جي ليکن مان ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ظاهر ٿيئي ٿي هن شعر ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي امت لاءِ سبق آهي ته جڏهن وڻ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي اطاعت ڪن ٿا ته اسان کي به سندن حڪم مبارڪ اکين تي رکي بطريق اولىٰ ادا ڪرڻ گهرجي.

(٧٥)

# مِثْلُ الْغَمَامَةِ اَنّٰى سَارَ سَائِرَةً
# تَقِيْهِ حَرَّ وَطِيْسٍ لِّلْهَجِيْرِ حَمِيْ

## مفردات جو شرح

مِثْلُ: مشابه. غَمَامَة: ڪڪر. اَنّٰى: بمعنىٰ اَيْنَ، جتي سَارَ: سير ڪان ورتل. هلڻ. سَائِرَةً: حال آهي غمامة ڪان؛ تَقِيْهِ: وقايه ڪان ورتل. نگاهه رکڻ. حَرَّ: گرمي. وَطِيْسٍ: گرم تنور مراد سج. حَمِيْ: فعل ماضي. تو ڀينهن ۽ تنور جو سخت گرم ٿيڻ.

## ترجمو

اهي وڻ ڪکر وانگر ڦي آيا. حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جيڏانهن هلندا هئا ته ڪکر منجهند جي سج جي گرميءَ کان مٿان ڇانوَ ڪري اچي بيهندا هئا.

## مطلب

هن شعر ۾ حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي مشهور معجزي ڏانهن اشارو آهي. حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي مٿان گرميءَ ۾ ڪکر ڇانوَ ڪري اچي بيهندا هئا. جڏهن حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن شام جي ملڪ ڏانهن واپار ڪرڻ لاءِ ويا هئا ته اتي بحيرا راهب به حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي مٿان ڪکر ڏسي سمجهيو ته هو ته اهو نبي آخر الزمان آهي. [1]

(٧٦)

اَقْسَمْتُ بِالْقَمَرِ الْمُنْشَقِّ اِنَّ لَهٗ
مِنْ قَلْبِهٖ نِسْبَةً مَّبْرُوْرَةَ الْقَسَمِ

## مفردات جو شرح

اَقْسَمْتُ: ماضي متڪلم، قسم کنيو مون. بِالْقَمَرِ: چنڊ جو. مُنْشَقِّ: اِنْشِقَاق کان ورتل. ٽڪرا ٿيندڙ. قَلْبِ: دل. نِسْبَةِ: تعلق. مَبْرُوْرَةَ الْقَسَمِ: سچو قسم.

[1] شيخ زاده صـ ١٣١ شرح البردہ.

## ترجمو

موٽڪي چنڊ جو قسم! جيڪو ٻه ٽڪرا ٿيو، بيشڪ ان ٽڪرا ٿيل چنڊ جو تعلق حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي دل مبارڪ سان آهي. آئون ان قسم ۾ سچو آهيان.

## مطلب

هن شعر ۾ ٻن ڳالهين ڏانهن اشارو آهي: (١) هڪ حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جي چنڊ چيرڻ واري معجزي جو ذڪر آهي، جيڪو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي دعا سان ٻه ٽڪر ٿيو هو. قرآن شريف جي سورة القمر ۾[له] "اِقْتَرَبَتِ السَّاعَةُ وَانْشَقَّ الْقَمَرُ" ان معجزي جو ذڪر آهي. (٢) ٻيو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي سيني مبارڪ کي چيرڻ ڏي اشارو آهي ان ۾ به ڪيئي حڪمتون آهن، مگر هن وقت ڪي عناصر ان ڳالهه جا منڪر آهن.

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي سيني جي چيرجڻ قطعي دلائل سان ثابت آهي. ان حقيقت کي نه مڃيندڙ سراسر گمراهه ۽ قرآن پاڪ ۽ حديث شريف جا منڪر آهن.

## سوال

هن شعر ۾ امام بوصيري چنڊ جو قسم کنيو آهي ۽ هو ڏانهن خدا کا نسواءِ ٻئي ڪنهن جو قسم کڻڻ حرام آهي.

## جواب

امام بوصيري جي شعر ۾ القمر جي اڳيان رَبَّ جو لفظ محذوف آهي. اصل ۾ اَقْسَمْتُ بِرَبِّ الْقَمَرِ آهي، ان ڪري شاعر تي

له سورة القمر ع ١: پ ٢٧:

کو به الزام نه ايندو.

## تنبيه

الله تعالیٰ کان سواءِ کنهن جي به قسم نه کٽجي، چاهي نبي يا ولي هجي. پر اڄ ڪلهه ماڻهن ۾ ڪيترا قسم رائج آهن، اهي شرعًا حرام آهن ان ڪري اهل علم کي گهرجي ته اهي عوام کي حق جو ڪلمو چئي حقيقت سمجهائين.

(٧٧)

# وَمَا حَوَى الْغَارُ مِنْ خَيْرٍ وَّمِنْ كَرَمٍ
# وَّكُلُّ طَرْفٍ مِّنَ الْكُفَّارِ عَنْهُ عَمِ

## مفردات جو شرح

وَ: ابتدائيه. عبارت هيئن ٿيندي. وَمِنْ مُّعْجِزَاتِهِ مَاحَوَى الْغَارُ مِنْ خَيْرٍ. حَوٰى: گهيرو ڪيائين. غَارَ: کُڏ. خَيْر: ڀلائي. كَرَم: بخشش طَرْفٍ: اک. كُفَّارَ: ڪافر جو جمع. مِنْ خَيْرٍ مان مراد حضور صلى الله عليه عليه وآله وسلم جن آهن. مِنْ كَرَمٍ مان مراد حضرت ابوبڪر صديق رضی الله تعالیٰ عنه آهي.

## ترجمو

۽ ياد ڪر ان کي جو، غار خير ۽ ڪرم جمع ڪيو. جڏهن پاڻ ان ۾ گهيرو ڪيل هئا ۽ سڀئي ڪافرن جون اکيون انڌيون ٿي ويون جو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي نه ڏٺائون.

## مطلب

هن شعر ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي هجرت

واري واقعي ڏانهن اشارو آهي. جڏهن حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن حضرت ابوبکر صدیق رضی اللہ تعالیٰ عنہ کي وٺي غارِ ثور ۾ تشريف فرما ٿيا ته ڪافر پيٺيان پير کڻي آيا ۽ غار جي منهن تي اچي بيهي ڏسڻ لڳا. مگر انهن جون اکيون ڏسڻ کان انڌيون ڪيون ويون ۽ انهن کي حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن ڏسڻ ۾ نه آيا ۽ نه حضرت ابوبکر صدیق رضی اللہ تعالیٰ عنہ کي ڏسي سگهيا.

(٧٨)

## فَالصِّدْقُ فِي الْغَارِ وَالصِّدِّيقُ لَمْ يَرِمَا
## وَهُمْ يَقُولُونَ مَا بِالْغَارِ مِنْ أَرِمِ

### مفردات جو شرح

فَ: تفصيل لاءِ. صِدْقُ: سچائي. مراد حضور صلی اللہ علیہ وسلم جن آهن. صِدِّيْقُ: سچ ڳالهائيندڙ. ان مان مراد حضرت ابوبکر صدیق رضی اللہ تعالیٰ عنہ جن آهن. لَمْ يَرِمَا: صيغو تثنيه، فعل جحد، ان ۾ تثنيه جو ضمير آهي جيڪو حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم جن ۽ حضرت ابوبکر صدیق رضی اللہ تعالیٰ عنہ جن ڏانهن راجع آهي. لَمْ يَرِمَا: ريم کان ورتل آهي، معنيٰ جڳهه کان سرڪي ويڻ. وَهُمْ يَقُوْلُوْنَ: ۽ اهي پيا چون. مَا بِالْغَارِ: غار ۾ نه آهي. مِنْ اَرِمِ: ڪو شخص.

### ترجمو

س اپا صدق حضور صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم ۽ صديق اڪبر

رضی الله تعالیٰ عنه غار ۾ نه ڏٺا ويا ۽ ڪافر چوڻ لڳا ته غار
۾ ڪير به ڪونه آهي.

## مطلب

حضور صلی الله عليہ وآلہٖ وسلم جن غار ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضی الله تعالیٰ عنه جي جھولي ۾ آرامي ٿيا. حضرت ابوبڪر صديق رضی الله تعالیٰ عنه پنھنجو پير مبارڪ غار جي سوراخ تي رکيو ان ۾ نانگ هو، جنھن کيس ڏنگ هنيو پر حضرت صديق اڪبر رضی الله تعالیٰ عنه جن ڪابه دانھن نه ڪئي، بلڪ سندن اکين مان پاڻي وهيو. حضور صلی الله عليه وآلہٖ وسلم جن ڪانئس پڇيو حضرت ابوبڪر صديق رضی الله تعالیٰ عنه سچي حقيقت بيان ڪئي. پاڻ ڪريمن پنھنجو لعاب دهن سندس ڏنگ واري جڳھ تي لڳايو ته درد دفع ٿي ويو. ڪافرن کي جڏهن ڪابه شيءِ نظر نه آئي ته چوڻ لڳا ته غار ۾ ڪو به نه آهي.

هن شعر ۾ الصدق ۽ الصديق جي لفظن کي استعمال ڪري قرآن مجيد جي آيت: "وَالَّذِیْ جَآءَ بِالصِّدْقِ وَصَدَّقَ بِهٖٓ" ڏانھن اشارو ڪيو ويو آهي.

ڪن شارحن لَمْ يَرِمَا کي وَرَمْ کان مشتق سمجھي معنىٰ ڪئي آهي نه سڃيا.

## (٧٩)

ظَنُّوا الْحَمَامَ وَظَنُّوا الْعَنْكَبُوْتَ عَلٰى
خَيْرِ الْبَرِيَّةِ لَمْ تَنْسُجْ وَلَمْ تَحُمِ

**مفردات جو شرح** ظَنُّوْا: صيغو جمع ماضي. گمان ڪيائون





ل سورة الزمر، ع:٤، پ:٢٤-

حَمَامَ: حمامة جوجمع، ڪبوتر. عَنۡڪَبُوۡت: ڪوريئڙو. ان جوجمع عناڪب آهي ۽ مذڪر عَنۡڪَبُ آهي. ان جيت کي حيض به ايندو آهي ۽ آنا به لاهيندو آهي. خَيۡرِ الۡبَرِيَّةِ. مخلوقات ۾ ڀلو. لَمۡ تَنۡسُجۡ: اڻٽ کي نسج چئبو آهي. ان جو ضمير عنڪبوت ڏانهن وري ٿو. لَمۡ تَحُمۡ: حوم ڪان ورتل آهي، آنا لاهڻ لَمۡ تَحُمۡ معنىٰ آنا نه لاٿائين.

## ترجمو

انهن ڪافرن گمان ڪيو ته ڪوريئڙي حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جن تي ڄار نه ناهيو ۽ ڪبوتر آنا نه لاٿا آهن بلڪ پهرئين ڪان ايئن آهي.

## مطلب

هن شعر ۾ ڪافرن جي باطل ارادي جي ترديد آهي. هنن جو خيال هو ته حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي مٿان نه ڪوريئڙو ڄار ناهيندو ۽ نه ڪبوتر آنا لاهيندو. جڏهن حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جن ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضی الله عنه غار ۾ داخل ٿيا تڏهن الله تعالیٰ جي حڪم سان غار جي منهن تي ڪوريئڙي تڪڙو ڄار ناهيو ۽ ڪبوتر آنا لاٿا. ڪافرن پاڻ ۾ سوچي چيو ته جيڪڏهن حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن هن غار ۾ وڃن ها ته اهو ڄار ٽٽي پوي ها ۽ اهي ڪبوتر جا آنا به نه هجن ها! پرهنتي ٻئي ڳالهيون آهن انڪري سمجهون ٿا غار ۾ ڪير به نه آهي.



(٨٠)

# وِ قَايَـةُ اللّٰهِ اَغْنَتْ عَنْ مُّضَاعَفَةٍ مِّنَ الدُّرُوْعِ وَعَنْ عَالٍ مِّنَ الْاُطُمِ

## مفردات جو شرح

وِقَايَةُ: نگاهه ڪرڻ. اَغْنَتْ: اغناء کان ورتل، بي نيازيء بيپرواهه ڪرڻ. پرجيڪڏهن سندس پويان عَنْ استعمال ٿيل هوندي ته پوءِ معنيٰ ٿيندي بيپرواهه رهڻ. مُضَاعَفَةٍ: اسم مفعول. ضاعف يضاعف کان ورتل. ٻيڻو ڪيل. عَالٍ: بلند. دُرُوْعٍ: درع جو جمع زرهه. اُطُم: قلعو.

## ترجمو

الله تعاليٰ جي حفاظت حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي ٻٽين زرهن ۽ بلند قلعن جي پناهه کان بيپرواهه ڪري ڇڏيو هو.

## مطلب

ام المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضى الله عنها کان روايت آهي ته اصحاب سڳورا حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي حفاظت لاءِ رات ڏينهن حاضري ڏيندا هئا. اصحاب سڳورا واري سان ايندا هئا. جڏهن آيت سڳوري "وَاللّٰهُ يَعْصِمُكَ مِنَ النَّاسِ" نازل ٿي، تڏهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کين فرمايو ته سڀ موٽي وڃي پنهنجي گهر آرامي ٿيو. منهنجي حفاظت جو ذمو الله تعاليٰ پاڻ کنيو آهي. ان ئي حفاظت ڏانهن هن شعر ۾ اشارو آهي.

## سوال

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي هجرت ڪرڻ ۾ ڪهڙي حڪمت هئي جو پاڻ مڪه مڪرمه کي ڇڏي مدينه منوره ڏانهن ويا؟-

## جواب

هجرت ۾ اها حڪمت هئي جو حضور صلی الله عليه وسلم جن سان ٻيون شيون شرف ۽ شان واريون ٿيون. جيڪڏهن پاڻ سڳورا مڪي پاڪ ۾ رهن ها ته اهو گمان رهجي وڃي ها ته مڪو پاڪ حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام جي ڪري شاندار آهي ۽ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي ڪري ان کي شان ڪونه مليو آهي. پاڻ سڳورا وري مديني شريف ويا ته ان سرزمين کي به شرف ۽ برڪت وارو بنايائون ۽ اها زمين ايتري قدر شرف واري ٿي جو حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي جسم پاڪ سان لڳل مٽي عرش جي شرف ۽ شان کان به اعلیٰ آهي

## هن شعر جي خاصيت

جيڪو ماڻهو هن شعر کي ٤١، ڏينهن روزانو ٤١، ڀيرا پڙهندو ان تان مصيبت ٽري ويندي.[1] جيڪڏهن ڪو شخص بيابان ۾ آهي جتي جهنگ جي جانورن درندن جو ڊپ آهي ته ڏو وگول ليڪو ڪڍي ان ۾ اندر ويهي رهي. ستن (٧) يا نو (٩) ڀيرا اهو شعر پڙهي ته ڪو به جانور ڪيس ڪونه ايذائيندو ۽ ان گول دائري ۾ به ڪو جانور داخل نه ٿيندو. بزرگن جو آزمايل آهي.

**نوٽ** هن جاءِ تي طيب الورده واري ستن فصلن ۽ حسن الجرده



[1] حسن الجرده ص١٣٠ - العصيده ص١٣٩ -

واري هتي نه لکيو آهي، مون ان جي موافقت ڪري فصل نه لکيو آهي.

(٨١)

## مَاسَامَنِي الدَّهْرُ ضَيْمًا وَّاسْتَجَرْتُ بِهٖ

## اِلَّا وَنِلْتُ جِوَارًا مِّنْهُ لَمْ يُضَمٖ

### مفردات جو شرح

مَا: نافيه. سَامَ: فعل ماضي، رنج پهچائڻ. نِيْ: نون وقايه ياء متڪلم استجاره ڪان ورتل. پناهه گهرڻ. بِهٖ جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن ورندڙ آهي. اِلَّا: استثنا جو حرف. نِلْتُ: فعل ماضي متڪلم. حاصل ڪرڻ. پهچڻ. نِلْتُ بمعنىٰ حَصَّلْتُ به آهي. جِوَارٍ: پناهه، حمايت، رعايت، آرام. لَمْ يُضَمِ: فعل جحد مجهول. ضيم بمعنىٰ ظلم. لم يضم مان مراد آهي دائمي امن، جو نه ڪنهن جي ظلم کان مغلوب ٿئي ۽ نه ڪير ان کي دور ڪري سگهي.

### ترجمو

مون کي نه زماني تڪليف ڏني ۽ نه نقصان پهچايو ۽ نه مون ان (حبيب) جي پناهه ورتي. مگر آئون اهڙي پناهه وٺڻ ۾ ڦاٿس جو ڪا به طاقت ان کي مغلوب ڪري نه سگهي يعني دائمي امداد ۽ امن مليو.

**مطلب** شاعر چوي ٿو ته جڏهن به مون کي تڪليف پهتي

۾ مون حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي پناه ورتي ته مونکي دائمي امن مليو، جنهن ۾ ڪنهن کي به خلل وجهڻ جي طاقت نه آهي.

## فائدو

مَا: نافيه سان گڏ هڪ جملي کي بيان ڪري اڳيان اِلَّا حرف استثناء سان ان جو اثبات ڪرڻ حصر جو فائدو ڏيندو آهي ۽ اظهارِ مطلب لاءِ نهايت فصيح آهي. جنهن مان هي امر ثابت آهي ته زماني جي تڪليفن پهچڻ تي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کان مدد ۽ پناه گهرڻ سان دائمي امن ملڻ لازمي امر آهي. هن شعر ۾ شاعر جو ان طرف به اشارو آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي پناه ۽ وسيلي کان ڪيس فالج کان ڇوٽڪارو حاصل ٿيو.[1]

## هن شعر جي خاصيت

جيڪڏهن ڪو ماڻهو سفر تي وڃي ته پهرين مصرع لکي گهر ۾ رکي ۽ ٻي گڏ کڻي وڃي ته سفر خير سان گڏ رهندو ۽ ان شعر جو تعويذ ٻانهن ۾ ٻڌڻ سان فتحمند ٿيڻ جو سبب آهي.[2]

(٨٢)

وَلَا الْتَمَسْتُ غِنَى الدَّارَيْنِ مِنْ يَّدِهٖ

اِلَّا اسْتَلَمْتُ النَّدٰى مِنْ خَيْرِ مُسْتَلَمِ

## مفردات جو شرح

واو: عطف جو سامني تي عطف

[1] عطر الورده ص ٤٥ - [2] العصيده ص ٥٢

آهي. اِلۡتِمَاس: گهرڻ. غِنَىٰ: شاهوڪاري. دَارَيۡن: ٻئي جهان. مِنۡ يَدِهٖ: ان جي هٿ مان. ڪ ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم ڏي وري ٿو. اِسۡتَلَمۡتُ: بمعنىٰ قَبَّلۡتُ: مون چمي ڏني. نَدىٰ: بخشش ۽ عطا. خَيۡرِ مُسۡتَلَمِ: مراد حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو هٿ مبارڪ: جو ته جن هٿن کي چمي ڏني ويندي آهي، انهن ۾ هي هٿ سڀني هٿن کان ڀلو آهي.

## ترجمو

۽ نه طلب ڪئي مون ٻنهي جهانن جي شاهوڪاري سندن مبارڪ هٿن مان. مگر بخشش کي چمي ورتم ڀلي چيل هٿ کان.

## مطلب

دنيا جي شاهوڪاري بدن جي صحت ۽ مصيبتن کان محفوظ رهڻ ۽ دل جو اطمينان آهي. آخرت جي شاهوڪاري بهشت ۾ داخل ٿيڻ آهي.

امام بوصيري هن شعر ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جي محبت ۽ ارادت سان ديني، دنياوي مقصدن جي حاصل ڪرڻ ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

علامه خرپوتي هن شعر جي شرح ۾ لکيو آهي ته اڳئين شعر ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي حافظيت صرف دنياوي بيان ٿيل هئي ۽ هن شعر ۾ ٻنهي جهانن جي حافظيت بيان ٿيل آهي. ٻنهي شعرن جي شرح ۾ مولوي ذوالفقار علي صاحب ديوبندي لکيو آهي ته:

" خلاصہ ہر دو شعر کا یہ ہے کہ دفع مصائب وجلب منافع امتِ مرحومہ کو بتوسل شریف حاصل ہوتا ہے.

" آمَنَّا بِهٖ وَصَدَّقۡنَاهُ " [1]

[1] عطر الورده ص ٥٧

## هن شعر جي خاصيت

هن شعر کي نماز کان بعد هميشه پنج دفعا پڙهڻ سان انسان تنگدستي کان محفوظ رهندو. هن شعر مان معلوم ٿيو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کان مدد گهرڻ ۽ عرض ڪرڻ هر مشڪلات ۾ جائز آهي ۽ مدد گهرڻ سان مشڪل حل به ٿي ويچي ٿي.

مولانا مولوي ذوالفقار علي صاحب ديوبندي جي عبارت جيڪا مٿي گذري چڪي آهي، ان صاف صاف جواز ثابت ڪيو بلڪ پنهنجو ايمان ۽ تصديق به بيان ڪئي آهي.

(٨٣)

# لَا تُنْكِرِ الْوَحْيَ مِنْ رُّؤْيَاهُ اِنَّ لَهٗ
# قَلْبًا اِذَا نَامَتِ الْعَيْنَانِ لَمْ يَنَمِ

## مفردات جو شرح

لَا تُنْكِرْ: نهي جو صيغو، انڪار ڪان ورتل. نه مڃڻ. رُؤْيَاهُ: اها ڪيفيت جيڪا ننڊ ۾ ڏني وڃي. هٗ: جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏي وري ٿو. اِنَّ لَهٗ: اِنَّ حرف تحقيق جو لَهٗ ۾ لام تخصيص لاءِ ۽ هٗ جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏي وري ٿو. اِذَا: حرف شرط. لَمْ يَنَمْ: فعل جحد معلوم. نَامَتْ فعل ماضي. نَوْمٌ: ننڊ. عَيْنَانِ: عين جو تثنيه: اک.

## ترجمو

ان وحي جو انڪار نه ڪر، جيڪو

حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن کي ننڊ ۾ ايند و آهي بيشڪ ان جي دل آهي جيڪا اکين جي ننڊ ڪرڻ وقت ننڊ نہ ڪندي آهي.

## مطلب

وحي جو تعلق دل سان آهي ۽ جڏهن دل ننڊ ۾ به سجاڳ آهي[1] تہ ان وقت واري وحي کان انڪار ڪرڻ نہ آهي. وحي جي لغت ۾ معنیٰ: رسالت، اشارت، الهام، ڪلام خفی آهي اصطلاح ۾ وَحْي چئبو آهي. الله تعالیٰ جي طرفان پنهنجي پيغمبرن کي ڪنهن امر جو اطلاع ڏيڻ.

هن شعر ۾ اها ڳالهہ بہ ثابت آهي تہ حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي ننڊ اسان جي ننڊ وانگر نہ آهي. حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن جي ننڊ سان وضو نہ ڀڄندو آهي. حضور صلی الله علیه وآله وسلم جن فرمايو آهي تہ[2]: "منهنجون اکيون ننڊ ڪن ٿيون، منهنجي دل ننڊ نٿي ڪري ۽ سجاڳ رهي ٿي." [3]

" سُتائي سُونهَن، ننڊ عبادت جن جي." (شاهہ)

(٨٤)

وَذَاكَ حِيْنَ بُلُوْغٍ مِّنْ نُّبُوَّتِهٖ

فَلَيْسَ يُنْكَرُ فِيْهِ حَالُ مُحْتَلِمٖ

---

[1] عن ابن عباس ان رسول الله صلی الله علیه وسلم نام...... الخ (شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص ٢٠٩ مطبوعہ اصح المطابع ڪراچي.)

[2] ان عيني تنامان ولا ينام قلبی. حوالہ مذڪور ص ٢٢٣. [3] مشڪواة

## مفردات جو شرح

فَ: تفصيل جي لاءِ. ذَاكَ: اسم اشارو، مشارُ اليه. وَحْيُ فى الرُّؤيا آهي. بُلُوغ: بالغ ٿيڻ. نَبُوّت: بمعنىٰ نبأ خبر ڏيڻ. مُحْتَلِمْ: عقل ۽ فراست جو بالغ. هتي مراد بالغ فِي النبوة آهي.

## ترجمو

۽ خواب ۾ وحي جو اچڻ ته ان وقت هو جڏهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن بلوغ نبوت جي قريب هئا ته پوءِ جڏهن پاڻ نبوت ۾ مڪمل آهن ته سندن مٿان نازل ٿيل وحي جو انڪار نه ڪيو ويندو.

## مطلب

هن شعر ۾ شاعر عليه الرحمة ڪي اهو ثابت ڪريو آهي ته نبوت جي ظاهر ڪرڻ کان اڳ ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جيڪي خواب ۾ ڏٺو هو، اهو به هڪ قسم جو وحي هو، پر نبوت جي اظهار کان پوءِ جيڪي خواب ۾ تقريبًا ٦ مهينا ڏٺائون، اهو به وحي هو. نبين سڳورن عليهم السّلام جا خواب سچا ۽ وحي آهن. حضرت ابراهيم عليه السّلام کي خواب ۾ پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل عليه السّلام جي ذبح (الله جي راهه ۾ قربان) ڪرڻ جو حڪم مليو. حضرت ابراهيم عليه السّلام ان خواب کي وحي الاهي سمجهي امر جي ادا ڪرڻ لاءِ فرمايائين: "يٰبُنَيَّ اِنِّيْۤ اَرٰى فِي الْمَنَامِ اَنِّيْۤ اَذْبَحُكَ فَانْظُرْ مَاذَا تَرٰى"[١] اي منهنجا پٽ! بيشڪ آئون خواب ۾ ڏسان ٿو ته آئون توکي ڪهان ٿو، پوءِ تون ڏس ته تنهنجي صلاح ڇا آهي؟

---

[١] سورة الصّٰفّٰت رکوع:٣-پ:٢٣-

(٨٥)

# تَبَارَكَ اللّٰهُ مَا وَحْيٌ بِمُكْتَسَبٍ
# وَّلَا نَبِيٌّ عَلٰى غَيْبٍ بِمُتَّهَمٍ

## مفردات جو شرح

تَبَارَكَ: برڪت وارو ٿيو. مُكْتَسَبٌ: اڪتساب کان ورتل صيغہ اسم مفعول. ڪسب ڪرڻ. غَيْبٍ: ڳجها واقعا. مُتَّهِمٍ: تهمت لڳايل.

## ترجمو

الله برڪت وارو ٿيو. وحي ڪمائيءَ ۽ ڪوشش سان حاصل ڪيل نہ آهي ۽ نبي (سڳورو صلی الله عليہ وآلہ وسلم) غيب جي ڳالهين ۾ تهمت لڳايل نہ آهي.

## مطلب

الله تعالیٰ جي ذات بابرڪات ڪثيرالنفع آهي ۽ ڪوبہ وحي ڪسبي نہ آهي. ٻيا نيڪ عمل، ڪشف مڪاشفات، مجاهدن ۽ رياضتن سان حاصل ٿيندا آهن، اهي ڪسبي آهن مگر وحي خاص فضل ربي سان ملندو آهي. اهو وهبي هوندو آهي. نبي جيڪا غيب جي خبر ڏيندو آهي، اها صحيح ۽ سچي هوندي آهي، ڇوتہ اها غيبي خبر الله جي طرفان آهي ۽ نبي تهمت لڳايل نہ هوندو آهي.

## فائدو

هن شعر مان اهو بہ ثابت ٿيو تہ الله تعالیٰ پنهنجي نبي کي

غيب جو علم ڏنو آهي.[1]

علامه خرپوتي شرح برده ۾ لکيو آهي ته: "وَهٰذَا الْقَوْلُ لِدَفْعِ تَوَهُّمِ بَعْضِ الْقَاصِرِيْنَ مِنْ اَنَّ غَيْرَ اللّٰهِ تَعَالٰى لَا يَعْلَمُ الْغَيْبَ فَلَا يَجُوْزُ اِخْبَارُ الْاَنْبِيَاءِ عَنِ الْغَيْبِ".[2]

هي شعر انهن قاصرن جي وهم کي ٽارڻ لاءِ آهي، جيڪي چوندا آهن ته الله تعالىٰ کان سواءِ ڪوبه علم غيب نٿو رکي. پوءِ نبين عليهم السّلام جون غيب جون خبرون ڏيڻ جائز نه آهن.

علامه خرپوتي انهن منڪرن کي قاصر ڪري سڏيو آهي، جنهن جو مطلب ته نبين سڳورن عليهم السّلام لاءِ خدا جي اذن سان علم محيط وارا ڪامل آهن.

## (٨٦)

# اٰيَاتُهُ الْغُرُّ لَا يَخْفٰى عَلٰى اَحَدٍ
# بِدُوْنِهَا الْعَدْلُ بَيْنَ النَّاسِ لَمْ يَقُمِ

### مفردات جو شرح

اٰيات: اٰية جو جمع، نشانيون. غُرٌّ: سفيد - روشن. لَا يَخْفٰى: لڪل نه آهي. بِدُوْنِهَا: ان کان سواءِ. لَمْ يَقُمْ: قائم نه ٿيو ان جي فاعل العدل آهي.

---

[1] وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُطْلِعَكُمْ عَلَى الْغَيْبِ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَجْتَبِيْ مِنْ رُّسُلِهٖ مَنْ يَّشَآءُ (رڪوع: ١٨ سورة آل عمران پ ٤) وَمَا هُوَ عَلَى الْغَيْبِ بِضَنِيْنٍ. (سورة التكوير پ ٣٠)

[2] العصيده ص ١٣٢

## ترجمو

سندن روشن معجزا ڪنهن کان به لڪل نه آهن، انهي
کان سواءِ ماڻهن ۾ عدل قائم ٿي نٿي سگهيو.

## مطلب

حضور صلی اللّٰه عليه وآله وسلم جن جا معجزا روزِ روشن
وانگر ظاهر آهن. ان کان سواءِ ماڻهن ۾ عدل قائم ٿي نٿو سگهي.
قرآن ڪريم جهڙو معجزو تا قيامت قائم آهي.

(٨٧)

# كَمْ اَبْرَاَتْ وَصِبًا بِاللَّمْسِ رَاحَتُهٗ
# وَاَطْلَقَتْ اَرِبًا مِّنْ رِّبْقَةِ اللَّمَمِ

## مفردات جو شرح

ڪَمْ: خبريه. اَبْرَاَتْ: فعل ماضي اِبْرَاءٌ کان ورتل. ڇڏائڻ
ٺيڪ ڪرڻ. وَصِبًا، ص جي زبر سان بيماري، ءِ ص جي زير سان
بيمار. لَمْس: هٿ لڳائڻ، ڇهڻ. رَاحَتُ: هٿ جي تري، اَطْلَقَتْ:
فعل ماضي اطلاق کان ورتل. قيد کان ڇڏائڻ. معاف ڪرڻ
اَرَبٌ: محتاج الی الدواء. چريو. يا محتاج الی الهدیٰ، گمراه
رِبْقَة: بند. لَمَمْ: ديوانگي. صغيره گناه.

**ترجمو** ڪيترا بيمار هٿ لڳائڻ سان ڇڏايائين

۽ ڪيترا محتاج جنون جي قيد کان ڇٽي ويا.

## مطلب

هن شعر ۾ شاعر حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي شانِ شَفا کي بيان ڪيو آهي ته حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي دعا سان بيمار شفاياب ٿيا، صرف هٿ لڳائڻ[1] جي دير هئي ۽ سائينءَ جن ڪيترائي چريا عقلمند بنايا.[2]

## هن شعر جي خاصيت

جيڪڏهن ڪنهن کي جسم جي ڪنهن حصي ۾ سور آهي ته ان تي هٿ رکي هي شعر پڙهجي ته انشاءَ الله تعالىٰ درد دفع ٿي ويندو.

علامه خرپوتيءَ شرح ۾ لکيو آهي ته حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي شفا ڪنهن زماني تائين خاص نه آهي بلڪه قيامت تائين باقي آهي، جنهن جي به دل جو رابطو حضور پاڪ صلی الله عليه وسلم جن سان آهي، حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي وسيلي سان دعا گهري ۽ درود شريف پڙهي ته ان کي اڄ به شفا ملندي، حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي محبت شفا ۽ ايمان جو دليل آهي.

---

[1] جيئن حضرت عبدالله بن عتيق جي ڀڳل ڄنگهه حضور صلی الله عليه وسلم جن جي دعا سان ۽ هٿ لڳائڻ سان سڄي ٿي وئي. (مشڪواة ص ٥٣١ مطبوعه اصح المطابع ڪراچي). [2] ڪذا في المشڪواة بحواله دارمي ص ٥٤١ مطبوعه اصح المطابع ڪراچي.

۸۸

# وَاَحْيَتِ السَّنَةَ الشَّهْبَآءَ دَعْوَتُهٗ
# حَتّٰى حَكَتْ غُرَّةً فِى الْاَعْصُرِ الدُّهُمٖ

## مفردات جو شرح

اَحْيَتْ: صيغو واحد مؤنث فعل ماضي، اِحْيَاء کان ورتل آهي، زنده ڪرڻ، هت مراد سرسبز ۽ شاداب ڪرڻ آهي. سَنَةَ: سال. شَهْبَآء: اشهب جو مؤنث آهي ۽ سنة جي صفت آهي. اهو گهوڙو جنهن ۾ سفيدي زياده هجي. اَلسَّنَةَ الشَّهْبَآءَ مان مراد ڏکر ۽ قحط سالي آهي جنهن ۾ ساوڪ نظر نه اچي بلڪ هر طرف اڇي زمين نظر اچي. دَعْوَة: سڏڻ، دعا ڪرڻ. ةٗ جو ضمير حضور صلى الله عليه وسلم جن ڏي ٿو وري. حَكَتْ: فعل ماضي، حڪايت مشابه ۽ مثال هجڻ. غُرَّةَ: اڇاڻ جيڪا گهوڙي جي پيشانيءَ تي هوندي آهي. يا غره مان مجازي معنىٰ مراد آهي زيب ۽ زينت. اَعْصُرْ: عصر جو جمع، زمانو. دُهُم: ادهم جو جمع بمعنىٰ ڪارو، سياهه. الاعصر الدهم مان مراد سرسبز ۽ شاداب زمانو جيڪو پوکن ۽ گاهه جي گهاٽائيءَ جي ڪري ڪارو نظر ايندو آهي.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي دعا ڏکر واري سال کي خوش ۽ آباد ڪيو، تان جو تاريڪ زمانن ۾ روشني ۽ چمڪ نظر آئي.

## مطلب

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي دعا جي برڪت سان قحط سالي ختم ٿي، سرسبزي، ساوڪ ۽ سُڪار ٿيو. هن شعر ۾ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي هن معجزي ڏانهن اشارو آهي، جو هڪ دفعي حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي زماني ۾ قحط سالي ٿي، حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جمعي جي ڏينهن خطبه ڏيڻ لاءِ جلوه افروز ٿيا. هڪ اعرابي اٿي عرض ڪيو ته: "يَارَسُوْلَ اللهِ هَلَكَ الْمَالُ وَجَاعَ الْعِيَالُ فَادْعُ اللهَ تَعَالیٰ لَنَا" يعني: اي الله جا رسول! مال هلاڪ ٿيو ۽ عيال بکيو آهي پوءِ اسان لاءِ الله تعالیٰ کان دُعا گهُرو. حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن پنهنجا هٿ مبارڪ آسمان ڏي کنيا ۽ ان وقت آسمان تي ڪو به ڪڪر ڪونه هو، حضور صلی الله عليه وآله وسلم اڃا دعا گهري هٿ هيٺ نه ڪيا هئا ته جبلن وانگر ڪڪر پري آيا. حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن منبر تان لٿا ئي ڪونه هئا ته سندن سونهاري مبارڪ تي برسات جي پاڻيءَ جا ڦڙا وهڻ لڳا. هي بارش ان جمعي کان ٻئي جمعي تائين لاڳيتي وسندي رهي. ٻئي تي هڪ شخص اٿي عرض ڪيو ته يا رسول الله! تَهَدَّمَ الْبِنَاءُ وَ غَرِقَ الْمَالُ. يعني: اي الله جا رسولؐ! جايون ڍهي پيون ۽ مال ٻُڏڻ لڳو آهي، اسان لاءِ دعا گهرو ته برسات بند ٿئي. حضورؐ صلی الله عليه وآله وسلم جن هٿ مبارڪ

---

ؐ وَعَنْ اَنَسٍ قَالَ اَصَابَتِ النَّاسِ سَنَةٌ عَلیٰ عَهْدِ رَسُوْلَ اللهِ صلى الله عليه وآله وسلم ........ الخ (مشڪوٰة ص ٥٣٦ بحواله بخاري ومسلم مطبوعه اصح المطابع ڪراچي)

متي ڪٿي فرمايو: "اَللّٰهُمَّ حَوَالَيْنَا وَلَا عَلَيْنَا" يعني اي الله! برسات اسان جي چوڌاري وسي پر اسان تي نه وسي. ايئن فرمائي حضور صلى الله عليه وسلم جن جيڏانهن اشارو ٿي ڪيو ڪڪر اوڏانهن هلندا ٿي ويا تان جو مدينه منوره وارو وچ صاف ٿي ويو ۽ ڀرپاسي برسات وسندي رهي.[1]

(٨٩)

# بِعَارِضٍ جَادَ اَوْ خِلْتَ الْبِطَاحَ بِهَا سَيْبًا مِّنَ الْيَمِّ اَوْ سَيْلًا مِّنَ الْعَرِمِ

## مفردات جو شرح

بِعَارِضٍ: اَحْيَتْ سان متعلق آهي. ڪڪر. جَادَ: فعل ماضيُ جود ڪان ورتل. گهڻو وسڻ. گهڻي وسڻ وارو. خِلْتَ: خيال ڪان ورتل. گمان ڪرڻ. افعالِ قلوب مان آهي. بِطَاحَ: ابطح جو جمع بمعنيٰ وادي. سَيْبَ: درياء جو وهڪرو. بخشش. مِنَ الْيَمِّ: مِنْ بيانيه، يَمّ: درياء. سَيْلَ: چڙ.[2] عَرِم: هڪ واديءَ جو نالو آهي، مراد سخت بارش.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه واٰله وسلم جن جي دعا قحط ساليءَ کي هڪ ڪڪر سان بدلائيو، جيڪو تمام گهڻو وسيو تانجو وادين تي درياء جو گمان ٿي ٿيو. يا ائين ٿي سمجھ ۾ آيو جو عَرِم جهڙي وادي ان ۾ پيچي پئي آهي.



[1] العصيده ص ١٢٨، مشڪوٰة - [2] غياث اللغات ص ٢٨٢

## مطلب

عِرَم هڪ واديءَ جو نالو آهي جيڪا ملڪ سبا ۾ هئي، ان جي پوڌجي ڪري ڪيترائي شهر برباد ٿي ويا هئا. جڏهن بي بي بلقيسا جي اتي بادشاهي ٿي ته ان واديءَ جي روڪڻ لاءِ پٿرن جو هڪ بند ٺهرايو. انجنيئرنگ جي اصول مطابق ٻنهي طرفن کان موريون ۽ پليون ٺهرايون مضبوط ڪيائين. پوڌجي رڪجڻ ڪري ان جي پاسي ۾ تمام گهاٽا باغ ٿيا، ايتري قدر انهن ۾ ميوا ايترا هئا جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو خالي ٽوڪرو مٿي تي رکي اتاهين لنگهندو هو ته بغير ميون پٽڻ جي اهو ٽوڪرو از خود ڀرجي ويندو هو. ان خِطّي جي آب و هوا تمام صحت بخش هئي. ان واديءَ ۾ نانگ، وڇون، مڇر، مک ۽ جونءِ جو نالو به ڪونه هو، پر اگر ڪو شخص ٻاهران اچي ان خِطّي ۾ داخل ٿيندو هو ته ان جون جونءِ به مري وينديون هيون.[1]

انهن کي الله تعاليٰ هر نعمت سان نوازيو هو، مگر انهن نعمتن جي ناشڪري ڪئي. علامه خرپوتي جي قول مطابق تيرهن رسول انهن ۾ موڪليا ويا هئا، انهن رسولن کي ان قوم نه مڃيو پوءِ رب پاڪ ڪوئا موڪليا جن انهن بندن ۾ سوراخ ڪيا ۽ وري جو پوڌ آئي ته اهي باغ وغيره سڀ ختم ٿي ويا. قرآن پاڪ ۾ اهو واقعو بيان ٿيل آهي.[2]

---

[1] نور العرفان ص ٦٨٥ مطبوعه سني دار الاشاعت اسلام گنج لاهور مدارڪ التنزيل ص ١٢٣ مطبوعه مطبع محمدي بمبئي - [2] سورة سبا رڪوع: ٢، پ: ٢٢ -

# فصل ڇهون

## قرآن شريف جي شرف تعريف جي بيان ۾

٩٠

دَعْنِيْ وَ وَصْفِيْ آيَاتٍ لَهٗ ظَهَرَتْ
ظُهُوْرَ نَارِ الْقِرٰى لَيْلًا عَلٰى عَلَمٖ

### مفردات جو شرح

دَعْنِيْ: وَدَعَ کان ورتل. اصل ۾ يَا حَبِيْبِيْ دَعْنِيْ آهي. اي منهنجا حبيب! مون کي ڇڏ. واو: بمعنىٰ مَعَ. وصف بيان ڪرڻ. مراد تعريف آيَاتَ: آية جو جمع. معجزو. ظَهَرَتْ: ظهور کان ورتل. ظاهر هجڻ. نَارَ الْقِرٰى: مهماني جي باهه. عَلَمٖ: وڏو جبل.

### ترجمو

اي دوست! مون کي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي معجزن جي تعريف بيان ڪرڻ ڏي، جيڪي معجزا اهڙي طرح ظاهر آهن جهڙي طرح ٻهراڙي ۾ رهندڙ سخي عربن جي اها باهه جيڪا بلند جبلن جي چوٽيءَ تي رات جو ان لاءِ روشن ڪئي ويندي آهي ته جيئن پنڌ ڪيل مسافر رات جي وقت اچي رهن.

**مطلب** امام بوصيري جو مقصد آهي ته مون لاءِ ان کان

وڏيڪ ڪاشيءِ پياري نہ آهي جو مان حضور سائين صلي الله عليه وآله وسلم جن جي مدح خواني ڪندو رهان. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي معجزن کي ان ڪري ماڻهن سان تشبيه ڏني اٿس جو جهڙي طرح سان ماڻهو ڏسي پليل ماڻهو منزل تي پهچي ويندو آهي اهڙيءَ طرح حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جا معجزا ڏسي گمراهه ماڻهو دينِ اسلام تي اچي ويندو آهي.

(٩١)

## فَالدُّرُّ يَزْدَادُ حُسْنًا وَّهُوَ مُنْتَظِمٌ
## وَلَيْسَ يَنْقُصُ قَدْرًا غَيْرَ مُنْتَظِمٖ

### مفردات جو شرح

دُرٌّ: موتي. يَزْدَادُ: وڌي، حسن، سونهن. مُنْتَظِمٌ: درست ٿيندڙ. يَنْقُصُ: نقص کان ورتل، گهٽجڻ. قَدْرًا: مرتبو. ينقص جي ضمير کان تميز آهي.

### ترجمو

پوءِ موتين جي سونهن لڙهي ۾ پوئڻ سان زياده ٿيندي آهي ۽ نہ پوئڻ سان بہ ڪا ڪمي نہ ٿيندي آهي.

### مطلب

حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو شان ۽ معجزا جيڪڏهن نثر ۾ بيان هوندا آهن تہ بي بها موتي آهن. پر اگر اهي معجزا نظم ۾ بيان ڪيا ويندا آهن تہ وڌيڪ

سهڻا ۽ دل کي وڻندڙ ٿيندا آهن.

(٩٢)

فَمَا تَطَاوَلَ اٰمَالُ الْمَدِيْحِ اِلٰى
مَا فِيْهِ مِنْ كَرَمِ الْاَخْلَاقِ وَالشِّيَمِ

## مفردات جو شرح

تَطَاوَلَ: ماضيءَ جو صيغو، ڪنهن شيءِ کي ڊسڻ وقت ڪنڌ ڊگهو ڪرڻ. آمَال: امل جو جمع، اميد. مَدِيْحُ: تعريف ڪندڙ. كَرَمِ الْاَخْلَاقِ: سٺيون خصلتون. شِيَمَ: خصلت.

## ترجمو

پوءِ مدح ڪندڙ جون اميدون ڇوته ان شيءِ جي طرف وڌن جو سندن اخلاق ۽ خصلتون سٺيون آهن.

## مطلب

امام بوصيري فرمايو آهي ته: مون ڪجهه محبوب جا معجزا بيان ڪيا آهن. پر مون کي ڪهڙي طاقت آهي جو سندن خصائل عجيبه ۽ شمائل حبيبه جي بلندين ڏي ڪنڌ ڊگهو ڪري پهچي سگهان.

(٩٣)

اٰيَاتُ حَقٍّ مِّنَ الرَّحْمٰنِ مُحْدَثَةٌ
قَدِيْمَةٌ صِفَةُ الْمَوْصُوْفِ بِالْقِدَمِ

## مفردات جو شرح

'ايَات: آية جو جمع - نشاني. هن مان مراد قرآن مجيد جون آيتون آهن هي خبر مبتدا محذوف جي آهي اي القرآن ايات حق. حَقٌّ: اهو سچو امر جنهن ۾ انڪار جي گنجائش نه هجي. مُحْدَثَةٌ: پيدا ڪيل. قَدِيْمَةٌ: آڳاٽيون جن جي ابتدا نه هجي.

## ترجمو

قرآن جون آيتون الله تعالىٰ طرفان نازل ڪيل آهن، جيڪي ڳالهائڻ، نازل ٿيڻ ۽ دفترن ۾ لکڻ جي اعتبار سان حادث آهن پر اهي آيتون رب پاڪ جي صفت جي اعتبار سان قديم آهن.

## مطلب

قرآن پاڪ حادث آهي يا قديم؟ ان ۾ ست قول آهن. اهلِ سُنت والجماعت جو مذهب اهو آهي ته قرآن پاڪ باعتبار الفاظ وحروف آواز ۽ لکڻ جي حادث آهي، جو ان کي ڪلام لفظي چوندا آهن ۽ باعتبار معنىٰ بلا صَوت جي قديم آهي، جنهن کي ڪلام نفسي چوندا آهن.

(٩٤)

لَمْ تَقْتَرِنْ بِزَمَانٍ وَّهِيَ تُخْبِرُنَا
عَنِ الْمَعَادِ وَعَنْ عَادٍ وَّعَنْ اِرَمٖ

## مفردات جو شرح

لَمْ تَقْتَرِنْ: صيغو جحد معلوم

اقتران کان ورتل، ڳنڍجڻ، ويجهو ٿيڻ. مَعَادَ: موٽڻ جي جاءِ عَالم آخرت. عَادَ: هڪ شخص جو نالو. عاد بن عوص بن ارم بن نوح. پوءِ عاد جو لفظ هڪ قبيلي جو نالو ٿي ويو آهي. جن ۾ پهرين کي عاد ارم يا عاد اوليٰ چوندا آهن ۽ پوين کي عاد اخريٰ چوندا آهن. بعض جو قول آهي ته عاد اوليٰ حضرت هود عليه السّلام جي قوم هئي ۽ عاد اخريٰ کي ارم چوندا آهن.

## ترجمو

اهي قرآن جون آيتون ڪنهن زماني سان ڳنڍيون ۽ اسان کي آخرت ۽ عاد ۽ ارم جي خبر ڏين ٿيون.

## مطلب

اهي آيتون زماني سان مقرون نه آهن جو قديم آهن. جڏهن اجا زمانو نه هو تڏهن به اهي آيتون هيون. هن شعر ۾ انهن جي قصي ڏانهن اشارو آهي جو رب پاڪ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي: وَهُوَ الَّذِیْ يَبْدَؤُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ وَهُوَ اَهْوَنُ عَلَيْهِ. [1] وَاِلٰی عَادٍ اَخَاهُمْ هُوْدًا [2]. اَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِعَادٍ اِرَمَ ذَاتِ الْعِمَادِ. [3]

## فائده

انهن قصن جو تفصيل قرآن مجيد جي تفسيرن ۾ ڏسڻ گهرجي.

## (٩٥)

دَامَتْ لَدَيْنَا فَفَاقَتْ كُلَّ مُعْجِزَةٍ
مِنَ النَّبِيِّيْنَ اِذْ جَاءَتْ وَلَمْ تَدُمِ

[1] سورة الروم ع: ٣ - پ ٢١ - [2] سورة الاعراف ع: ٩ - پ ٨ - [3] سورة الفجر پ ٣٠

## مفردات جو شرح

دَامَتْ: دوام کان ورتل. هميشه رهڻ. مُعْجِزَة: اهو امر جيڪو عادت جي خلاف نبين سڳورن عليهم السّلام کان الله تعالىٰ جي اذن سان نبوت جي ثبوت لاءِ ظاهر ٿئي.

## ترجمو

قرآن پاڪ جون آيتون هميشه لاءِ بطور معجزي اسان وٽ رهيون. ان خصوصيت جي ڪري سيني نبين سڳورن عليهم السّلام جي معجزن کان بلند رهيون؛ جو ته اهي معجزا آيا، هميشه جي لاءِ نه رهيا، بلڪ صرف حڪايتون وڃي رهيون، پر قرآن ڪريم هميشه آهي.

## مطلب

آيات قرآن اهڙو معجزو آهي جو هر زماني ۾ قائم رهندو ۽ ڪو به شخص ان ڪلام مقدس جو ڪنهن به طرح مقابلو ڪري نٿو سگهندو، اهو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو دائمي معجزو آهي.

(٩٦)

مُحَكَّمَاتٌ فَمَا يُبْقِيْنَ مِنْ شُبَهٍ

لِذِيْ شِقَاقٍ وَّلَا يَبْغِيْنَ مِنْ حَكَمِ

## مفردات جو شرح

مُحَكَّمَاتٌ: تحڪيم کان ورتل. حاڪم ڪيل. شُبَهٍ: شبهه جو

جمع. ذِیْ شِقَاقٍ: مخالف. حَکَمٌ: حاکم، جيڪو ٻن ڌرين جي وچ ۾ فيصلو ڪري.

## ترجمو

قرآن ڪريم جون آيتون اهڙيون محڪمات آهن جو ڪنهن دشمن کي شڪ شبهي جي جاءِ نه آهي ۽ اهي آيتون پنهنجي فيصلي ۾ ڪنهن کي حاڪم ٺيڻ نه ٿيون ڏين.

## مطلب

شرعي لحاظ سان معاملن کي طي ڪرڻ ۾ الله تعالیٰ قرآني آيتن کي حَکَمُ[1] بڻايو آهي. هر هڪ امر جي نسبت سان قرآن مجيد فيصلو ڪندڙ آهي ۽ ان ۾ مطلقًا شبهي جي گنجائش نه آهي

(٩٧)

# مَا حُورِبَتْ قَطُّ اِلَّا عَادَ مِنْ حَرَبٍ
# اَعْدَی الْاَعَادِیْ اِلَیْهَا مُلْقِیَ السَّلَمٖ

## مفردات جو شرح

حُورِبَتْ: محاربة کان ورتل آهي، هڪ ٻئي سان جنگ ڪرڻ مراد آهي مناظرو ڪرڻ. اَعْدَی الْاَعَادِیْ: سخت دشمن. مُلْقِیَ: القاء ڪندڙ. سَلَمٌ: تسليم ڪرڻ.

## ترجمو

جڏهن به انهن آيتن جو مقابلو ڪيو ويو ته نتيجو اهو نڪتو جو سخت ترين دشمن به پنهنجي سلامتي لاءِ

[1] وَمَا اخْتَلَفْتُمْ فِیْهِ مِنْ شَیْءٍ فَحُکْمُهٗ اِلَی اللّٰهِ ۝

هشيار اچلا ئي بيهي رهيو.

## مطلب

قرآني آيتن جي بلاغت جو ايڏو وڏو ڪمال آهي، جو عرب جا فصيح ۽ بليغ به مقابلي ۾ عاجز ٿي ويا!

(٩٨)

# رَدَّتْ بَلَاغَتُهَا دَعْوٰى مُعَارِضِهَا

# رَدَّ الْغَيُوْرِ يَدَ الْجَانِيْ عَنِ الْحَرَمِ

## مفردات جو شرح

بَلَاغَتْ: ڪنهن جو ڪمال کي پهچڻ. اصطلاح ۾ اهو ڪلام جو مقتضيٰ حال جي موافق هجي ۽ فصيح به هجي يعني غير مانوس ۽ ڳرن لفظن کان خالي هجي. مُعَارِضْ: مقابلو ڪندڙ. غَيُوْر: سخت غيرت وارو. جَانِيْ: گنهگار. حُرَمْ: حرمت جو جمع. مراد پردي نشين عورتون يا حرم. "ح" ۽ "ر" جي زبر سان مراد چئوديواري.

## ترجمو

قرآن پاڪ جي آيتن جي بلاغت، مخالف جي دعويٰ کي اهڙي طرح رد ڪري ڇڏيو، جهڙي طرح غيرت وارو انسان بد ڪردار کي پنهنجي پردي وارين عورتن يا گهر جي اچڻ کان روڪيندو آهي.

## مطلب

قرآن مجيد، حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو زنده معجزو آهي. جهڙي طرح غيرتمند مرد پنهنجي گهر ۾ بد ڪردار انسان کي اچڻ

ڪان روڪيندو آهي، اهڙيءَ طرح قرآني آيتن به مخالفن کي روڪي ڇڏيو بلڪ قرآن مجيد ڪيترين ئي جاين تي چئلينج ڏنو له مگر ڪو به مقابلو ڪري نه سگهيو.

## هن شعر جي خاصيت

بد مذهب سان مقابلي ڪرڻ وقت يارهن دفعا هن شعر کي پڙهڻ سان مخالف مغلوب ٿيندو ۽ ان کي شڪست ايندي. ٢له

(٩٩)

# لَهَا مَعَانٍ كَمَوْجِ الْبَحْرِ فِي مَدَدٍ
# وَفَوْقَ جَوْهَرِهِ فِي الْحُسْنِ وَالْقِيَمِ

## مفردات جو شرح

لَهَا: ضمير آيات ڏي ٿو وري. مَعَانٍ: معنیٰ جو جمع. كَ: حرف تشبيه جو. فَوْقَ: مٿي. جَوْهَر: موتي. هٗ: ضمير بحر ڏي وري ٿو. حُسْنِ: سونهن. قِيَمِ: قيمت جو جمع.

## ترجمو

انهن آيتن جون اهڙيون معنائون آهن، جيئن درياءَ جون موجون هڪٻئي جي مدد ڪن ٿيون ۽ ان درياءَ جي جوهر کان سونهن ۽ بهاءِ ۾ فائق آهن.

---

له وَإِنْ كُنْتُمْ فِي رَيْبٍ مِّمَّا نَزَّلْنَا عَلَىٰ عَبْدِنَا فَأْتُوا بِسُورَةٍ مِّنْ مِّثْلِهِ وَادْعُوا شُهَدَاءَكُمْ مِنْ دُونِ اللَّهِ إِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِينَ ه پ ٢. ٻي جاءِ تي: فَأْتُوا بِعَشْرِ سُوَرٍ مِّثْلِهِ مُفْتَرَيٰتٍ وَادْعُوا ه ٢له حسن الجرده ص ١٥٩

## مطلب

جهڙيءَ طرح درياءَ جي هڪ موج ٻي موج جي مدد ڪندي آهي اهڙيءَ طرح هڪ قرآني آيت ٻي آيت جي تائيد ۽ تفسير ڪندي آهي جيئن چيو ويندو آهي: "اَلْقُرْآنُ يُفَسِّرُ بَعْضُهٗ بَعْضًا."

(١٠٠)

# فَمَا تُعَدُّ وَلَا تُحْصٰى عَجَائِبُهَا
# وَلَا تُسَامُ عَلَى الْاِكْثَارِ بِالسَّامِ

## مفردات جو شرح

مَا تُعَدُّ: نفي مضارع مجهول. اَلْعَدُّ ڪان ورتل. ڳڻڻ. وَاوَ: عطف جو. لَا تُحْصٰى: نفي مضارع مجهول. اَلْاِحْصَاءُ ڪان ورتل، ڳڻ ڪرڻ. عَدَّ ۽ اِحْصَا ۾ هي فرق آهي عَدَّ هڪ هڪ شيءِ ڳڻڻ کي چئبو آهي. احصا اندازي سان ڳڻڻ کي چئبو آهي. عَجَائِبُ: عجيبہ جو جمع آهي، هر ان امر کي عجيبہ سڏيو ويندو آهي جيڪو حيرت ۾ وجهندڙ هجي. لَا تُسَامُ: صيغو نفي مضارع مجهول. خريد ڪرڻ. سَامَ: ملول هجڻ. اَلْاِكْثَارُ: گهڻو ڪم ڪرڻ.

## ترجمو

نہ ٿيون ڳڻيون وڃن قرآني آيتن جون عجيب حڪمتون ۽ نہ ٿيون ڳڏ ڪيون وڃن نہ گهڻي پڙهڻ جي ڪري ملول ڪن ٿيون.

## مطلب

دستور آهي تہ جيڪا شيءِ بار بار پڙهي ويندي

آهي ان ۾ بي رغبتي پيدا ٿيندي آهي، مگر قرآن مجيد جون آيتون اهڙي طرح نه آهن، انهن کي جيترو زياده پڙهبو اوترو لطف ايندو.

(١٠١)

# قَرَتْ بِهَا عَيْنُ قَارِيْهَا فَقُلْتُ لَهٗ
# لَقَدْ ظَفِرْتَ بِحَبْلِ اللّٰهِ فَاعْتَصِمِ

## مفردات جو شرح

قَرَّتْ: صيغو واحد مؤنث غائب فعل ماضي معلوم. اَلْقُرَّةُ کان ورتل. قَارِئ: پڙهندڙ. لَقَدْ ظَفِرْتَ: ظفر کان ورتل. ڪنهن شيءِ سان ڪامياب ٿيڻ. حَبْلُ: رسي. فَاعْتَصِمْ: اعتصام کان ورتل، ڪنهن شيءِ سان چنبڙڻ.

## ترجمو

انهن آيتن سان پڙهندڙ جي اک ٺري، پوءِ مون ان کي چيو ته تون الله تعاليٰ جي رسيءَ سان ڪامياب ٿيو آهين، ان کي چنبڙيو رهه.

## مطلب

شاعر هڪ لازمي وصف کي بطور واقعي جي بيان ٿو ڪري حالانڪ ڪو پڙهندڙ ان جي سامهون مقرر ڪونه آهي. هي بيان ڪرڻ جو طريقو نهايت مؤثر آهي ۽ مقصد هي آهي ته قرآن جي تلاوت سان قلب جو تصفيو ٿيندو آهي، ان ڪري هر مؤمن ڪي گهرجي ته تلاوت قرآن تي هميشگي ڪري تانته هر روز ان جو قلب

ڪدورتن کان صاف ۽ پاڪ ٿيندو رهي ۽ قلب جي ڪس لهي.

(١٠٢)

# اِنْ تَتْلُهَا خِيفَةً مِّنْ حَرِّ نَارِ لَظٰى اَطْفَاْتَ حَرَّ لَظٰى مِنْ وِّرْدِهَا الشَّبِمُ

## مفردات جو شرح

تَتْلُ: صيغو واحد مذڪر مخاطب. اصل ۾ تَتْلُوْ اهو. خِيْفَةً: خوف. حَرٌّ: گرمي. لَظٰى: دوزخ. اَطْفَاْتَ: صيغو واحد مذڪر مخاطب. اطفاء کان ماضي. باهه جو وسائڻ. وِرْدِ: روزمره جو وظيفو يا مصدر بمعنیٰ مورود مراد پاڻي. شَبِمِ: ٿڌو ورد جي صفت آهي.

## ترجمو

جيڪڏهن تون انهن آيتن کي دوزخ جي گرم باهه کي ٿڌي ڪري لاءِ پڙهندين ته انهن آيتن جي ٿڌي پاڻيءَ سان وسائي سگهندين.

## مطلب

هي آيتون پاڻيءَ جي مثال آهن، جيڪڏهن پاڻي جسم جي حياتي جو جيا پو ۽ سبب آهي ته هي قرآن جون آيتون روح جي حياتيءَ جو جيا پو ۽ سبب آهن. پاڻيءَ سان دنيا جي باهه وسامندي آهي ۽ قرآن مجيد جي آيتن سان دوزخ جي باهه وسامندي آهي.

(١٠٣)

# كَاَنَّهَا الْحَوْضُ تَبْيَضُّ الْوُجُوْهُ بِهٖ
# مِنَ الْعُصَاةِ وَقَدْ جَآؤُهُ كَالْحُمَمِ

## مفردات جو شرح

كَاَنَّ: حرف تشبيه جو. هَا: ضمير آيتن ڏي وري ٿو. حَوْضُ: مراد حوض ڪوثر. تَبْيَضُّ: ابياض ڪان ورتل. روشن هجڻ. اَلْوُجُوْهُ: وجه جو جمع، منهن. بِهٖ: ضمير حوض ڏانهن وري ٿو. مِنْ: بيان جي. اَلْعُصَاةُ: عَاصٍ جو جمع. گنهگار. حُمَم: ڪوئلو.

## ترجمو

جڻ ته اهي قرآني آيتون حوضِ ڪوثر آهن جوان سان گنهگارن جا منهن روشن ٿيندا. جيڪي ان وقت اڱرن وانگر ڪارا ٿي آيا هوندا.

## مطلب

هن شعر ۾ حوض مان مراد نهر حيات آهي. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ حڪم ڪندو ته جن گنهگارن جي دل ۾ ايمان جو ذرو به آهي، انهن کي دوزخ کان ڪيو. پوءِ اهي باهه مان سڙيل ڪارا اڱرن وانگر ٿي نڪرندا ته انهن کي نهر حيات ۾ وڌو ويندو ۽ انهن جي بدن جي ڪاراڻ ان پاڻيءَ سان ختم ٿي ويندي ۽ سندن جسم چمڪندو رهندو. اهڙيءَ طرح قرآن پڙهندڙن جا منهن به قرآن جي برڪت سان روشن رهندا.

## فائده

ان ڳالھ ۾ اختلاف آھي تہ حشر جي ميدان ۾ حضور صلى الله عليه وآلہ وسلم جن جو حوض، پلصراط کان اڳ ۾ ھوندو يا پوءِ؟

قرطبيءَ جو چوڻ آھي تہ اوّل پلصراط پوءِ حوض ايندو. امام غزاليءَ جو چوڻ آھي تہ اوّل حوض ھوندو ۽ پوءِ پلصراط ھوندي. ھڪ روايت ۾ آھي تہ حوضِ ڪوثر ھڪ فرشتي جي ٻنيءَ تي ھوندو، جيڏانھن حضور صلى الله عليہ وآلہ وسلم جن وينداا اوڏانھن اھو فرشتو بہ گڏ ھلندو رھندو.[1]

(١٠٣)

## وَكَالصِّرَاطِ وَكَالْمِيْزَانِ مَعْدِلَةً
## فَالْقِسْطُ مِنْ غَيْرِهَا فِي النَّاسِ لَمْ يَقُمِ

## مفردات جو شرح

صراط ۽ ميزان ۾ ٻئي ڪاف تشبيه لاءِ آھن. صِرَاط: رستو. مراد اھا پل جيڪا جھنم جي مٿان رکيل ھوندي، وارکان سنھي ۽ تلوار کان تکي ھوندي. مِيْزَان: اھا ساھمي، جنھن سان عمل توريا ويندا. مَعْدِلَةً: مصدر ميمي، معنىٰ عدالت. ترڪيب جي لحاظ کان تميز آھي. قِسْطُ: بمعنىٰ عدل. لَمْ يَقُمْ: فعل جحد معلوم قيامٌ کان معنىٰ بيھڻ.

---

[1] طيب الوردہ ص

## ترجمو

قرآن جون آيتون عدالت ۾ پلصراط ۽ ساهمي وانگر آهن ۽ انهن کان سواءِ عدل قائم نه ٿيندو

## مطلب

جهڙيءَ طرح قيامت جي ڏينهن پلصراط ۽ ميزان ۾ حق ۽ باطل وارا ظاهر ٿيندا، اهڙيءَ طرح قرآني آيتن سان به حق ۽ باطل ۾ فرق ظاهر ٿيندو آهي. پوءِ حقيقي عدل قرآن مجيد کان سواءِ قائم نه ٿيندو. حديث، اجماع ۽ قياس سڀ قرآن جا تابع آهن.

(١٠٥)

لَا تَعْجَبَنْ لِحَسُوْدٍ رَّاحَ يُنْكِرُهَا
تَجَاهُلًا وَّهُوَ عَيْنُ الْحَاذِقِ الْفَهِمِ

## مفردات جو شرح

لَا تَعْجَبَنْ: نهي حاضر مؤكده بنون خفيفه، تون عجب نه ڪر. حَسُوْدٍ: حسد ڪندڙ. رَاحَ: بمعنىٰ صار. تَجَاهُلًا: مصدر آهي باوجود خبر جي پاڻ کي جاهل ظاهر ڪرڻ. عَيْنٌ: جند. سِر، حَاذِقٍ: دانا. فَهِمٍ: ذهين، سمجهدار.

## ترجمو

تون ان ڳالهه تي عجب نه ڪر! جيڪڏهن حاسد ڄاڻي ٻجهي انڪار ڪري، حالانڪ اهو پورو پورو ذهين ۽ ڄاڻو آهي.

## مطلب

قرآن مجيد ديني ۽ دنياوي منافع تي حاوي آهي ۽ گوناگون فضائل ۽ اعجاز تي مشتمل آهي، مگر ان جي باوجود به حاسد پاڻ کي اڻ ڄاڻ ظاهر ڪري قرآني آيتن جو منڪر آهي. اهو رڳو حسد جي ڪري آهي،

(١٠٦)

قَدْ تُنْكِرُ الْعَيْنُ ضَوْءَ الشَّمْسِ مِنْ رَّمَدٍ
وَيُنْكِرُ الْفَمُ طَعْمَ الْمَآءِ مِنْ سَقَمٖ

## مفردات جو شرح

ضَوْءَ: روشني. اَلشَّمْسُ: سج. رَمَدَ: اک جو درد. فَمٌ: وات. طَعَمُ الْمَآءِ: پاڻيءَ جو ذائقو. سَقَمٌ: بيماري.

## ترجمو

ڪڏهن ڪڏهن اک سج جي روشني جو انڪار ڪندي آهي جوان اک ۾ درد هوندو آهي ۽ وات پاڻي جي ذائقي جو انڪار ڪندو آهي جو اهو شخص بيمار هوندو آهي.

## مطلب

هن شعر ۾ امام بوصيريءَ عليه الرحمة مثال ڏيئي سمجهايو آهي ته جهڙيءَ طرح اک جي سور واريءَ کي خبر آهي ته سج اير يل آهي، مريض پاڻي پيئندڙ کي خبر آهي ته پاڻي سٺو آهي مگر ان درد ۽ مرض جي ڪري انهن کي نه سج نظر ايندو آهي ۽ نه پاڻيءَ جي لذت ايندي آهي. اهڙيءَ طرح عرب جي فصيح ۽ بليغ ماڻهن کي خبر

آهي ته قرآن مجيد حق آهي، مگر حسد جي مرض انهن کي انڪاري بڻايو آهي.

گر نه بيند بروز شبپره چشم ؛ چشمهٔ آفتاب را چه گناه

## فائدو

هن شعر ۾ امام بوصيري أضوء جو لفظ آندو آهي ۽ نور الشمس جو لفظ نه آندو آهي، ان جي ڪري جو نور کان ضوء وڌيڪ قوي روشني واري آهي. جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي ته:

هُوَ الَّذِيْ جَعَلَ الشَّمْسَ ضِيَاءً وَّالْقَمَرَ نُوْرًا ؕ[1]

هتي سج جي لاءِ ضياء جو لفظ آيو آهي ۽ چنڊ لاءِ نور.

## سوال

پوءِ الله تعاليٰ پنهنجي لاءِ نور جو لفظ آندو آهي: "اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ[2]" ڇا! اهو نور قوي نه آهي؟

## جواب

هن آيت ۾ يا جتي به الله تعاليٰ جي لاءِ نور جو لفظ آيل آهي اتي مراد مُنَوِّرُ روشن ڪندڙ آهي. جيئن تفسيرن ۾ بيان ٿيل آهي. ان ڪري نور ضياء کان قوي نه آهي.

هن شعر جي شرح ۾ شيخ زاده لکيو آهي ته: وَمَعْرِفَةُ الرَّسُوْلِ (صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ) مُسْتَلْزِمَةٌ لِمَعْرِفَةِ الْاٰيَاتِ.
يعني قرآني آيتن کي سڃاڻڻ لاءِ اوّل رسول الله صلى الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي سڃاڻپ ضروري آهي. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي معرفت کان سواءِ قرآن شناسي نه ٿيندي.

---

[1] سورة يونس ع: ١٠ پ: ١١ [2] سورة النور ع:

## فصل ستون

حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي

# معراج

## جي بيان ۾

(١٠٧)

**يَا خَيْرَ مَنْ يَمَّمَ الْعَافُوْنَ سَاحَتَهٗ**

**سَعْيًا وَّفَوْقَ مُتُوْنِ الْاَيْنُقِ الرُّسُمِ**

### مفردات جو شرح

يَا: حرف ندا بعيد کان سڏ ڪرڻ لاءِ، ڪڏهن قريب کي سڏ ڪرڻ لاءِ به استعمال ٿيندو آهي. ڪڏهن تنبيه لاءِ ايندو آهي جڏهن منادىٰ کي غفلت يا سستي هوندي آهي. ڪڏهن منادىٰ مقصود ۽ مهتم باالشان هوندو آهي، جيئن هن شعر ۾ منادىٰ حضور صلیَّ الله عليه وآله وسلم آهي. خَيْرَ: اسم تفضيل جو صيغو اي بهترين. يَمَّمَ: بمعنىٰ قصد. ارادو ڪيائين. عَافُوْنَ: عافي جو جمع بمعنىٰ سائل. سَاحَتَهٗ: گهر جو صحن، اڱڻ. سَعْيًا: ڊوڙڻ

اَيْنُقٌ: ناقة جو جمع ان جي اصل اَنْوُقٌ آهي. رُسُومٌ: رسوم جو جمع. اها تيز رفتار ڏاچي جنهن جي هلڻ جا آثار زمين تي ظاهر هجن.

## ترجمو

اي بهترانهن مان! جو سائلن پيرين پيادو ۽ تيز رفتار ڏاچين تي انهن مقدس هستين جي گهر جو ارادو ڪيو.

## مطلب

پهريان شاعر جو ڪلام غائبانه هو. جڏهن شوق زياده ٿيو ته هاڻي محبوب صلى الله عليه وآله وسلم کي سڏيندي، حاضر سمجهي عرض ٿو ڪري ته: اي اها بابرڪت هستي! جنهن جي دربار ۾ سائل پنهنجون حاجتون ۽ مرادون کڻي پيادا به اچن ٿا ۽ سواري تي به حاضري ڏين ٿا.

## فائدو

امام خرپوتي هن شعر جي شرح ڪندي لکيو آهي ته: "يَدُلُّ عَلٰى كَوْنِهٖ قَاضِيًا لِحَاجَاتِهِمْ وَمُعْطِيًا لِمَقَاصِدِهِمْ" مطلب ته هن شعر مان ظاهر ٿئي ٿو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن پنهنجي امتين جون حاجتون پوريون ڪن ٿا ۽ مقدس عطائون عنايت فرمائين ٿا.

هن شعر مان اهو به ثابت ٿيو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کان مطالب ۽ مقاصد خطاب جي صيغي سان گهرڻ جائز آهي ۽ جيڪي ماڻهو موجوده زماني ۾ منع ڪن ٿا؛ اهي هن شعر ۾ خرپوتي جي عبارت مطالع ڪن ۽ حق جي واٽ کان پري نه وڃن.

(١٠٨)

# وَمَنْ هُوَ الْآيَةُ الْكُبْرىٰ لِمُعْتَبِرٍ
# وَمَنْ هُوَ النِّعْمَةُ الْعُظْمىٰ لِمُغْتَنِمٍ

## مفردات جو شرح

وَمَنْ هُوَ: هت يا مقدر آهي، يا مَنْ هُوَ- اي اها ذات پاڪ.
الْآيَةُ الْكُبْرىٰ: وڏي نشاني. لِمُعْتَبِرٍ: عبرت وٺندڙ واسطي.
النِّعْمَةُ الْعُظْمىٰ: وڏي نعمت. مُغْتَنِمٍ: غنيمت سمجهندڙ.

## ترجمو

اي بابرڪت ذات! جيڪا عبرت وٺندڙ لاءِ وڏي نشاني آهي ۽ غنيمت سمجهندڙ لاءِ وڏي نعمت آهي.

## مطلب

الله تعالىٰ جون ٻانهن تي جيڪي به نعمتون آهن، انهن ۾ وڏي نعمت حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذات گرامي آهي. بلڪ ٻيون جيڪي به نعمتون مليون آهن اهي سڀ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ۾ مليون آهن. ان ڪري الله تعالىٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي: لَقَدْ مَنَّ اللّٰهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ بَعَثَ فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْ اَنْفُسِهِمْ. معنىٰ: بيشڪ الله ايمان وارن تي احسان ڪيو آهي، جڏهن ته انهن ۾ هڪ رسول (صلى الله عليه وآله وسلم) انهن مان موڪليائين.

حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم جن جي اخلاق، سيرت ۽ ڪردار کي مطالع ڪرڻ سان ظاهر آهي ته برابر حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم جن الله تعالیٰ جي قدرت جا دليل آهن.

(١٠٩)

# سَرَيْتَ مِنْ حَرَمٍ لَيْلًا اِلٰى حَرَمٍ
# كَمَا سَرَى الْبَدْرُ فِيْ دَاجٍ مِّنَ الظُّلَمِ

## مفردات جو شرح

هي شعر جواب آهي ندا مذڪور جو. سَرَيْتَ: صيغو واحد مذڪر مخاطب. تو سير ڪيو. مِنْ: ابتدائيه. حَرَمٍ: مراد مڪه معظمه اِلٰى: انتها غايت لاءِ. حَرَمٍ: هن مان مراد مسجدِ اقصیٰ. لَيْلًا: رات جو. بَدْرُ: چوڏهين جو چنڊ. دَاجٍ: اصل ۾ داجي هو، قاضٍ وانگر مشتق آهي دُجُوٌّ کان. اونداهي واري رات. ظُلَمِ: ظلمت جو جمع. تاريڪي، اونديهه.

## ترجمو

اي محبوب! تو رات جو هڪ حرم (مڪه معظمه) کان ٻئي حرم (مسجد اقصیٰ) تائين سير ڪيو. جيئن اونداهي رات ۾ چوڏهين جو چنڊ هلندو آهي.

## مطلب

حضور صلی اللہ علیه وآلہٖ وسلم جن جو معراج شريف سڄاڳي ۾ جسم ۽ روح سان گڏ ٿيو آهي، رڳو روح جو معراج ناهي؛ ڇو ته اسریٰ

جي آية ۾ عَبْدِهٖ جو لفظ آيل آهي، عَبْدَ جسم ۽ روح ٻنهي کي
چيو ويندو آهي. مشهور روايت مطابق ٢٧ رجب شريف جي رات
حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو معراج ٿيو. معراج جو تفصيل
ٻين ڪتابن ۾ تدرسڻ گهرجي.

شيخ زاده شرح برده ۾ تمام سهڻا نڪات بيان ڪيا آهن ۽
حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي جتي مبارڪ سميت عرش
تي وڃڻ ۽ جتي لاهڻ کان منع به شيخ زاده بيان ڪئي آهي. [له]

(١١٠)

# وَبِتَّ تَرْقىٰ اِلىٰ اَنْ نِلْتَ مَنْزِلَةً
# مِّنْ قَابَ قَوْسَيْنِ لَمْ تُدْرَكْ وَلَمْ تُرَمِ

## مفردات جو شرح

بِتَّ: صيغو واحد مذڪر مخاطب فعل ماضي معلوم، بيوتة کان
ورتل. رات گذارڻ. تَرْقىٰ: صيغو واحد مذڪر مخاطب فعل مضارع
رُقِيٌّ کان ورتل، بلند ٿيڻ. نِلْتَ: نيل کان ورتل، حاصل ڪرڻ، پهچڻ.
مَنْزِلَةً: درجو. قَابَ: مقدار. قَوْسَيْنِ، قَوْسٌ جو تثنيه. ڪمان.
قَابَ قَوْسَيْنِ مان مراد نهايت قرب ۽ نزديڪي آهي. لَمْ تُدْرَكْ: ادراڪ
کان ورتل، پهچڻ. لَمْ تُرَمُ: رَوْم کان ورتل، طلب ڪرڻ

## ترجمو

اي محبوب! توهان راتوں رات بلنديءَ تي چڙهندو ويئن تان جو
اهڙيءَ منزل تي وڃي پهتين جنهن اڳ اتي ڪو پهتو نه ڪنهن طلب ڪئي.



[له] شرح شيخ زاده ص ١٧١

## مطلب

واضح هجي ته قرآن مجيد عرب جي محاوري تي نازل ٿيل آهي، ان جي ڪري سمجهڻ لاءِ قاب قوسين جا الفاظ استعمال ڪيا ويا آهن. انهن مان مراد آهي قرب محبت ۽ قرب منزلت، جنهن تي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کان سواءِ ڪير به پهچي نه سگهيو.

## هن شعر جي خاصيت

جيڪڏهن ڪنهن شخص جي مٿي پڌل آهي ۽ اهو پنهنجي زال تي قادر نه ٿو ٿي سگهي ته ٿي ڪڪڙ جا بيضا ڪٺا، انهن کي پاڻي ۾ گرم ڪري پوءِ انهن جي کل لاهي ۽ بيضن تي هن شعر جي پهرين مصرع کي پاڻ کائي ۽ ٻيون بيضو زال کي کارائي ته مشڪل حل ٿي ويندي.

**نوٽ:** پهرين ٻن بيضن تي پهرين مصرعه جا حرف جدا جدا لکي. له

(١١١)

وَقَدَّمَتْكَ جَمِيْعُ الْاَنْبِيَآءِ بِهَا
وَالرُّسُلِ تَقْدِيْمَ مَخْدُوْمٍ عَلٰى خَدَمٖ

## مفردات جو شرح

قَدَّمَتْ: تقديم کان و رتل، اڳيان ڪرڻ، مراد پيشوا بنائڻ
اَنْبِيَآءِ: نبي جو جمع. رُسُلُ: رسول جو جمع. مَخْدُوْمٍ: سردار

له العصيدة الشهدة ص١٤٣



219 218

خَدَمَ: خادم جو جمع.

## ترجمو

۽ تو کي سيني نبين ۽ رسولن عليهم السّلام بيت المقدس ۾ پيشواءِ امام بنايو، جيئن سردار کي خادمن جي اڳيان بيهاريو ويندو آهي.

## مطلب

جيئن ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن فضائل ۽ ڪمالات جي اعتبار سان سيني نبين عليهم السّلام سڀني کان افضل آهن. انڪري پاڻ ئي امامت لاءِ مناسب هئا، ان جي امامت تمام اهم ۽ اتم هئي.

## فائدو

ان مسئلي ۾ اختلاف آهي ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جيڪا نماز معراج تي ويندي پڙهائي اها نفلي هئي ۽ اها نماز جيڪا معراج کان موٽندي پڙهائي اها فرض هئي. [1]

(١١٢)

وَاَنْتَ تَخْتَرِقُ السَّبْعَ الطِّبَاقَ بِهِمْ
فِيْ مَوْكَبٍ كُنْتَ فِيْهِ صَاحِبَ الْعَلَمِ

## مفردات جو شرح

وَاَنْتَ: اسم ضمير واحد مذڪر مخاطب لاءِ. اَنْتَ کي مُقدّم ڪري آڻڻ. فصاحت جي اعتبار کان خصوصيت لڳ رکي. يعني تون ئي ته هئين. تَخْتَرِقُ: اِخْتِرَاق کان ورتل. چيرڻ. ڦاڙڻ. اَلسَّبْعَ:

[1] العصيدة الشهدة ص ١٧٨

ستً: اَلطِّبَاقَ: طبق جو جمع ، مراد ست آسمان . بِهِمْ : باملابست لاءِ ۽ هم جو ضمير انبياء ۽ رُسل ڏي وري ٿو . فِيْ : حرف جار. مَوْكِبٌ: سوارن جو ٽولو يا لشڪر، مراد فرشتا. صَاحِبَ الْعَلَمْ: صاحب معنيٰ دوست، عَلَمْ : جهنڊو- صاحب العَلَم لشڪر جي اڳواڻ کي چئبو آهي.

## ترجمو

۽ توهان ستن ئي طبقن ۾ آسمان کي چيري وڌو. انهن ملائڪن جي لشڪر سان گڏ، جن جا توهان پيشوا ۽ صاحب عَلم (اڳواڻ) هئين.

## مطلب

ملائڪن جو لشڪر ۽ نبين عليهم السّلام سڀني جا روح ستن آسمانن تائين حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن سان گڏ هئا، باقي متي بارگاهه ايزدي ۾ صرف حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن اڪيلا هئا. تان جو حضرت جبرئيل عليه السّلام به سدرة المنتهيٰ کان متي وڃي نه سگهيو.

(١١٣)

حَتّٰى اِذَا لَمْ تَدَعْ شَاوًا لِّمُسْتَبِقٍ
مِّنَ الدُّنُوِّ وَلَا مَرْقًا لِّمُسْتَنِمِ

## مفردات جو شرح

حَتّٰى: انتها جي لاءِ . لَمْ تَدَعْ : فعل جحد معلوم . مصدر ودع ڇڏڻ . شَاوًا : نهايت پري کان لنگهڻ . مُسْتَبِقٍ : اڳرائي ڪندڙ

دُنُوٌّ: قريب ٿيڻ، ويجهو هجڻ. مَرْقًى: چڙهڻ جي جاءِ. مُسْتَنِمٌ مان مراد جبرئيل عليه السلام آهي.

## ترجمو

يارسول الله صلى الله عليه وآله وسلم! توهان تمام گهڻو مٿي چڙهي ويئين تان جو ڪنهن اڳوائي ڪندڙ لاءِ مقام قرب ۾ ڪو درجو نه رهيو ۽ ڪنهن مٿي چڙهندڙ لاءِ ڪا چڙهڻ جي جاءِ نه رهي.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي شب معراج ۾ اهي بلند درجا مليا جوان کان اڳ ڪنهن کي نه مليا ۽ نه حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کان بعد ۾ ڪو نبي ايندو ڇو ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن خاتم النبيين آهن. ختم نبوت جي مسئلي کي سمجهڻ ۽ قاديانيت جي هر سوال جي جواب ڏيڻ لاءِ منهنجو لکيل رسالو "ختم نبوت" مطالعو ڪرڻ جهڙو آهي.

(١١٤)

# خَفَضْتَ كُلَّ مَقَامٍ بِالْإِضَافَةِ إِذْ

# نُودِيتَ بِالرَّفْعِ مِثْلَ الْمُفْرَدِ الْعَلَمِ

## مفردات جو شرح

خَفَضْتَ: صيغو واحد مذڪر مخاطب، فعل ماضي معلوم.

خَفْضٌ: ڪان ورتل، هيٺ ڪرڻ، ڪنهن کي مرتبي کان هيٺ ڪرڻ

كُلٌّ: سڀ. مَقَامٍ: تنڪ جي جاءِ، رتبو. بِالْاِضَافَةِ: هڪ شيءِ جي ٻيءَ شيءِ ڏي نسبت ڪرڻ. نُوْدِيْتَ: تون سڏيو ويئين. رَفَعَ: بلندي يا پيش جيڪو زبر يا زير جي مقابلي ۾ هوند و آهي. مُفْرَدٍ: پنهنجي قوم ۾ منفرد شخصيت جو مالڪ.

## ترجمو

توهين هون ڪيو هر مرتبي ۽ مقام کي پنهنجي نسبت سان تون مفرد علم وانگو سڏيو ويئين.

## مطلب

معراج ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن پنهنجي مرتبي جي لحاظ سان هر مرتبي واري کي هيٺ ڪري ڇڏيو، جڏهن ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي اُدْنُ يَا مُحَمَّدُ! يَا اَحْمَدُ! يَا خَيْرَ الْبَرِيَّةِ! (صلى الله عليه وآله وسلم) سان ندا ڪئي ويئي، ته حضور صلى الله عليه وآله وسلم کي هڪ ممتاز هستي وانگو منادىٰ بنايو ويو.

## فائدو

هن شعر ۾ شاعر نحويه اصطلاحات خفض، اضافت، ندا رفع، مفرد ۽ علم وغيره استعمال ڪيا آهن جنهن مان شاعر جي علمي عظمت جو پتو پوي ٿو. وڌيڪ تفصيل لاءِ نحو جي ڪتابن ۾ ڏسڻ گهرجي.

(١١٥)

كَيْمَا تَفُوْزَ بِوَصْلٍ اَيِّ مُسْتَتِرٍ

عَنِ الْعُيُوْنِ وَسِرٍّ اَيِّ مُكْتَتِمٍ

## مفردات جو شرح

كَيْ: تعليل جو حرف. مَا: زائده. تَفُوْزُ. مضارع مخاطب فوز كان ورتل. كاميابي. عُيُوْنَ: عين جو جمع. اک. سِرٌّ: راز. اَيْ مُكْتَتَمٍ: نهايت ڍڪيل.

## ترجمو

تون ان لاءِ سڏيو ويئين ته اکين سان ان نعمت وصل سان ڪامياب ٿئين، جيڪا نهايت پوشيده آهي ۽ اهڙي راز کان واقف ٿئين جنهن جي ڪنهن کي خبر نه آهي.

## مطلب

وصل مان مراد وصلِ الاهي ۽ سِرّ مان اسرارِ الاهي آهي. جنهن خصوصيت ۽ قرب سان حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن کي وصل نصيب ٿيو ۽ اسرار ۾ واقفيت ۽ اطلاع نصيب ٿيو، اهڙي ڪنهن ٻئي پيغمبر کي نصيب نه ٿيو. جيئن: ”فَاَوْحٰى اِلٰى عَبْدِهٖ مَا اَوْحٰى“ ۾ الله تعالىٰ صرف وحي جو ذڪر ڪيو آهي، ان ۾ ڇا بيان ٿيو؟ ان جي وضاحت نه ڪئي وئي.

ميانِ عاشق و معشوق رمزيست ٭ ڪراماً ڪاتبين را هم خبر نيست

(۱۱۶)

فَحُزْتَ كُلَّ فَخَارٍ غَيْرَ مُشْتَرَكٍ
وَجُزْتَ كُلَّ مَقَامٍ غَيْرَ مُزْدَحَمٍ

## مفردات جو شرح

ڦ: تفضيل لاءِ. حُزْتَ: تو گڏ ڪيو. فِخَار: فضيلتون جن تي فخر ڪيو وڃي. غَيْرَ مُشْتَرِكٍ: جنهن ۾ شريڪ نه هجي. جُزْتَ: لنگهئين تون. غَيْرَ مُزْدَحِمٍ: ٻين جي اجتماع کان سواءِ.

## ترجمو

اي محبوب! اوهان کي اهڙا رتبا حاصل ٿيا جيڪي باعثِ فخر آهن انهن نعمتن ۾ اوهان جو ڪو به شريڪ نه آهي ۽ اوهان سيني مقامن کان لنگهيا جتي ٻيو ڪو به ڪو نه هو.

## مطلب

ڪُلَّ فخار مان مراد آهي وسيلو، مقامات بلند، ڪوثر، شفاعت عظمىٰ، مقامِ محمود ۽ لواء الحمد وغيره. ڪُلّ مَقَام مان مراد آهي مقامِ محبّت، ختمِ نبوّت ۽ رسالتِ عامه وغيره. اهي نعمتون الله تعالىٰ پنهنجي محبوب صلى الله عليه وآله وسلم کي عطا فرمايون.

(١١٧)

**وَجَلَّ مِقْدَارُ مَا وُلِّيْتَ مِنْ رُتَبٍ**

**وَعَزَّ اِدْرَاكُ مَا اُوْلِيْتَ مِنْ نِعَمٍ**

## مفردات جو شرح

جَلَّ: ماضي جَلَالت کان ورتل، عظمت، وڏي عزت. مِقْدَار: اندازو. مَا: موصوله. وُلِّيْتَ: فعل ماضي مجهول. مصدر توليه والي بنائڻ. رُتَبٍ: رتبي جو جمع. عَزَّ: تمام مشڪل ٿيو، نادر الوجود ٿيو. اِدْرَاك: پروڙڻ. مَا: موصوله. اُوْلِيْتَ: ايلاءِ کان ورتل يعني

اِعْطَاء : نِعْمَ : نعمت جو جمع .

## ترجمو

جيڪي مرتبا توکي مليا آهن انهن جو مقدار بلند آهي ۽ انهن نعمتن جو پورو ڪرڻ مشڪل آهي، جيڪي توکي عطا ڪيون ويون.

## مطلب

اهي مرتبا ۽ نعمتون جيڪي اوهان کي عطا ٿيون آهن، اهي رسمي ۽ رواجي نه آهن، جن کي هرڪو سمجهي سگهي، بلڪ اهي اهڙا خصوصي انعام آهن، جنهن کي ڪو شخص سمجهندو.

(١١٨)

بُشْرٰى لَنَا مَعْشَرَ الْاِسْلَامِ اِنَّ لَنَا
مِنَ الْعِنَايَةِ رُكْنًا غَيْرَ مُنْهَدِمِ

## مفردات جو شرح

بُشْرٰى : بشارت، خوشخبري. مَعْشَرَ الْاِسْلَامِ : مسلمانن جي جماعت. عِنَايَتْ : مهرباني. رُكْنْ : ٿنڀ. مراد حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ذات مبارڪ يا شريعت آهي. غَيْرُ مُنْهَدِمِ : انهدام کان ورتل. نتي پوڻ.

## ترجمو

اسان اسلام وارن کي خوشخبري آهي جو اسان وٽ الله تعاليٰ جي مهرباني جو هڪ ٿنڀ آهي، جيڪو ڪڏهن ڊهندڙ آهي.

## مطلب

حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ذات بابرڪات جا فضائل، رفعت، درجات ۽ تقرب الى الله في المعراج بيان ڪرڻ کان پوءِ سوال ٿي پيدا ٿيو ته انهن سڀني فضيلتن هوندي امت محمدي لاءِ ڪهڙي مهربانِي ٿي هوندي؟ شاعر اُن جي جواب ۾ فرمايو ته اسان کي به خوشخبري آهي جو اهڙ و مضبوط ٿنڀ مليو آهي ن جنهن جي سهاري اسان بيٺا آهيون. اهو ٿنڀ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن آهن . هن امت کي اهڙيون نعمتون مليون آهن جيڪي اڳين امتن کي نه مليون هيون، انهن مان چند هي آهن:

* روءِ زمين اسان لاءِ مسجد بنائي ويئي ۔
* اسان لاءِ غنيمت جو مال حلال ڪيو ويو .
* اسان لاءِ مٽيءَ کي پاڻيءَ جو نعم البدل قرار ڏيئي پاڪ ڪندڙ بنايو ويو.

اهڙيون ٻيون به گهڻيون نعمتون آهن .

(١١٩)

لَمَّا دَعَى اللّٰهُ دَاعِيْنَا لِطَاعَتِهٖ
بِاَكْرَمِ الرُّسُلِ كُنَّا اَكْرَمَ الْاُمَمِ

## مفردات جو شرح

لَمَّا: بمعنیٰ اِنْ - دَعىٰ: فعل ماضي معلوم دعْوة کان ورتل سڏڻ. دَاعِيْ: سڏيندڙ. طَاعَتْ: فرمانبرداري. اَكْرَمُ الرُّسُلْ:

سيني رسولن ۾ عزت وارو. اَكْرَمُ الْاُمَمِ : سيني اُمّتن ۾ وڌيڪ عزّت واري امت.

## ترجمو

جڏهن الله تعالىٰ اسان جي رسول کي سيني رسولن ۾ وڌيڪ عزت وارو سڏيو آهي ته اسان به سيني امتن مان پلي امت آهيون.

## مطلب

جڏهن اسان جو رسول صلى الله عليه وآله وسلم سيني رسولن ۾ عزت ۽ اڪرام وارو آهي ته لازمي اسان امتي به وڌيڪ عزت ۽ شرف وارا آهيون. امت محُمّدي جي پلائيءَ قرآن مجيد جي نص ۾ آهي: "كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ" ۽ اڳين نبين جي صحيفن جي ثابتي سان به آهي. [1]



[1] تفصيل لاءِ ڏسو، العصيدة الشهدة. ص ١٥٨

## فصل اٺون:

حُضُوۡرِ صلى اللهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَنۡ جَنِي

# جهاد

جي بيان ۾

(١٢٠)

رَاعَتْ قُلُوبَ الْعِدَىٰ اَنْبَآءُ بَعْثَتِهٖ
كَنَبْاَةٍ اَجْفَلَتْ غُفْلًا مِّنَ الْغَنَمِ

### مفردات جو شرح

رَاعَتْ: فعل ماضي رَوْعٌ کان ورتل- ڊيڄارڻ. قُلُوْبَ: قلب جو جمع دل. عِدىٰ: عُدُوٌّ جو جمع. دشمن. اَنْبَآءَ: نَبَأ جو جمع کنهن وڏي ڳالهه جي خبر ڏيڻ. بَعْثَتْ: رسالت. نَبْاَةٍ: شينهن جو آواز اَجْفَلَتْ: اِجْفَال کان ورتل- ڊيڄارڻ- ڀڄائڻ. غُفْلًا: غافل جو جمع. غَنَم: بڪرين جو ڌڻ.

### ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي بعثت ۽ نبي هجڻ جي خبر دشمن جي دلين کي ڊيڄاري ڇڏيو، جيئن شينهن جو آواز

ٻڪرين جي ڌڻ ۾ هلچل مچائي ڇڏيندو آهي.

## مطلب

حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي بعثت جون خبرون پهرين ڏينهن کان ئي
ڪفار قريش ۾ مشهور ٿي چڪيون هيون ۽ انهن جون دليون اهڙي
طرح ڏڪنديون هيون جيئن بي خبر ٻڪرين جو ڌڻ اوچتو شينهن
جي گجگوڙ ٻڌي ۽ انهن ۾ هلچل مچي وڃي.

(١٢١)

# مَا زَالَ يَلْقَاهُمْ فِيْ كُلِّ مُعْتَرَكٍ

# حَتّٰى حَكَوْا بِالْقَنَا لَحْمًا عَلٰى وَضَمٍ

## مفردات جو شرح

مَا زَالَ: دوام جي معنيٰ ڏيندو آهي. يَلْقَا: لِقَاء کان ورتل ملاقات
ڪرڻ. مُعْتَرِكٌ: ميدانِ جنگ. حَكَوْا: حڪايت کان بمعنيٰ مشابهت
اَلْقِنَا: نيزو. لَحْمًا: گوشت. وَضَمٌ: ڪاسائين جو تختو. اڏي
يا اها تختي جنهن تي گوشت لٽڪائيندا آهن. لَحْمٌ عَلٰى وَضَمٍ: عرب
جو محاورو آهي. ان مان مراد آهي نهايت ذليل ۽ خوار.

## ترجمو

حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن هميشه ڪافرن سان
هر ميدانِ جنگ ۾ لڙندا رهيا، تان جو مجاهدن جي نيزن سان
انهن جو گوشت اهڙو ٿيو، جهڙو ڪاسائين جي تختي (اڏي)
تي گوشت پيو هوندو آهي.

## مطلب

جن جنگين ۾ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن پاڻ شريڪ ٿيا اهي ٢٩ آهن. بقول خربوتي تن مان ٩ جنگيون اهڙيون هيون جن ۾ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن خرد مقابلو ڪيو آهي:

① بدر ② احد ③ مريسيع ④ خندق ⑤ غزوه بني قريظه ⑥ خيبر ⑦ حنين ⑧ طائف ⑨ فتح مڪه.

(١٢٢)

# وَدُّوا الْفِرَارَ فَكَادُوا يَغْبِطُوْنَ بِهٖ
# اَشْلَآءَ شَالَتْ مَعَ الْعِقْبَانِ وَالرَّخَمِ

## مفردات جو شرح

وَدُّوْا: مودت کان ورتل - دوستي رکڻ. فِرَارَ: ڀڄڻ. كَادُوْا: ويجها ٿيا. يَغْبِطُوْنَ: صيغو مضارع - غبطه کان ورتل. ريس ڪرڻ. ڪنهن ٻئي کي نعمت ڏسي ان جي حاصل ڪرڻ جي آرزو ڪرڻ. اَشْلَآء: شِلْو جو جمع. عضوو - گوشت جو ٽڪرو. شَالَتْ: شول کان ورتل. اٿ جو ڀڄڻ وقت پڇ کڻڻ. اَلْعِقْبَانِ: عقاب جو جمع. گجهه رُخْم: رخمه جو جمع. سِرڻ.

## ترجمو

ڪافر ڀڄڻ کي محبت رکندا هئا پوءِ سندن خواهش هوندي هئي ته ڪاش! اهي گوشت جا اهڙا ٽڪرا ٿين ها جن کي گجهون

۾ سرٽون اڏائي ڪٽڻ ۾ ڪاٽين ها.

## مطلب

هن شعر ۾ يغبطون جو لفظ آيل آهي جيڪو غبط کان ورتل آهي. غبط چئبو آهي ڪنهن شخص وٽ ڪا نعمت ڏسي، اهڙي نعمت جو پاڻ وٽ به حاصل ٿيڻ لاءِ تمنا ڪرڻ، ان کي سنڌي ۾ "ريس" چئبو آهي. اها شرعًا جائز آهي. بيو آهي "حسد" معنيٰ ڪنهن کي ڪا نعمت ملي ته ان کان کسجڻ ۽ پاڻ وٽ هجڻ جي آرزو ڪرڻ. اهو شرعًا منع ۽ حرام آهي.

(١٢٣)

## تَمَضِى اللَّيَالِىْ وَمَا يُدْرُوْنَ عِدَّتَهَا
## مَالَمْ تَكُنْ مِنْ لَيَالِىْ الْاَشْهُرِ الْحُرُمِ

## مفردات جو شرح

تَمْضِىْ: مُضِىٌّ کان ورتل. گذرڻ. لَيَالِىْ: ليل جو جمع. رات يُدْرُوْنَ: دِرَايت کان ورتل ڄاڻڻ. عِدَّةً: شمار. اَشْهُرْ: شهر جو جمع. مهينو. حُرُم: حرام جو جمع. اهي مهينا جن ۾ جنگ ڪرڻ حرام آهي. (رجب، ذوالقعدة، ذوالحج ۽ محرّم)

## ترجمو

راتيون گذرن ٿيون ۽ ڪافرانهن جو شمار ڪري نٿا سگهن جيستائين انهن مهينن جون راتيون نه اچن جن ۾ جنگ

ڪرڻ حرام ۽ منع آهي.

## مطلب

جن مهينن ۾ جنگ ڪرڻ حرام آهي انهن کان سواءِ باقي مهينن ۾ هميشه ڪافرن کي جنگ جو ڏپ رهندو هو. ايتريقدر انهن جا حواس خراب هئا جو راتيون ۽ مهينا ڳڻي نه سگهندا هئا، فقط انهن مهينن کانسواءِ جن مهينن ۾ جنگ حرام آهي.

(١٢٤)

# كَاَنَّمَا الدِّيْنُ ضَيْفٌ حَلَّ سَاحَتَهُمْ
# بِكُلِّ قَرْمٍ اِلىٰ لَحْمِ الْعِدىٰ قَرِمِ

## مفردات جو شرح

كَاَنَّ: حرف تشبيھ جو. مَا: ڪافه. دِيْنُ: مذهب مراد دين اسلام. ضَيْف: مهمان. حَلَّ: حلول کان ورتل. لهڻ. سَاحَةٌ: گهر جو اڱڻ. قَرْم: بهادر مرد. لَحْمٌ: گوشت. اَلْعِدىٰ: عَدُوٌّ جو جمع دشمن. قَرِم: "ر" جي زير سان، گوشت جو شوق رکندڙ.

## ترجمو

گويا ڪ دين اسلام هڪ مهمان آهي جو هڙئي بهادرن ۽ دلير سردارن سان گڏ دشمن جي اڱڻ تي لٿو آهي، جن مان هر هڪ بهادر انهن دشمنن جي گوشت کائڻ جو آرزو مند آهي.

## مطلب

مجاهدن کي انهن دشمنن جي قتل ڪرڻ ۾ زياده جد وجهد ڪرڻ جي ضرورت نه پيئي، بلڪ هيبت الاهي ۽ نصرت اسلامي جي اثر ڪري ڪفار ايترقدر مرعوب ٿي ويا، جو ڄڻ ته ڌوڳا يا ڳرها پاڻهي قتل لاءِ پيش ٿي ٿيا ۽ جيڪڏهن ساحتهم جو ضمير مجاهدن ڏي وڃي ته پوءِ معنى هي ٿيندي ته گويا ڪ دين، مجاهدن جي گهر بهادر سردارن سان گڏ اچي مهمان ٿيو ۽ فرزندانِ اسلام انهن مهمانن لاءِ دشمنن کي ذبح ڪري ميزباني جو حق اداڪيو ۽ منڪر اهڙا ته حوصلا وڃايو ويٺا جو انهن کي ڪابه راتين ۽ مهينن ڳڻڻ جي خبر ڪانه ٿي پيئي.

(١٢٥)

# يَجُرُّ بَحْرَ خَمِيسٍ فَوْقَ سَابِحَةٍ
# تَرْمِي بِمَوْجٍ مِّنَ الْاَبْطَالِ مُلْتَطِمٖ

## مفردات جو شرح

يَجُرُّ: صيغو واحد مذڪر غائب، فعل مضارع معلوم. جَرٌّ: ڇڪڻ هن ۾ جيڪو ضمير آهي ان جو مرجع حضور صلى الله عليه وآله وسلم يا ضَيْف يا اسلام. بَحْرٌ: درياءَ. خَمِيسٌ: لشڪر. فَوْقَ: مٿان. سَابِحٌ: ترڻ وارو. يَرْمِيْ: صيغو واحد مذڪر غائب ان ۾ ضمير جو مرجع بحر يا خميس آهي. رَمْيٌ: تير ڇٽڻ. اَلْاَبْطَالُ: بطل جو جمع

بهادر. مُلْتَطِمٍ: اسم فاعل التطام کان ورتل. موجن جو هڪ ٻئي سان ٽڪرجڻ.

## ترجمو

اسلام هڪ اهڙي درياءَ وانگر لشڪر وٺي حملو ڪيو جو جوان بهادرن گهوڙن تي سوار ٿي هڪ ٻئي سان ائين ٿي لڳا جيئن درياءَ جون موجون ڇوليون هڪ ٻئي سان لڳنديون آهن.

## مطلب

ڪافرن جي مقابلي لاءِ اسلام سوارن جو هڪ اهڙو وڏو لشڪر وٺي آيو آهي جو هيبت، ڪثرت، ترتيب صف به صف ۽ حملہ آور ھجڻ ۾ درياءَ جي مشابھ ھو. اهو بهادرن جو لشڪر پنھنجي مخالفن تي نيزن ۽ تيرن وغيره وسائڻ ۾ سمنڊ جي موجن ۽ ڇولين وانگر ٿي ٽڪرايو.

(۱۲۶)

مِنْ کُلِّ مُنْتَدِبٍ لِلّٰهِ مُحْتَسِبٍ
يَسْطُوْ بِمُسْتَاْصِلٍ لِلْكُفْرِ مُصْطَلِمٍ

## مفردات جو شرح

مُنْتَدِبٍ لِلّٰهِ: دعوتِ الاهيءَ کي قبول ڪندڙ. مُحْتَسِبٍ: الله تعالیٰ کان ثواب جو اميد وار. يَسْطُوْ: سَطُوْت کان ورتل. حملو ڪرڻ. مُسْتَاْصِلٍ: پاڙ کان اکيڙيندڙ. مُصْطَلِمٍ: پاڙ پٽيندڙ.

## ترجمو

ان لشڪر جو هر هڪ بهادر خدا تعالیٰ جي حڪم جو تابع ۽ ثواب جي طلب ڪندڙ آهي اهڙي تلوار سان حملو ٿو ڪري جيڪا ڪفر جي پاڙ پٽيندڙ آهي.

## مطلب

هن شعر ۾ ثابت ڪيو ويو آهي ته انهن بهادرن جي شجاعت جنگ صرف الله تعالیٰ جي ڪلمي کي بلند ڪرڻ لاءِ آهي ۽ انهن جو مقصد صرف شرڪ ۽ بت پرستي جي پاڙ پٽڻ هو.

يا مستاصل ۽ مصطلم مان مراد حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن آهن. پوءِ مطلب ٿيندو ته: اهي بهادر حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي مدد سان شرڪ ۽ ڪفر جي پاڙ پٽڻ وارا هئا.

(١٢٧)

حَتّٰى غَدَتْ مِلَّةُ الْاِسْلَامِ وَهِيَ بِهِمْ

مِنْ بَعْدِ غُرْبَتِهَا مَوْصُوْلَةَ الرَّحِمِ

## مفردات جو شرح

غَدَتْ: فعل ماضي غُدُوٌّ کان ورتل. صبح ڪرڻ. مِلَّةُ الْاِسْلَامِ آئين اسلام. وَهِيَ بِهِمْ: مان مراد اها شريعت انهن سان مختص هئي. غُرْبَتِهَا: مسافر هجڻ. مراد ڪمزوري. مَوْصُوْلَةَ: وصل کان ورتل. هڪ ٻئي سان گڏ ڳنڍجڻ. رَحِم: قرابت.

## ترجمو

بهادر اسلام خاطر ايترو لڙندا رهيا تانجو شريعت جيڪا انهن سان مختص هئي ڪمزوري کان پوءِ طاقت ٿي ۽ پنهنجي قرابت وارن سان ڳنڍجي ويئي.

## مطلب

جيسين تائين دين اسلام جي ڪمزوري رفع ٿي هئي تيستائين مجاهد جهاد ڪندا رهيا، گويا ته پاڻ سفر ۾ جدا ٿي ويا هئا جيڪي مجاهدن جي ڪوشش سان هڪيئي ڪي مليا.

هن شعر ۾ هن حديث شريف ڏانهن اشارو آهي: ”دين شروع ۾ غريب هو ۽ وري به غريب ٿيندو، پوءِ غريبن لاءِ خوشخبري آهي.“

(١٢٨)

# مَكْفُولَةً أَبَدًا مِنْهُمْ بِخَيْرِ أَبٍ
# وَخَيْرِ بَعْلٍ فَلَمْ تَيْتَمْ وَلَا تَئِمْ

## مفردات جو شرح

مَكْفُولَةً: ضمانت ڪيل. أَبَدًا: دائما. خَيْرِ أَبٍ: بهترين پيءُ. خَيْرِ بَعْلٍ: بهترين مڙس، مراد آهي سنڀاليندڙ. هتي خَيْرِ أَبٍ ۽ خير بعل مان مراد حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن آهن، جيڪي امت جي پشت پناهه آهن. لَمْ تَيْتَمْ: فعل جحد معلوم، يُتْمٌ کان ورتل، يارجو يتيم ٿيڻ. وَلَا تَئِمْ: فعل نفي معلوم. أَيْمَةٌ: عورت جو سنڌ ٿيڻ.

## ترجمو

ملت اسلاميه هر لحاظ سان هميشه محفوظ آهي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي اَبرِيَّتَ ۽ بَعْلِيَّتَ جي ڪري جو پيءُ جي طرفان يتيم ۽ مڙس جي طرفان بيوه ٿيڻ جوان کي ڪو خطرو نه آهي.

## مطلب

اسلام جو بنياد اهڙن اصولن تي ٻڌل آهي جو ڪڏهن به مربي ۽ ڪفيل کان خالي نه آهي، رب العالمين انجو محافظ آهي. خَيْرُ اَبٍ ۽ خَيْرُ بَعْلٍ مان مراد حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن آهن؛ جيڪو عورتن جو بعل سردار ۽ مالڪ ڪي چيو ويو ويندو آهي ۽ مڙس کي به ان ڪري بعل سڏيو ويندو آهي جو عورت جو سردار ۽ سنڀاليندڙ آهي.

(١٢٩)

هُمُ الْجِبَالُ فَسَلْ عَنْهُمْ مَّصَادِمَهُمْ
مَاذَا رَاٰى مِنْهُمْ فِيْ كُلِّ مُصْطَدَمِ

## مفردات جو شرح

هُمْ: اهي سڀ. ان مان مراد مجاهدين اسلام آهن. جِبَال: جبل جو جمع. فَسَلْ: فَ تعريفيه سَلْ امر جو صيغو. سَأَلَ يَسْأَلُ سوال ڪرڻ. مُصَادِمَهُمْ: مُصَادِمَةٌ کان ورتل. هڪ ٻئي سان ٽڪرجڻ. يا مَصَادِمُ، مَصْدَمٌ جو جمع ظرف مڪان صَدَمَ کان ورتل

مَصْدِمِ جنگ جو ميدان يا مصدر ميمي بمعنىٰ جنگ. مَاذَا: بمعنىٰ اَيُّ شَيْءٍ. رَاٰى: روية کان ورتل. ڏسڻ. مُصْطَدِم: جنگ جو ميدان.

## ترجمو

اهي مجاهد ثابت قدمي ۽ استقلال جا پهاڙ آهن پوءِ تون انهن ميدانن کان انهن مجاهدن جي پڇا ڪر ته انهن جنگ جي وقت ڇا ڏٺو.

## مطلب

انهن مجاهدن جي شجاعت ۽ بهادري جا آثار اڃا تائين ميدانِ جنگ ۾ موجود آهن ۽ اهي ميدان خود انهن کي داد شجاعت ڏيئي رهيا آهن.

(۱۳۰)

فَسَلْ حُنَيْنًا وَّسَلْ بَدْرًا وَّسَلْ اُحُدًا

فُصُوْلَ حَتْفٍ لَّهُمْ اَدْهٰى مِنَ الْوَخَمِ

## مفردات جو شرح

حُنَيْن: هڪ وادي جو نالو آهي جيڪا مڪه معظمه ۽ طائف جي وچ ۾ آهي. بَدْر: هڪ کوھ جو نالو جيڪو پنهنجي باني جي نالي تي مشهور آهي. اُحُد: هڪ جبل جو نالو آهي جيڪو مدينه منوره جي قريب آهي. فُصُوْل: فصل جو جمع. بمعنىٰ قسم. حَتْفٍ: موت اَدْهٰى: داهية کان ورتل. اسم تفضيل. سخت. شديد. وَخَم: تخمه گهڻي کائڻ ڪري شديد تڪليف. مراد وباءِ هيضه آهي.

## ترجمو

ان مجاهدن کان حُنين، بدر ۽ اُحد جا احوال پڇ، جو
ڪافرن لاءِ موت وباڪان به وڌيڪ سخت قسم جي ٿي.

## مطلب

هن شعر جي پهرئين مصرعه ۾ ٽن جاين جا نالا آهن جتي ڪافرن
سان مشهور لڙايون لڳيون آهن. (١) غزوه حُنين: اهو واقعو ماهِ
شوال سنه ٨ هه ۾ پيش آيو. ان غزوه ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم
جن سان گڏ ٻارهن هزار اصحاب سڳورا هئا. (٢) غزوه بدر: هي جنگ
١٧ رمضان المبارڪ سنه ٢ هه ۾ ٿي هئي. ان ۾ مسلمانن جو تعداد
٣١٣ هو، ٻه گهوڙا، ڇهه زرهون، ستر اُٺ ۽ اٺ تلوارون گڏ هيون
ڪافرن جو تعداد ساڍا ائون سو هو. انهن سان گڏ هڪ سؤ گهوڙا، ست
سؤ اُٺ ۽ تمام گهڻا هٿيار هئا. الله تعالى جي فضل سان مسلمانن
کي فتح حاصل ٿي. صرف چوڏهن شهيد ٿيا. هوڏانهن ستر مشرڪ
قتل ٿيا ۽ ستر مشرڪ قيدي بڻيا.

(٣) غزوه احد: شوال سنه ٣ هه ۾ اهو واقعو پيش آيو. ڪافرن
حملي جي لاءِ تمام وڏي تياري ڪئي هئي، انهن جو تعداد ٽي هزار
هو، جن ۾ ست سؤ زره پوش، ٻه سؤ سوار ۽ باقي پيادا هئا.

مسلمانن جو تعداد ست سؤ هو، جن ۾ هڪ سؤ زره پوش هئا
۽ ان جنگ ۾ ستر مسلمان شهيد ٿيا.

**نوٽ:** انهن جنگين جو تفصيلي احوال تاريخِ اسلام ۾ ڏسڻ
گهرجي.

شاعر چوي ٿو ته انهن مجاهدن اسلام جي پروانن جا ڪارناما

وچي حنين، بدر ۽ احد کان پهچو ته انهن کفارن تي کهڙيون نه وڏيون
ڪان به سخت مصيبتون آيون.

(١٣١)

## اَلْمُصْدِرِیْ الْبِيضِ حُمْرًا بَعْدَ مَا وَرَدَتْ
## مِنَ الْعِدٰى كُلَّ مُسْوَدٍّ مِّنَ اللِّمَمِ

### مفردات جو شرح

اَلْمُصْدِرِیْ: اصل ۾ اَلْمُصْدِرِيْنَ هو مگر اضافت جي ڪري جمع
جو نون ڪيرايو ويو. اِصْدَار: واپس آڻڻ. بِيْضِ: اَبْيَض جو جمع
سفيد. مراد صاف تيل تلوار آهي. حُمْرَ: اَحْمَر جو جمع. ڳاڙهو
وَرَدَتْ: ورود کان آهي، داخل ٿيڻ. مُسْوَدّ: ڪارو. لِمَمْ: لمه
جو جمع. جيڪي وار ڪنڌ تائين پهچن، اشارو آهي نوجوان
ڪافرن ڏانهن جن جا وار ڪارا ۽ ڏگها هئا.

### ترجمو

اسلام جا بهادر پنهنجي چمڪندڙ تلوارن کي ڳاڙهو ڪري پياري
واپس ڪندڙ آهن جيڪي دشمن جي ڪارن وارن ۾ داخل
ٿينديون هيون.

### مطلب

عرب جو رواج هو ته نوجوان جنگ ڪندڙ وڏا وڏا وار ڪندا
هئا جيڪي انهن جي مٿي سان ويڙهيا ويندا هئا تان ته مٿي جي ڌڪ
کان جنگ ۾ بچاءُ جو ڪم ڏين، پر جڏهن مجاهدين اسلام انهن

جي مٿان تلوارون ورائيندا هئا ته اهي تلوارون اندر وارن ۾ لڳي ويندڙيون هيون ۽ رت سان ڳاڙهيون ٿي نڪرنديون هيون .

(١٣٢)

وَالْكَاتِبِيْنَ بِسُمْرِ الْخَطِّ مَا تَرَكَتْ

اَقْلَامُهُمْ حَرْفَ جِسْمٍ غَيْرَ مُنْعَجِمِ

## مفردات جو شرح

كَاتِبِيْنَ: ڪاتب جو جمع. لکندڙ. سُمْر: اسمر جو جمع نيزو. خَطِّ: بحرين جي ويجهو هڪ ڳوٺ آهي، جتي سٺا نيزا تيار ڪيا ويندا هئا. اَقْلَامُ: قلم جو جمع. هُمْ: اهو ضمير ڪاتبين ڏانهن وري ٿو. حَرْفَ: پاسو. مُنْعَجِمِ: صيغو اسم فاعل. انعجام کان ورتل نشڪي وارو هجڻ.

## ترجمو

اسلام جا بهادر سپاهي شهر خط جي نيزن سان لکندڙ هئا ۽ انهن جي قلمن يعني نيزن ڪڏهن به ڪنهن جسم جي حصي يا طرف کي بنا نشڪي يعني زخم جي ڪونه ڇڏيو.

## مطلب

مجاهدن جا نيزا اهڙا ته هئا جو ڪو به ڪافرن جو جسم زخمن ۾ ڦٽڻ کان خالي نه رهيو.



(١٣٣)

# شَاكِيُ السِّلَاحِ لَهُمْ سِيمَا تُمَيِّزُهُمْ
# وَالْوَرْدُ يُمْتَازُ بِالسِّيمَا مِنَ السَّلَمِ

## مفردات جو شرح

شاكِيُ: هٿيار بند. سِلَاحِ: هٿيار. سِيمَا: نشاني. تُمَيِّزُ: بمعنىٰ تُفَرِّقُ: جدا ڪندو آهي. اَلْوَرْدُ: گلاب جو گل. يَمْتَازُ: امتياز ڪان ورتل. جدا اٿڻ. سِيمَا: انسان جي منهن تي اهي نشان جن سان سڃاتو ويندو آهي. سَلَمْ: ٻير جو وڻ.

## ترجمو

اسلام جا بهادر پوري طرح هٿيار بند هئا جن لاءِ هڪڙو خاص نشان هو جنهن سان ٻين کان جدا هوندا هئا ۽ گلاب جو گل نشانيءَ جي ڪري ٻير کان جدا هوندو آهي.

## مطلب

اسلام جا بهادر بظاهر ته عام ماڻهن وانگر هوندا هئا. مگر انهن ۾ خاص شجاعت، استقلال، ديانت، صداقت ۽ تقوىٰ موجود هئي جن جي ڪري هو ٻين کان ممتاز ۽ نرالا ٿي نظر آيا؛ جيئن ٻير جي وڻ کان گلاب نرالو نظر ايندو آهي؛ ڇوته مجاهدن جي منهن تي سجدي جا آثار هوندا هئا. جيئن الله تعالىٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته: "سِيمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ." معنىٰ: انهن جي نشاني سجدي جي اثر ڪري سندن منهن ۾ هوندي آهي

(١٣٤)

# تُهْدِيَ اِلَيْكَ رِيَاحُ النَّصْرِ نَشْرَهُمْ
# فَتَحْسِبُ الْوَرْدَ فِي الْاَكْمَامِ كُلَّ كَمِيٍّ

## مفردات جو شرح

تُهْدِيْ: اِهْدَاءٌ کان ورتل. تحفو پيش ڪرڻ. رِيَاحُ: ريح جو جمع. هوا. نَصْر: مدد. نَشْرَهُمْ: انهن جي خوشبوءِ. تَحْسِبُ: حسبان کان ورتل. شمار ڪرڻ. وَرْد: گلاب جو گل. اَكْمَام: كُمٌّ جو جمع. غلاف. پردو. كَمِيٌّ: شد سان زره ڍڪيندڙ پهلوان.

## ترجمو

صبا جون هوائون تو وٽ انهن جي خوشبوءِ سوکڙي ڪري پهچائين ٿيون پوءِ هر بهادر کي ائين سمجهه ته گلاب جو گل آهي جيڪو ڍڪيل آهي.

## مطلب

بهادرن جي فتحمنديءَ جي خبرن کي باد صبا سان ۽ انهن جي خوشي وارن خبرن کي خوشبوءِ سان ۽ زرهن کي گلاب سان ۽ بهادر مجاهدن کي گل جي مکڙيءَ سان تشبيهه ڏني ويئي آهي. يعني مجاهد جيڪي زرهون ڍڪي ڪفار جي جنگ ۾ داد شجاعت حاصل ڪري رهيا آهن انهن جي فتحمنديءَ ۽ ڪاميابيءَ جون خبرون دور دراز ملڪن تائين پهچي ويون آهن اهي ائين سمجهه ته اهي گلاب جون مکڙيون آهن غلافن ۾ ڍڪيل، جن جي خوشبوءِ سان سڄو جهان مهڪي رهيو آهي.



244 243

## هن شعر جي خاصيت

هن شعر جي پڙهڻ سان دشمن جي مقابلي ۾ ڪاميابي حاصل ٿيندي. ؂

(١٣٥)

كَأَنَّهُمْ فِي ظُهُوْرِ الْخَيْلِ نَبْتُ رُبًا
مِّنْ شِدَّةِ الْحَزْمِ لَا مِنْ شِدَّةِ الْحُزُمِ

## مفردات جو شرح

ظُهُوْر: ظهر جو جمع. پشت. پٺي. خَيْل: گهوڙا. مذڪر ۽ مؤنث ٻنهي لاءِ استعمال ٿيندو آهي. نَبْتُ: ساوڪ گاهه. رُبًا: رَبْوَةٌ جو جمع بلند جڳهه. دڙو. شِدَّة: سختي. حَزْم: احتياط ۽ فن سواري ۾ ڪامل هجڻ. شدّة: ڪنهن شي کي سخت ٻڌڻ زور سان ڇڪڻ. حُزُم: حزام جو جمع. گهوڙي جو تنگ جنهن سان سنج ڇڪي ٻڌبا آهن.

## ترجمو

جڻ ته اهي مجاهد گهوڙن جي پٺين تي ڪنهن مٿاهين دڙي جا سلا آهن، فنِ سواري ۾ قابل ۽ ڪامل هجڻ جي ڪري نه ان جي ڪري جو انهن جا تنگ ڇڪي ٻڌل آهن.

## مطلب

اسلام جا بهادر اهڙا شهسوار آهن ۽ انهن جا گهوڙا اهڙي

؂ حسن الجردة ص ١٠٣

طرح تيار آهن جو انهن کي ان گاهه سان تشبيهه ڏني وئي آهي جيڪو بلند دڙن تي مضبوط نظر ايندو آهي ۽ ڪنهن به صورت ۾ ان جي پاڙ نه اکڙندي آهي ۽ اهي ان گاهه جي بدل ۾ پري وانگر هوندا آهن جيڪا ذري گهوڙي جي هن طرف ۽ ذري هن طرف هوندي آهي.

(١٣٦)

طَارَتْ قُلُوْبُ الْعِدٰی مِنْ بَاْسِهِمْ فَرَقًا
فَمَا تُفَرِّقُ بَیْنَ الْبَهْمِ وَالْبُهَمِ

## مفردات جو شرح

طَارَتْ: فعل ماضي، مصدر طيران - اڏامڻ. قُلُوْبُ: دليون بَأْسٌ: جنگ يا حملي جي سختي مراد آهي. فَرَقًا: مفعول له فَمَا تُفَرِّقُ تفريق کان ورتل. جدا ڪرڻ- اختيار ڪرڻ. بَهْم: بهمه جو جمع ڇيلڙا. بُهَمٌ: بُهْمَة جو جمع. بهادر.

## ترجمو

دشمن جون دليون مجاهدن جي سخت حملي جي خوف کان ڪان اڏامڻ لڳيون، ايتري قدر جو انهن کي ٻڪرين جي ڦرن ۽ بهادرن ۾ فرق محسوس نه ٿي ٿيو.

## مطلب

يعني اهڙا ته انهن ڪافرن جا حواس خراب ٿي ويا جو جيڪڏهن ڪٿي به ڇيلڙا ڏسندا هئا ته به ايئن سمجهندا هئا ته شايد اهي مجاهد

اچي وياءِ و ڀي ڀڄند اهئا. جيئن مشهور مثال آهي ته: "مارگزيده از ريسمان مي ترسد" يعني نانگ جو ڏنگيل رسيءَ کان به ڊڄندو آهي.

(١٣٧)

# وَمَنْ تَكُنْ بِرَسُوْلِ اللّٰهِ نُصْرَتُهٗ
# اِنْ تَلْقَهُ الْاُسْدُ فِيْ اٰجَامِهَا تَجِمِ

## مفردات جو شرح

مَنْ: موصوله شرطيه. تَكُنْ: صيغو واحد مؤنث غائب اصل ۾ تَكُوْنُ هو مَنْ جي اچڻ جي ڪري نون ساڪن ٿيو ۽ اجتماع ساڪنين جي ڪري واو ڪري پيو. نُصْرَتُ: مدد. فتحمندي تَلْقَهُ: فعل مضارع لقاء کان ورتل. ملاقات ڪرڻ. ملڻ. اُسُدُ: اسد جو جمع. شينهن. آجام: اُجُم جو جمع جهنگل. تَجِمْ: چپ ڪرڻ، خاموش رهڻ. پهريون مصرع شرط ۽ ٻيو جزا آهي.

## ترجمو

۽ جنهن سان رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مدد هوندي جيڪڏهن انهن کي شينهن جهنگل ۾ ملندا ته به خاموش ٿي ويندا.

## مطلب

هن شعر ۾ امام بوصيري عليه الرحمة ٻڌائڻ ٿو گهري ته جيڪا به ڪاميابي اصحابن سڳورن کي حاصل ٿيندي هئي سا حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ۽ وسيلي سان ٿيندي

هئي ۽ حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ۽ وسيلي سان منصور ۽ محفوظ رهندا هئا.

علامه خرپوتي عليه الرحمة لکيو آهي ته: "بيشڪ اصحاب سڳورا حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي نصرت ۽ مدد سان ڪامياب ٿيندا هئا، جنگين ۾ دشمنن تي فتح حاصل ڪندا هئا ۽ جنهن شان حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي مدد آهي اهو هر مصيبت کان امن ۾ آهي."

هن شعر مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته الله تعالیٰ پنهنجي حبيب صلی الله عليه وآله وسلم جي صدقي مدد ڪندو آهي. جيڪي وسيلي جا منڪر آهن انهن لاءِ هي شعر قابل نصيحت آهي.

هن شعر ۾ ان واقعي ڏانهن اشارو آهي جيڪو حضرت سفينه رضی الله تعالیٰ عنه حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي آزاد ڪيل غلام کان روايت ڪيل آهي ته: "ان کي جهاد ۾ روم جي ڪافرن گرفتار ڪيو هو، اهو انهن کان ڪنهن به طرح بچي نڪري هليو ويو ته رستي ۾ هڪ شينهن مليس ۽ ان هن جي رستي ۾ روڪ ڪئي حضرت سفينه رضی الله عنه ان کي چيو ته: "آءٌ رسول الله صلی الله عليه وآله وسلم جن جو غلام آهيان ۽ مسلمانن جي لشڪر ۾ وڃڻ تو گهران." شينهن خاموش ٿي ڪنڌ هيٺ ڪري ان جي اڳيان هلڻ لڳو ۽ ڪنڌ جي اشاري سان ان کي اسلام جي لشڪر ۾ پهچايو.[1] آخر ۾ ان شينهن هلڪي آواز سان ان اصحابيءَ کان موڪلائي به ڪئي.[2]

---

[1] عطر الوردة ص ٩٦. [2] شرح البرده للتوڪلي ص ٨٠.

(١٣٨)

# وَلَنْ تَرَىٰ مِنْ وَلِيٍّ غَيْرَ مُنْتَصِرٍ بِهٖ وَلَا مِنْ عَدُوٍّ غَيْرَ مُنْقَصِمٖ

## مفردات جو شرح

لَنْ: نفي تاڪيد لاءِ. تَرَىٰ: روية ڪان ورتل. ڏسڻ. مِنْ زائده. وَلِيٍّ: دوست - ان مان مراد هر مومن عاشقِ رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم آهي. غَيْرَ مُنْتَصِرٍ: مدد نه ڪيل. ناڪام لن نفي تاڪيد واري آيڻ غَيْرَ مُنْتَصِرٍ جي مٿان نفي جي تاڪيد ڪئي ويئي آهي جنهن مان اثبات مراد ٿيندو آهي - يعني تون هميشه حضور صلى الله عليه وآله وسلم جو دوست ڪي فتحمند ڏسندين. بِهٖ جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن وري ٿو. واو عطف جو، لَا نفي جي. عَدُوٍّ: دشمن. مُنْقَصِمٖ: شڪست کاڌل. اِنْقِصَام: ٽٽڻ.

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي ڪنهن عاشق کي نه ڏسندين جو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي مدد ڪيل نه هجي ۽ نه ڏسندين ڪو دشمن اهڙو هوندو جيڪو شڪسته حال نه هوندو.

## مطلب

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو عاشق

دنيا ۾ آخرت ۾ ڪامياب ٿيندو ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو دشمن ذليل ۽ خوار ٿيندو.

علامه خربوتيءَ شرح برده ۾ لکيو آهي ته: قطب، قطب نه ٿيا، اوتاد اوتاد نه ٿيا، علماءِ دين جا تنيب نه ٿيا، مگر حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي ۽ شريعت جي تعظيم جي صدقي جيڪو به حضور صلي الله جن جي شريعت جو دشمن آهي اهو خود حضور صلي الله عليه وآله وسلم جو دشمن آهي. [1]

هن عبارت جي ڏسڻ سان پتو پوي ٿو ته انهن ماڻهن جو ڇا حال ٿيندو جيڪي چوندا آهن ته عشق شريعت جي خلاف آهي. اهي ماڻهو صوفي ۽ بزرگ نه، پر دينِ محمدي جا دشمن ۽ جاهل ۽ باطل آهن ۽ خدا تعاليٰ ۽ محبوب مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن جي در تان تڙيل آهن، اهڙن جاهل صوفين جي صحبت حرام آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ فرمايو آهي ته

ڏور تني کان لڏ، جن جي ناهي مُهڙ ملير ڏي،
پڪا تن پاڇين کان، پيري پراهون اڏ،
ڇانگ تني جي ڇڏ، جي ڏنارئون ڏار چرن.

(١٣٩)

# اَحَلَّ اُمَّتَهٗ فِيْ حِرْزِ مِلَّتِهٖ
# كَاللَّيْثِ حَلَّ مَعَ الْاَشْبَالِ فِيْ اَجَمِ

## مفردات جو شرح

اَحَلَّ: فعل ماضي. احلال کان ورتل

[1] العصيدة ص ٢٠٦

لاهڻ- پناه ڏيڻ. اُمَـةٌ : جماعت . حِرْز: پناه . مِلّتٌ : مذهب لَيْث: شينهن. حَلَّ : حلول ڪان ورتل. لهڻ. اَلاَشْبَال : شبل جو جمع شينهن جا ٻچا. اَجَم : اجمة جو جمع . جهنگل .

## ترجمو

حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن پنهنجي امت کي دين جي مضبوط قلعي ۾ داخل ڪري ڇڏيو، جيئن شينهن پنهنجي ٻچن سان گڏ جهنگل ۾ لٿل هوندو آهي.

## مطلب

شينهن پنهنجي ٻچن جي حفاظت نهايت احتياط سان ڪندو آهي، گهاٽي جهنگل يا جبل ۾ جتي ماڻهن جو لنگهڻ نه هوندو آهي، ٻچن کي اتي رهائيندو آهي. شينهن جي ذاتي قوت، نگراني ۽ محفوظ جڳهه هئڻ جي ڪري ان جي ٻچن کي ڪير به ايذا ائي نه سگهندو آهي. اهڙي طرح حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جو دين حصن حصين ۽ مضبوط قلعو آهي ۽ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شفقت ۽ همدردي شينهن جي طاقت وانگر آهي، پوءِ ڪنهن کي طاقت آهي جو حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي امت کي ايذاء پهچائي سگهي. باقي هن موجوده دور ۾ امتِ محمّديه کي جيڪي تڪليفون آيون آهن، اهي سڀ پنهنجا قصور آهن. جيئن شاهه عبداللطيف گهوٽ فرمايو آهي ته:

"هٿان تو ٻيئي، تي ڪجهه ڪيچين کي ڪرين."



(١٤٠)

# كَمْ جَدَّلَتْ كَلِمَاتُ اللهِ مِنْ جَدَلٍ فِيْهِ وَكَمْ خَصَّمَ الْبُرْهَانُ مِنْ خَصِمِ

## مفردات جو شرح

كَمْ: خبريه. جَدَّلَتْ: فعل ماضي تجديل کان ورتل، زمين تي کيرائڻ. کَلِمَاتُ اللهِ: قرآن مجيد. جَدَلٍ: جهيڙي ڪرڻ وارو. خَصَّمَ: تخصيم کان ورتل، خصومت ۾ غالب اچڻ. اَلْبُرْهَان: دليل، معجزات. خَصِم: جهيڙي ڪرڻ وارو.

## ترجمو

ڪيترا دفعا قرآن مجيد، حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي دشمن کي زمين تي کيرايو. جيڪي اسلام جي باري ۾ حضور پاڪ صلى الله عليه وآله وسلم جن سان وڙهيا ٿي. ڪيترا دفعا حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي معجزن دشمن کي مغلوب ڪيو.

## مطلب

قرآني آيتن سان ڪيترا پيرا دشمن فصاحت ۽ بلاغت جي مقابلي ۾ ناڪام رهيا. قرآن مجيد ۾ ان مقابلي جو چيلينج ذڪر ڪيل آهي ۽ ڪيترا دفعا معجزن جي ظاهر ٿيڻ سان حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي رسالت جي تصديق ٿي ۽ مخالف مغلوب ٿي ويا.

## هن شعر جي خاصيت

هن شعر کي گهڻي پڙهڻ سان دشمن تي مناظري ۾ غلبو حاصل ٿيندو. ا ه

(١٤١)

# كَفَاكَ بِالْعِلْمِ فِي الْأُمِّيِّ مُعْجِزَةً
# فِي الْجَاهِلِيَّةِ وَالتَّادِيبِ فِي الْيُتُمِ

## مفردات جو شرح

كَفٰى: كفاية كان ورتل. كافي ٿيڻ. كَفَاكَ ۾ كاف خطاب جو آهي. عِلْمِ: ڄاڻ. اُمِّيٌّ: اهو شخص جيڪو ڪنهن وٽ پڙهيو لکيو نه هجي. مُعْجِزَةً: اها ڳالهه جيڪا پيغمبر صلی الله عليه وآله وسلم کي خدا کان منڪرن جي مقابلي ۾ بطور خلافِ عادت ظاهر ٿي هجي. جَاهِلِيَّة: اهو زمانو جيڪو اسلام کان اڳ هو. تَادِيْبِ: ادب سيکارڻ. يُتُم: يتيم هجڻ.

## ترجمو

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جو جاهليت جي زماني ۾ امي ٿي ڪري، علم حقيقي جو عالم هجڻ ۽ يتيم ٿي ڪري صاحبِ ادب هجڻ سندن نبوّت جو وڏو معجزو آهي.

## مطلب

حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن جي بين معجزن کي ڇڏي

ا ه حسن الجودة ص ٢١٠

صرف اهو تہ ئي وجي تہ حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن هڪ
اڻ پڙهيل قوم ۾ پيدا ٿيا ۽ ڪڏهن ڪنهن کان علمي اداري
ڏي بہ ڪو نہ ويا ۽ نہ ڪنهن اديب جي نظرهيٺ رهي ادب سکيا،
ان جي باوجود ايترن علمن ۽ عارفن کان آگاهہ رهڻ، ادب جي موجد
هجڻ، فضائل ۽ شمائل سان متصف هجڻ تي نگاهہ ڪري هر
منصف اهو فيصلو ڏيندو تہ پاڻ علم لدني جا صاحب آهن. هي
اخلاق ۽ آداب محض رباني تعليم آهي، جيئن پاڻ فرمايو اٿن:
"اَدَّبَنِيْ رَبِّيْ فَاَحْسَنَ تَادِيْبِيْ. [١]

## فصل نائون

# اللہ تعالیٰ جي مغفرت

۽

# رسول صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جي شفاعت

جي باري ۾

جنهن ۾
شاعر حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جن
جي مدح کي وسيلو ڪري دنيا ۽ آخرت جي
مرادن حاصل ڪرڻ جو عزم ڪيو آهي.

(١٤٢)

خَدَمْتُهٗ بِمَدِيْحٍ اَسْتَقِيْلُ بِهٖ

ذُنُوْبَ عُمْرٍ مَّضٰى فِي الشِّعْرِ وَالْخِدَمِ

[١] عطر الورده ص ٩٨



254 253

## مفردات جو شرح

خَدِمْتُهٗ: صيغو واحد متڪلم. خدمة ڪان. نوڪري ڏيڻ.
ةُ: جي ضمير جو مرجع حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن آهن.
بِ: حرف جار. مَدِيْحٌ ساراهه. مراد هي قصيدو آهي يا ناظم جا سڀ قصيدا آهن جن ۾ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جون نعتون بيان ٿيل آهن. اَسْتَقِيْلُ: فعل ماضي، واحد متڪلم. استقال ڪان ورتل. معافي گهرڻ. بِهٖ: ضمير مَديح ڏي لٽوري. ذُنُوْبَ: ذنب جو جمع. گناهه. مَضٰى: مُضِيٌّ ڪان ورتل. گذرڻ. شِعْرٌ: موزون سخن. خِدَمْ: خدمت جو جمع. نوڪري.

## ترجمو

مون حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مدح سان خدمت ڪري پنهنجي حياتيءَ جي انهن گناهن جي معافي طلب ڪئي آهي، جيڪا حياتي دنيا جي اميرن ۽ بادشاهن جي مدح سرائيءَ ۾ گذري آهي.

## مطلب

امام بوصيري رحمة الله عليه ابتداءِ عمر ۾ بادشاهن جو مقرب هوندو هو ۽ انهن جي خدمت ۾ شعر چوندو هو. ان شعر گوئيءَ مان مقصد صرف دنيا جو نفعو هو. هن قصيدي ۾ پنهنجي اميدن کي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن سان وابسته ڪري ڪيل گناهن جي معافي ٿو گهري. جيتوڻيڪ ديندار مسلمان بادشاهن جي تعريف ڪرڻ مذموم ۽ ممنوع نه آهي، تاهم تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي خلاف هجڻ ڪري انهن کي گناهه ٿو سمجهي.

(١٤٣)

## اِذْ قَلَّدَانِيْ مَا تُخْشٰى عَوَاقِبُهٗ
## كَاَنَّنِيْ بِهِمَا هَدْيٌ مِّنَ النَّعَمِ

### مفردات جو شرح

اِذْ: تعليل جي لاءِ. قَلَّدَا: تقليد کان ورتل. گردن تي پٽو ٻڌڻ. مَا: موصوله. تُخْشٰى: صيغو مضارع مجهول. خَشْيَة کان ورتل ڊڄڻ. عَوَاقِبُ: عاقبت جو جمع. پڇاڙي. انجام ڪار. هَدْيٌ: قرباني جو جانور. نَعَم: اُٺ، ٻڪري ۽ ڍڳي کي چوندا آهن. ان جو جمع انعام آهي. مذکر ۽ مؤنث ٻنهي ۾ استعمال ٿيندو آهي.

### ترجمو

سبب هي آهي جو شعر ۽ شاهي ملازمت منهنجي ڳچيءَ ۾ هڪ اهڙو پٽو ٻڌي ڇڏيو آهي، جن جي پڇاڙيءَ کان ڊپ ٿو ٿئي. جڻ ته آءٌ انهن ٻنهي يعني شعر ۽ غلاميءَ جي ڪري قرباني جو جانور آهيان.

### مطلب

پنوان جانورجي ڳچيءَ ۾ ٻڌو ويندو آهي جيڪو قربانيءَ لاءِ مخصوص ڪيو ويندو آهي. ان جي ڳچيءَ ۾ پٽوان جي ڪري ٻڌو ويندو آهي ته ڪو ماڻهو ان ۾ هٿ چراند نه ڪري. شاعر به پاڻ کي ان قربانيءَ واري جانور وانگر گناهن جي پٽي ۾ ٻڌو سمجهي، جيڪو

هلاڪت جو سبب آهي. ان ڪان پوءِ تنڪاري لاءِ رَحۡمَةٌ لِّلۡعٰلَمِيۡنَ صلي الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت کي وسيلو ۽ ذريعو ٿو سمجهي ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي مدح سرائي ٿو ڪري.

(۱۴۴)

## اَطَعۡتُ غَيَّ الصِّبَا فِي الۡحَالَتَيۡنِ وَمَا
## حَصَّلۡتُ اِلَّا عَلَى الۡاٰثَامِ وَ النَّدَمِ

### مفردات جو شرح

اَطَعۡتُ: اطاعت ڪئي مون. غَيَّ: گمراهي. صِبَا: ننڍپڻ جي حالت. حَالَتَيۡنِ: ٻه حالتون، هڪ شعر گوئي، ٻي سرڪاري ملازمت مَاحَصَّلۡتُ: نه حاصل ڪيو مون. آثَام: اثم جو جمع. گناهه. نَدَم: پشيماني.

### ترجمو

مون بيچيني جي اجاين خيالن جي ٻنهي حالتن (۱) شعر گوئي (۲) ملازمت ۾ فرمانبرداري ڪئي آهي. مگر مون گناهن ۽ پشيماني کان سواءِ ڪجهه حاصل نه ڪيو.

### مطلب

جيتوڻيڪ شعر گوئي مطلقاً ممنوع نه آهي. مثلاً الله تعالىٰ ۽ ان جي حبيب صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي تعريف ڪرڻ. جيئن حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعالىٰ عنه ۽ ٻين ا صحابن سڳورن

رضي الله عنهم حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شان ۾ شعر ۽ قصيدا لکيا ۽ ملازمت ڪرڻ به ممنوع نه آهي جيئن ته قاضي شريح ملازمت ڪئي جيڪا سراسر عدل ۽ انصاف تي مبني هئي. پر امام بوصيري فرمايو ته مون شعر ۽ ملازمت کي صحيح استعمال نه ڪيو، ان شعرن ۾ بيحد مبالغو ۽ اجائي تعريف ڪيم جيڪا غير مناسب هئي ۽ ملازمت جو حق ادا نه ڪيم.

(١٤٥)

## فَيَا خَسَارَةَ نَفْسِي فِي تِجَارَتِهَا
## لَمْ تَشْتَرِ الدِّيْنَ بِالدُّنْيَا وَلَمْ تَسُمِ

### مفردات جو شرح

فَ: تفريع لاءِ. يَا: حرف ندا. هت تنبيه لاءِ آهي. خَسَارَةَ: نقصان. نَفْسٍ: سِر، جند، ذات، وجود. تِجَارَتِ: واپار. لَمْ تَشْتَرِ: فعل جحد معلوم. اِشْتِرَاءِ کان ورتل خريد ڪرڻ. اَلدِّيْنِ: شرعي احڪام جي اطاعت. دُنْيَا: اَدْنىٰ جو جمع، دُنُوٌّ کان ورتل؛ قريب الزّوال. مراد اها شي جيڪا خدا کان غافل ڪري. لَمْ تَسُمْ: سام يسوم - سومًا کان، واپار لاءِ تيار رهڻ. يا خسارة ۾ منادىٰ محذوف آهي: يَا قَوْمِ انْظُرُوْا خَسَارَةَ النَّفْسِ، اي منهنجي قوم! نفس جي نقصان کي ڏسو.

**ترجمو** اي منهنجي قوم وارؤ! منهنجي نفس کي

واپار ۾ جيڪو خسارو پيو آهي، اهو تہ ڏسو! نہ ان دنيا جي بدلي دين خريد ڪيو ۽ نہ خريد اري ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو.

## مطلب

ان کان وڌيڪ کهٽ ۽ نقصان ڇا ٿيندو جو دنيا کي آخرت جي فائدي کان وڌيڪ سمجهيو وڃي. اهڙي غلطي وارو ماڻهو خساري ۽ نوٽ ۾ آهي.

(١٤٦)

# وَمَنْ يَبِعْ اٰجِلًا مِنْهُ بِعَاجِلِهٖ
# يَبِنْ لَهُ الْغَبْنُ فِيْ بَيْعٍ وَفِيْ سَلَمٖ

## مفردات جو شرح

وَاوَ: ابتدائيہ. مَنْ: اسم شرط. يَبِعْ: اصل ۾ يبيع هو. وڪڻڻ. اٰجِل: دير سان اچڻ واري شيءِ. عَاجِلُ: تڪڙو يَبِنْ: اصل ۾ يَبِيْنُ هو بَيْنٌ کان ورتل. ظاهر ٿيڻ. غَبْنُ: نقصان بَيْعِ: واپار جيڪو اتي ئي طي ڪيو وڃي. سَلَمُ: اهو واپار جنهن ۾ پيسا اول ڏنا وڃن ۽ سامان ڪجهہ عرصي کان پوءِ ڏنو وڃي. جنهن کي عام طرح ٻول چوندا آهن.

## ترجمو

جنهن شخص پنهنجي آخرت کي دنيا سان وڪڻي ڇڏيو آهي تہ ان بيع ۽ سلم ٻنهي ۾ نوٽ حاصل ڪئي آهي، جيڪا

ان لاءِ آيتي هلي ظاهر ٿيندي.

## مطلب

چڱن عملن جو صلو دنيا ۽ آخرت ۾ ملندو آهي. دنيا ۾ صلي جو ملڻ بيع جو حڪم ثو رکي ۽ آخرت ۾ نيڪ عملن جو نتيجو ملڻ سلم جو حڪم ٿو رکي. پر جنهن شخص نيڪ عمل نه ڪيا ته ان کي نه دنيا ۾ بدلو ملندو ۽ نه آخرت ۾.

## هن شعر جي خاصيت

جائز واپار ۾ برڪت لاءِ هن شعر کي نماز کان پوءِ پڙهڻ سان نهايت برڪت پوندي.

(۱۴۷)

وَاِنْ اٰتِ ذَنْبًا فَمَا عَهْدِىْ بِمُنْتَقِضٍ

مِّنَ النَّبِيِّ وَلَا حَبْلِىْ بِمُنْصَرِمٖ

## مفردات جو شرح

اِنْ: شرطيه. اٰتِ: صيغو واحد متڪلم فعل مضارع معلوم اصل ۾ اٰتِيْ هو، اِنْ شرطيه جي اچڻ ڪري اٰتِ ٿيو، جيڪڏهن مان ڪيان. ذَنْبًا: گناهه. مَا: نافيه. عَهْدًا: وعدو. ذمو. مُنْتَقِضٍ: اسم فاعل ٽٽندڙ. حَبْلُ: رسو. مراد واسطو ۽ تعلق. مُنْصَرِمٍ: انصرام کان ورتل قطع ٿيڻ - ڪٽجڻ.

## ترجمو

مان جيڪڏهن گناهه ڪيان ته به منهنجو تعلق جيڪو حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن سان آهي، تنهن ڪري نه آهي ٻيو ڪي منهنجي اميد جي رسي ٽٽندڙ آهي.

## مطلب

پهرين ٻائين شاعر ظاهر ڪيو هو ته مون کي شامت اعمال جي ڪري آخرت جي عذاب جو ڊپ آهي. شاعر هن شعر ۾ پنهنجي دل کي تسڪين ٿو ڏئي ته مون کي ڪو به غم نه آهي؛ ڇو ته جيتوڻيڪ آئون گنهگار آهيان، پر الله جل جلاله ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جي محبت ڪري، حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت ۽ الله تعاليٰ جي رحمت ۾ اميدوار آهيان. هي تعلق اهڙو نه آهي جو گناهن جي ڪري ٽٽي پوي. عهد مان مراد حضور پرنور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو شفاعت وارو وعدو آهي: شَفَاعَتِيْ لِاَهْلِ الْكَبَائِرِ مِنْ اُمَّتِيْ. يا اهو وعدو مراد آهي جيڪو "مُحَمَّدْ" نالي رکندڙ سان ڪيل آهي، جنهن جو برده شريف جي هيٺئين شعر ۾ بيان آهي.

(۱۴۸)

فَاِنَّ لِيْ ذِمَّةً مِّنْهُ بِتَسْمِيَتِيْ

مُحَمَّدًا وَّهُوَ اَوْفَى الْخَلْقِ بِالذِّمَمِ

## مفردات جو شرح

ذِمَّةً: وعدو. مِنهُ: جو ضمير حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏانهن راجع آهي. بِتَسْمِيَتِيْ تَسْمِيَة: نالو رکڻ يعني ذکر ڪرڻ مُحَمَّدً: ساراهيل. وَاوَ: ابتدائيه. هُوَ: حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن ڏي ٿو وري. اَوْفٰى: صيغو اسم تفضيل، وفاء ڪان ورتل، زور وفاداري ڪندڙ. ذمم: ذمة جو جمع. هي شعر اڳين شعرن لاءِ دليل آهي.

## ترجمو

ڇوته منهنجو نالو به مُحَمَّد آهي، سوان همنام هجڻ جي ڪري سندن وعدو منهنجي شفاعت لاءِ لازم الايفاء تي وڃڻ ڪري جو پاڻ وعدي وفائي ۾ سڀني کان وڌيڪ آهن.

## مطلب

امام بوصيري جو نالو "شرف الدين محمّد" آهي، ان ڪري حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي نالي مبارڪ جي نسبت تي ناز ڪندي فرمايو اٿس ته مون لاءِ حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت لازم ٿيندي، ڇوته جنهنجو نالو مُحَمَّد آهي ان جي فضيلت لاءِ حديثون آيل آهن. جيئن: عَصِيْدَةُ الشَّهْدَة ۾ علامه خرپوتيءَ هيٺيون حديثون آنديون آهن:

(١) حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته مون وٽ جبريل عليه السّلام آيو ۽ چيائين ته: يا محمّد! (صلى الله تعالى عليه وآله وسلم) بيشڪ الله تعالىٰ توتي سلام ٿو پڙهي ۽ تو لاءِ فرمائي ٿو ته: "وَعِزَّتِيْ وَجَلَالِيْ لَا اُعَذِّبُ مَنْ يُّسَمّٰى بِاِسْمِكَ

بِالـنَّارِ" يعني؛ قسم آهي مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال جو ته جنهن تي تنهنجو نالو هوندو ته ان کي باهه ۾ وجهي عذاب نه ڪندس.

(۲) حديث شريف ۾ آهي ته؛ "اَسْتَحْيِيْ اَنْ اُعَذِّبَ بِالنَّارِ مَنِ اسْمُهٗ اِسْمُ حَبِيْبِيْ" يعني، الله تعالىٰ فرمايو ته: مون کي حياء ٿو اچي جو ان کي باهه ۾ عذاب ڪيان، جنهنجو نالو منهنجي حبيب وارو آهي. ؎

(۱۴۹)

# اِنْ لَّمْ يَكُنْ فِيْ مَعَادِيْ اٰخِذًا بِيَدِيْ فَضْلًا وَّ اِلَّا فَقُلْ يَا زَلَّةَ الْقَدَمِ

## مفردات جو شرح

اِنْ؛ شرطيه. مَعَادِ؛ مصدر يا اسم زمان يا مڪان. مراد مرڻ کان بعد وارو زمانو آهي. يا قيامت. اٰخِذًا؛ وٺندڙ. يَدٌ؛ هٿ. فَضْلًا؛ اها مهرباني جيڪا بنا حقداري جي ڪئي وڃي. اِلًّا؛ جو حرف خرپوتيءَ جي قول مطابق تنوين ۽ همزه جي زير سان، وعدي جي معنىٰ سان آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ آيو آهي؛ "لَا يَرْقُبُوْنَ فِيْ مُؤْمِنٍ اِلًّا وَّلَا ذِمَّةً". فَقُلْ؛ پوءِ تون چئه. يَا؛ حرف ندا-حسرت لاءِ. زَلَّةَ الْقَدَمِ؛ پير جو ترڪڻ-ڪسڪڻ گناهه ڪرڻ.

؎ العصيدة الشهدة ص ۲۱۴

## ترجمو

جيڪڏهن حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن قيامت ۾ مهرباني ۽ وعدي جي ڪري، منهنجي هٿ کي نه ورتو ته پوءِ تون چئو ته افسوس پير ترڪيو ويو.

## مطلب

يعني آئون حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت جو محتاج آهيان. جيڪڏهن ان جي مهرباني مون سان شامل حال نه هجي ته پوءِ مون کي سخت عتاب بلڪ عذاب ملندو.

(١٥٠)

حَاشَاهُ اَنْ يُّحْرَمَ الرَّاجِيْ مَكَارِمَهٗ

اَوْ يَرْجِعَ الْجَارُ مِنْهُ غَيْرَ مُحْتَرَمٖ

## مفردات جو شرح

حَاشَا: بمعنىٰ: اُنَزِّهُ. اَنْ يُّحْرَمَ: محروم ڪيو وڃي. اَلرَّاجِيْ: اميد رکندڙ. مَكَارِمَهٗ، مَكْرِمَة جو جمع بخشش. يَرْجِعَ: رجوع ڪان ورتل. مونٽ. جَارٌ: پاڙيوارو. غَيْرَ مُحْتَرَمٍ: بي عزت، ذليل.

## ترجمو

ان جي ذات گرامي کان هيءَ ڳالهه پري نه آهي جو سندس بخشش جا اميدوار محروم ڪيو وڃي، يا سندس درٻار ۾ پناهه وٺندڙ

بي عزت يئ موئي.

## مطلب

امام بوصيري عليه الرحمة جو هن شعر مان مقصد هي آهي ته اهو خيال ڪرڻ ته: آئون محمّدي رحمت کان محروم آهيان باطل آهي، ڇو ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم ان ڳالهه کان پاڪ آهن جو سندن دربار مقدس مان ڪو عقيدتمند خالي موٽي وڃي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة فرمايو آهي ته:

پرچي ته پلَّ پري، ڏمرجي ته به ڏئي،
جُنگ جکري کي، ٻئي چڱيون چت ۾.

(١٥١)

وَمُنْذُ اَلْزَمْتُ اَفْكَارِیْ مَدَائِحَهٗ
وَجَدْتُّهٗ لِخَلَاصِیْ خَيْرَ مُلْتَزِمِ

## مفردات جو شرح

مُنْذُ: ابتدا زماني لاءِ. اَلْزَمْتُ: الزام کان ورتل لازم ڪرڻ اَفْکَار: فڪر جو جمع. سوچ. مَدَائِحُ: مَدِيْحٌ جو جمع. نعت. ٥ جو مرجع حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن آهن. وَجَدْتُ: وجدان کان ورتل. حاصل ڪرڻ. لهڻ. يا خلاصي. ڇوٽڪارو. خير مُلْتَزِم: التزام کان ورتل. لازم ڪري وٺندڙ. مراد معاون. مددگار. نهايت ڀلو مددگار.

## ترجمو

جڏهن ڪان مون پنهنجي فڪرات ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي نعتن کي لازم ڪري ورتو آهي ته پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ مون حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن کي بيلو مددگار لڌو آهي.

## مطلب

ان وقت کان وٺي جو مون پنهنجي شعر کي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي منقبت کان سواءِ ٻين ڪنهن ڪم ۾ نه آندو آهي. مون اطمينان ڪري ڇڏيو آهي ته اها نعت گوئي منهنجي لاءِ زبردست نجات جو ذريعو آهي.

## هن شعر جي خاصيت

هن شعر جو ورد قيد کان رهائي لاءِ فائدي مند آهي.[1]

(۱۵۲)

وَلَنْ يَّفُوْتَ الْغِنٰى مِنْهُ يَدًا تَرِبَتْ
اِنَّ الْحَيَا يُنْبِتُ الْاَزْهَارَ فِى الْاُكُمْ

## مفردات جو شرح

لَنْ يَّفُوْتَ: نفي تاڪيد. بِلَنْ فوت کان ورتل. غِنٰى: شاهوڪاري. يَدْ: هٿ. تَرِبَتْ: مٽيءَ ۾ پيل يعني محتاج ۽ فقير ٿيو. اِنَّ: تاڪيد لاءِ. اَلْحَيَا: مينهن ۽ جيڪڏهن حَيَاءُ مد سان ايندو ته پوءِ معنيٰ

[1] حسن الجرده ص ۲۲۳

ٿيندي شرم. يُنْبِتُ: انبات کان. ڄمائڻ. اَزْهَار: زهره جو جمع

مکڙي. اُکُمْ: دڙو

## ترجمو

جيڪو مسڪين جنهن جو هٿ مٿي سان پريل آهي ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي بارگاه ڏي وڌيو، اهو شاهوڪاري ۽ دولت کان خالي نه ايندو.

## مطلب

علامه خرپوتي اَلْغِنٰى مان مراد شفاعت ورتي آهي. يعني اها شفاعت جيڪا دربارِ رسالت مان حاصل ٿيندي آهي. ڪنهن به هٿ کي خالي نه ڇڏيندي آهي، پوءِ ڪٿي اهو هٿ گرد آلود ڇو نه هجي؛ ڇوته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو فيض بارش ۽ رحمت وانگر عام ۽ تام آهي.[1]

بقول شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ عليه الرحمة:

”جُهڙ تنهنجي جهڙپ، هزارين حاتم،

ڪو جهڻ سندا ڪم، تو ڪامل ري ڪير ڪري“. شاه جو رسالو

(۱۵۳)

# وَلَمْ اُرِدْ زَهْرَةَ الدُّنْيَا الَّتِىْ اقْتَطَفَتْ

# يَدَا زُهَيْرٍ بِمَا اَثْنٰى عَلٰى هَرَمِ

## مفردات جو شرح

لَمْ اُرِدْ: فعل جحد معلوم. ارادة کان ورتل، خواهش ڪرڻ

[1] عصيده ص ۲۱۶

زَهْرَةَ الدُّنْيَا: دنياجي تازگي. مراد لذت ۽ سامان. اَلَّتِيْ: اسم مفعول. زَهْرة جي صفت آهي. اِقْتَطَفَتْ: صيغو واحد مؤنث غائب فعل ماضي معلوم. اِقْتِطَاف کان ورتل معنىٰ ميوا چونڊڻ. يَدَا: ٻه هٿ. زُهَيْرٌ: مراد زهير بن سلمىٰ مشهور شاعر جنهن جو قصيدو سبع معلقات ۾ به آهي. ۽ ان جي پٽ ڪعب بن زهير رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم جن جي مدح ۾ قصيدو "بانت سعاد" ناهيو هو، جنهن تي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن پنهنجي چادر مبارڪ ان کي عطا ڪئي هئي. بِمَا: باء سببيّت لاءِ. مَا: موصوله. اَثْنىٰ: صيغو واحد مذڪر غائب فعل ماضي معلوم. اثناء کان. تعريف ڪرڻ. هَرِم: ان مان مراد هرم بن سنان آهي جيڪو عرب جو سخي بادشاهه هو جنهن جي تعريف ۾ زهير قصيده چيا آهن.

## ترجمو

آئون نه حضور صلى الله عليه وسلم جن جي نعت مان اها تازگي ۽ بهجت نٿو گهران، جيڪا نه هين، هرم بن سنان جي تعريف مان حاصل ڪئي هئي.

## مطلب

شاعر چوي ٿو ته زهير وانگر هن قصيدي مان منهنجو مقصد دنيا گڏ ڪرڻ نه آهي بلڪ ان جي عيوض آخرت ۾ ٿو گهران يعني حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي شفاعت.



## فصل ڏهون

# مناجات عرض گذاريءَ ۾

(۱۵۴)

يَا اَكْرَمَ الْخَلْقِ مَالِيْ مَنْ اَلُوْذُ بِهٖ
سِوَاكَ عِنْدَ حُلُوْلِ الْحَادِثِ الْعَمَمِ

### مفردات جو شرح

يَا: حرف ندا. اَكْرَمْ: صيغو اسم تفضيل. اَلْخَلْقِ: بمعنىٰ مخلوق. مَا: نافيه. لِيْ: لام اختصاص لاءِ. يَ: متكلم جي. مَنْ: موصوله اَلُوْذُ: لَوْذ- لِيَاذُ پناهه وٺڻ. سِوَاكَ: تو کان سواءِ. حُلُوْل: نازل ٿيڻ. اَلْحَادِثِ: مصيبت، سختي. اَلْعَمَمِ: عام ٿيندڙ.

### ترجمو

اي ساري مخلوق ۾ ڀلارا! تو کان سواءِ منهنجو، سخت مصيبت ۾ عام سختيءَ ۾ ڪو به سهارو ڪونهي جنهن جي پناهه ۾ اچان، صرف تنهنجو ئي سهارو آهي.[1]

### مطلب

حقيقت هي آهي ته گنهگار امتي لاءِ حضور صلى الله عليه وآله وسلم

[1] عطر الورده ص

جن کان سواءِ کھڙي پناھ آھي؟ خود قرآن مجيد، حضور پاڪ صلی الله عليه وآله وسلم جي دربار جو ڏس ڏنو آھي:- وَلَوْ اَنَّهُمْ اِذْ ظَّلَمُوْآ اَنْفُسَهُمْ جَآؤُكَ فَاسْتَغْفَرُوا اللّٰهَ وَاسْتَغْفَرَ لَهُمُ الرَّسُوْلُ لَوَجَدُوا اللّٰهَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا ط (سورة النساء، رکوع: ٩ - پ: ٥)

مٿي ھن شعر جي ترجمي ۾ حوالو عطر الورده جو ڏنو ويو آھي ان لاءِ ته اھو ترجمو مولانا ذوالفقار علي ديوبندي جو ڪيل آھي، جيڪو ديوبند جو وڏو علامه آھي. ھن وقت ڪي علماءِ "يا" جي صيغي سان صلوٰة وسلام کان منع ڪندا آھن، انھن لاءِ اھو ترجمي جو حوالو رھنمائي ڪندڙ آھي ته اڳين بزرگن جا اعتقاد ۽ محبت ڪھڙي ھئي ھاڻي جيڪڏھن ڪو حرف "يا" سان محبوب حضور سرورِ ڪونين صلی الله عليه وآله وسلم جن کي عرض ٿو ڪري ته شرڪ ۽ بدعت جي فتویٰ لڳائي وڃي ٿي. اھو ڀڳو حضور صلی الله عليه وآله وسلم جن سان محبت گھٽ ھجڻ جي ڪري آھي ۽ صحيح قول مطابق حضور پُرنور صلی الله عليه وآله وسلم جن کي خطاب جي صيغي سان عرض ڪرڻ جائز ۽ مشڪلات جي حل واسطي اڪسير اعظم آھي.

بقول حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة:

مديني جا گھوٽ، سڀ منھنجا سڏ ڙا،
ڪج محمدؐ موٽ، ھي عاصي تنھنجي آسري.

## ھن شعر جي خاصيت

جيڪڏھن عالم سڳورا ويھاري صحيح نموني سان ھن شعر کي ھڪ لک ۽ ھڪ ڀيرو پڙھايو وڃي ته ھر مصيبت ۽ مشڪل الله تعالیٰ جي مھرباني

سان حل ٿي ويندي. ؎

(١٥٥)

## وَلَنْ يَّضِيْقَ رَسُوْلَ اللّٰهِ جَاهُكَ بِيْ
## اِذَ الْكَرِيْمُ تَجَلّٰى بِاِسْمِ مُنْتَقِمِ

### مفردات جو شرح

وَاوَ: حاليه. لَنْ يَّضِيْقَ: صيغو واحد مذكر غائب فعل نفي تاكيد بِلَنْ ضِيْق: تنگ ٿيڻ. رَسُوْلَ اللّٰهِ: منصوب آهي حرف ندا محذوف سان، اصل ۾ يَارَسُوْلَ اللّٰهِ آهي. جَاهُ: مرتبو. اَلْكَرِيْم: سخي بزرگ. تَجَلّٰى: روشن ٿيڻ. مُنْتَقِمْ: انتقام ڪاڻ. بدلو وٺڻ ڪن نسخن ۾ تحلى (حا) سان آيو آهي معنىٰ موصوف ٿيو.

### ترجمو

اي الله جا رسول! اوهان جو بلند مرتبو منهنجي ڇڏائڻ جي ڪري تنگ يعني گهٽ نه ٿيندو، جنهن وقت الله تعالىٰ پنهنجي صفت منتقم سان پنهنجي شان کي ظاهر فرمائيندو

### مطلب

جيڪڏهن آئون حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي صدقي نجات وارو ٿيان ته ان ۾ حضور صلي الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي شان ۾ ڪا ڪمي نه ٿيندي.

میں تو کیا مرے عصیاں کی حقیقت کتنی ❊ مجھ سے سو لاکھ کو کافی ہے اشارہ تیرا.

(اعلیٰ حضرت)



؎ حسن الجرده ص ٢٢٦

(١٥٦)

# فَاِنَّ مِنْ جُوْدِكَ الدُّنْيَا وَضَرَّتَهَا وَمِنْ عُلُوْمِكَ عِلْمَ اللَّوْحِ وَالْقَلَمِ

## مفردات جو شرح

جُوْدِ: بخشش. ضَرَّتَ: ٻهاج. هڪ شخص جي ٻه زالون هجن ته انهن مان هرهڪ ٻي جي ضرت يعني ٻهاج آهي. عُلُوْمِ: علم جو جمع. اللَّوْحِ: كِتَابٌ مُّبِيْن. جنهن جي عظمت، لطافت، حروف ۽ ڪتابت عقل کان بلند آهي اَلْقَلَم: اها شي جنهن کي الله تعالىٰ لکڻ لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ جسمانيت محظه کان اڳ ۾ ان جو وجود ٿيو. حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي حقيقت قلم کان به اڳ پيدا ٿيل هئي، جيئن حديث پاڪ ۾ آيل آهي: "يَا جَابِرُ! اِنَّ اَوَّلَ مَا خَلَقَ اللهُ نُوْرَ نَبِيِّكَ مِنْ نُّوْرِهِ." [له]

## ترجمو

بيشڪ اوهان جي بخشش سان دنيا ۽ آخرت جو وجود ٿيو ۽ لوح وقلم جو علم تنهنجي علمن مان هڪ جزء آهي.

## مطلب

هر دو جهان حضور صلى الله عليه وآله وسلم جي صدقي پيدا ٿيا آهن. جيئن حديث قدسي ۾ الله تعالىٰ جو ارشاد آهي. لَوْلَاكَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرُّبُوْبِيَّةَ وَلَوْلَاكَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ.

[له] مدارج النبوة ص ج:

اي محبوب! جيڪڏهن تون نه هجين ها ته آئون پنهنجي ربوبيت ظاهر نه ڪريان ها. ¹ جيڪڏهن تون نه هجين ها ته افلاڪ پيدا نه ڪريان ها! ۽ لوح جي مٿان جيڪي قلم لکيو آهي، اهو حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي علم جو هڪ جزء آهي. هن شعر ۾ ”مِنْ عُلُوْمِكَ“ واري ”مِنْ“ تبعيضيه آهي.

هن شعر جي شرح ۾ حضرت شيخ زاده لکي ٿو ته: ”كَانَ النَّبِيُّ هُوَ الْمَقْصُوْدَ الْاَصْلِيَّ مِنَ الْوُجُوْدِ“ اصل مقصد دنيا جي وجود مان نبي اڪرم نور مجسم صلي الله عليه وآله وسلم جن هئا.

اڳتي هلي لکيو آهي ته الله تعاليٰ، نبي اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن کي لوح ۽ قلم جي علوم تي آگاهي عطا فرمائي آهي؛ جو ته انهن ۾ علم متناهي آهي ۽ متناهي جو احاطو متناهي ڪري سگهي ٿو. هي ظاهري مثال آهي، پر جنهن جي اک نورِ الاهي سان سرمي واري ٿي هوندي، اهو مشاهدو ڪري ٿو ته لوح ۽ قلم وارا علوم محبوب سيّدِ عالم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي علم جو جزء آهن.

شيخ زاد لکيو آهي ته: حضور صلي الله عليه وسلم جن جهڙي طرح بشريت کان منسلخ هجڻ ڪري بڌي، ڏسي، وڃي ۽ ڳالهائي نٿا سگهن مگر قدرت واري قوت سان اهي سڀ ڪم ڪن ٿا. اهڙي طرح الله پاڪ جي علم سان اهو ڄاڻن ٿا، جنهن علم جو بيا احاطو نٿا ڪري سگهن مگر جيترو قدر الله تعاليٰ گهري. جنهن علوم ڏانهن ”وَعَلَّمَكَ مَالَمْ تَكُنْ تَعْلَمُ“ ۾ اشارو آهي.

علامه خرپوتي هن شعر جي شرح ۾ لکيو آهي ته: الله تعاليٰ قلم کي ٣٦٠ ڏند ڏنا آهن، هڪ هڪ ڏند سان ٣٦٠ علوم اجماليءَ جا تفصيل لوح محفوظ ۾ لکي ٿو.

¹ عطر الوردة ص ١٣

حضرت شيخ محي الدين ابن عربي عليہ الرحمة فرمايو آهي ته: الله تعالى قلم پيدا ڪري انجي مٿان پنهنجي تجلّي ڪئي ته لوح پيدا ٿيو. پوءِ قلم کي حڪم ڪيائين ته جيڪو قيامت تائين ٿيندو اهو لوح ۾ لک. امام شعراني جي "اليواقيت والجواهر" ڪان ابن عربي جو حوالو ڏيئي لکيو اٿس ته: ان علوم جي مٿان جيڪي لوح محفوظ ۾ آهن، اولياءِ ڪرام کي به اطلاع ٿيندو آهي.

(١٥٧)

# يَا نَفْسُ لَا تَقْنَطِي مِنْ زَلَّةٍ عَظُمَتْ

# اِنَّ الْكَبَائِرَ فِي الْغُفْرَانِ كَاللَّمَمِ

## مفردات جو شرح

لَا تَقْنَطِي: صيغو نهي واحد مؤنث مخاطب. قَنَطَ. يَقْنُطُ. قنوط کان ورتل آهي. نا اميد ٿيڻ. زَلَّةٍ: لغزش. عَظُمَتْ: وڏي ٿي. كَبَائِرَ: ڪبيره جو جمع. وڏو گناهه. غُفْرَانَ: بخشڻ. لَمَم: ننڍا گناهه.

## ترجمو

اي نفس! ان خيال کان نا اميد نه ٿي جو تنهنجا گناهه وڏا آهن، ڇو ته الله تعالى جي بخشش جي اڳيان وڏا گناهه به ننڍن جهڙا آهن.

## مطلب

رب رحيم جي بخشش جو درياءَ تمام وسيع آهي ۽ ان جي اڳيان ننڍا وڏا گناهه هڪ جهڙا آهن. جيئن رب رحيم ننڍا گناهه بخشي ٿو اهڙيءَ طرح وڏا گناهه به بخشي ٿو ان جي عام رحمت جي اڳيان ڪا وڏي ڳالهه

ته آهي. شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ فرمايو آهي ته:

گهڻو ڀڄو تان گهوريو، آسرو م لاهيج،
لَا تَقْنَطُوْا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ تره ان تريج،
حبيبائي هيج، پسين منهن ميهار جو.

اردو شاعر فرمايو آهي ته:

دوزخ ہے گر وسیع تو رحمت وسیع تر،
لاتقنطوا جواب ہے ھَلْ مِنْ مَّزِیْد کا۔

(١٥٨)

# لَعَلَّ رَحْمَةَ رَبِّيْ حِيْنَ يَقْسِمُهَا
# تَأْتِيْ عَلٰى حَسَبِ الْعِصْيَانِ فِي الْقِسَمِ

## مفردات جو شرح

لَعَلَّ: توقع يءِ تحقيق لاءِ. يَقْسِمُهَا: ازڪي ورهائيندو. حَسْبُ: اندازو. عِصْيَان: گناه. اَلْقِسَمِ: ڀاڱي. حصو.

## ترجمو

اميد آهي ته الله تعالىٰ رحمت کي جڏهن ڀاڱي ورهائيندو ته منهنجي حصي ۾ گناهن جي اندازي آهر ايندي.

## مطلب

يعني جنهن تي جيترا گناه هوندا، اوتري قدر ان جي لاءِ رحمت جي وڌيڪ ضرورت پوندي. حافظ شيرازيءَ فرمايو آهي:

حق ماست بهشت اے خدا شناس برو،
کہ مستحق کرامت گنا هگاراننند. (حافظ شیرازی)

(۱۵۹)

يَا رَبِّ وَاجْعَلْ رَجَائِيْ غَيْرَ مُنْعَكِسٍ
لَدَيْكَ وَاجْعَلْ حِسَابِيْ غَيْرَ مُنْخَرِمِ

## مفردات جو شرح

غَيْرَ مُنْعَكِسٍ: انعڪاس ڪان ورتل. او نہ وڪرڻ. لَدَيْكَ: تووٽ.
غَيْرَ مُنْخَرِمِ: انخرام ڪان ورتل. ڪپجڻ، قطع ٿيڻ. معنيٰ نہ ڪپجندڙ
ثابت.

## ترجمو

اي منهنجا پالڻهار! منهنجي اميد جيڪا تنهنجي دربار ۾ آهي
ان کي رد نہ ڪرءِ منهنجو يقين جيڪو تو ۾ آهي ان کي منقطع نہ ڪن

## مطلب

اي پالڻهار! مون گنهگار جيڪا تو رب ڪريم جي دربار ۾ اميد
رکي آهي ۽ دعا گهري آهي، تنهن تي رد نہ ڪرءِ قبو ليت جو شرف
عطا فرماءِ. (آمين ثم آمين)

## هن شعر جي خاصيت

جيڪو شخص ڪنهن نوڪري يا عهدي جو اميدوار هجي
اهو هن شعر کي هر نماز کان پوءِ پنج ۵ دفعا پڙهي تہ انشاء الله تعالىٰ مقصد
۾ ڪامياب ٿيندو.

١٦٠

# وَالْطُفْ بِعَبْدِكَ فِي الدَّارَيْنِ إِنَّ لَهُ
# صَبْرًا مَتَىٰ تَدْعُهُ الْأَهْوَالُ يَنْهَزِمِ

## مفردات جو شرح

اَلْطُفْ: لُطْفُ. مهرباني. اَلدَّارَيْن: ٻئي جهان. مَتٰے: ڪلمه شرط تَدْعُ: دعَا. يَدْعُوْ - دَعْوَةً. سڏڻ. اَلْاَهْوَالُ: هول جو جمع ڊپ، خوف. يَنْهَزِمِ: انهزام کان ورتل - ڀڄڻ - ڊوڙڻ -

## ترجمو

اي الله! پنهنجي جهانن ۾ پنهنجي ٻانهي تي مهرباني ڪر، ڇو ته ان جو صبر ايترو ته ڪمزور آهي جو جڏهن انهي کي مصيبتون سڏين ٿيون ته ڀڄيو وڃي.

## مطلب

اي پالڻهار! مون ٻانهي ۾ صبر ۽ تحمل جو مادو نه آهي. ان ڪري مون کي ٻنهي جهانن جي تڪليف کان بچاءِ، مون تي مهرباني ڪر.

## هن شعر جي خاصيت

ڏک ۽ مصيبت کان بچڻ لاءِ هن شعر کي هر نماز کان پوءِ پنج دفعا پڙهڻ گهرجي، انشاء الله تعالىٰ فائدو ٿيندو.[1]

[1] حسن الجرده ص ٢٣٣

(١٦١)

## وَائْذَنْ لِسُحْبِ صَلٰوةٍ مِّنْكَ دَائِمَةٍ
## عَلَى النَّبِيِّ بِمُنْهَلٍّ وَّمُنْسَجِمٖ

### مفردات جو شرح

وَأْذَنْ: امر- اِذن: اجازت ڏيڻ. سُحُبِ: ڪڪر. صَلٰوة: رحمت. دَائِمَةٍ: هميشه وارا. مُنْهَلٍّ: انهلال کان ورتل. بارش جو وسڻ. مُنْسَجِمٖ: انسجام کان ورتل. پاڻي جو هلڻ- وهڻ.

### ترجمو

اي الله! پنهنجي رحمت جي ڪڪرن کي موڪل ڏي ته نبي اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم جن تي هميشه بارش وانگر وسندا ۽ پاڻي وانگر وهندا رهن.

### مطلب

الله تعالى جي رحمت کي ڪڪرن سان ۽ گهڻي رحمت کي بارش سان ۽ عام رحمت کي گهڻي برسات سان تشبيه ڏني وئي آهي.

(١٦٢)

## وَالْاٰلِ وَالصَّحْبِ ثُمَّ التَّابِعِيْنَ لَهُمْ
## اَهْلِ التُّقٰى وَالنُّقٰى وَالْحِلْمِ وَالْكَرَمِ

### مفردات جو شرح

آلِ: اصل ۾ اَهْلُ هو. هاء کي همزه

سان بدلايو ويو آل ٿيو. صَحْبِ: صاحب جو جمع. اهي مسلمان جيڪي حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي فيض صحبت کان مستفيض ٿيا. تَابِعِيْن: اهي مسلمان جيڪي صحابه ڪرام رضي الله عنهم کان متسفيض ٿيا. اَلتُّقٰى: پرهيزگار. النُّقٰى: گناهن کان بچڻ. اَلْحِلْمِ: بردباري. اَلْكَرَمِ: بزرگي.

## ترجمو

اي الله! رحمت موڪل آل، اصحاب ۽ تابعين تي جيڪي تقوىٰ ۽ پرهيزگاري جا اهل آهن ۽ حلم ۽ بزرگي وارا آهن.

## مطلب

درود شريف پڙهڻ وقت حضور صلى الله عليه وآله وسلم جن جي آل، اصحاب ۽ ازواجِ مطهرات کي به شامل ڪرڻ گهرجي. ۽ صلوٰة سان گڏ سلام جي لفظ کي به آڻڻ گهرجي.

## ١٦٣

**مَا رَنَّحَتْ عَذَبَاتِ الْبَانِ رِيْحُ صَبَا**

**وَاَطْرَبَ الْعِيْسَ حَادِى الْعِيْسِ بِالنَّغَمِ**

## مفردات جو شرح

مَا: ظرفيه. رَنَّحَتْ: تَرْنِيْج کان ورتل. مراد آهي لوڏڻ جهومڻ. عَذَبَاتِ: عذبت جو جمع. ٽاري. بَانَ: هڪ وڻ جو نالو. رِيْحُ: هوا صَبَا: هوا جو نالو. بادِ صبا. اَطْرَبَ: اِطْراب کان ورتل. خوشي ۾ آڻڻ. عِيْسَ: اَعْيَسُ جو جمع. اڇا اُٺ. حَادِيْ: اُٺ هلائيندڙ سوان

اَلنَّغَم: نغمة جو جمع. اهو راڳ جيڪو اُٺ کي هلائيندي ڳائيندا آهن. ان کي حُدیٰ به سڏ ييندا آهن.

## ترجمو

رحمت تيستائين وسندي رهي جيستائين بان وڻ جي ٽارين کي صبا جي هوا لوڏيندي رهي ۽ اُٺ هلائيندڙ راڳ سان اُٺ کي خوش ڪندو رهي.

## مطلب

شاعرن جو دستور آهي ته دعا کي اهڙن امرن تي ختم ڪندا آهن جيڪي قانون قدرت ۾ جاري هوندا آهن. هن شعر مان شاعر جي مراد رحمت جو دوام آهي ۽ اَلنَّغَم جي لفظ کي آخر ۾ آڻڻ ان طرف به اشارو ڪيل آهي ته قصيدي شريف کي سُر ۽ سهڻي آواز سان پڙهڻ گهرجي؛ ڇو ته شعر ۾ سُرڪرڻ ۽ لهجي سان پڙهڻ وڏيڪ اثرانداز هوندو آهي.

مٿئين شعر سان قصيده برده شريف پورو ٿيو. پر ڪن نسخن ۾ ٻي شعر وڌيڪ آهن، جيڪي امام بوصيري عليه الرحمة جا نه آهن، بلڪ ٻين ڪنهن بزرگ وڌايا لکيا آهن. جيئن شاه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة سان به ڪيترائي شعر منسوب ڪيل آهن مگر حقيقت ۾ اهي شاهه سائين جا نه آهن.

اهي ٻئي شعر فقط ترجمي سان لکجن ٿا:

(١٦٢)

ثُمَّ الرِّضَا عَنْ اَبِىْ بَكْرٍ وَّعَنْ عُمَرَ
وَعُثْمَانَ وَعَنْ عَلِيٍّ ذَوِى الْكَرَمِ

ترجمو

اي الله! حضرت ابوبڪر رضي الله تعالیٰ عنه ۽ حضرت عمر رضي الله عنه ۽ حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت علي ڪرم الله وجه کان راضي ٿي. جيڪي ڪرم ۽ بخشش جا صاحب هئا.

(١٦٥)

فَاغْفِرْ لِنَا شِدِهَا وَاغْفِرْ لِسَامِعِهَا
لَقَدْ سَأَلْتُكَ يَا ذَا الْجُوْدِ وَالْكَرَمِ

ترجمو

اي الله! هن قصيدي جي پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ کي بخش ڪر. تو کان سوال ٿو ڪريان، اي جود ۽ ڪرم وارا!

(١٦٦)

وَلِوَالِدِيَّ وَمَا خَلَّفْتُ مِنْ خَلَفٍ
وَالْمُسْلِمِيْنَ مِنَ الْعُرْبَانِ وَالْعَجَمِ

ترجمو

۽ بخش ڪر منهنجي والدين کي ۽ جيڪي پوئتي اولاد ڇڏي وڃان. ۽ عرب و عجم جي مسلمانن کي.

# الحمدلله

الله تعالى جي فضل وكرم ۽ محبوب صلى الله عليه وآله وسلم جي نگاهِ ڪرم سان، اڄ ڇنڇر جي ڏينهن. تاريخ ١٨، صفر المظفر سنه ١٤٠١هه مطابق ٢٧، ڊسمبر سنه ١٩٨٠ع. ضحىٰ جي وقت قصيده برده شريف جو شرح "سنڌي" ۾ هن عاجز فقير محمد ادريس بن حاجي رمضان ڪيو ته اهڙي نڪي پورو ڪيو.

وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ اَوَّلًا وَّ آخِرًا، وَعَلٰى نَبِيِّهٖ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ بَاطِنًا وَّ ظَاهِرًا.

ڪتابت:

فقير فيض محمد سڪندري پتافي

ڳوٺ بهاول خان پتافي - تعلقو ميرپور ماٿيلو. ضلع سکر

حال: حيدرآباد - سنڌ

23-8-1990

# ماخذ


۱ قرآن مجید
۲ صحیح بخاری
۳ صحیح مسلم
۴ تفسیر مدارک
۵ تفسیر نور العرفان
۶ مشکوٰۃ شریف
۷ دارمی
۸ شمائل ترمذی
۹ مسند عبد الرزاق
۱۰ مواہب لدنیہ
۱۱ مدارج النبوۃ
۱۲ شواہد الحق
۱۳ شفاء السقام
۱۴ شرح البردہ
۱۵ طیب الوردہ
۱۶ عطر الوردہ
۱۷ حسن الجردہ
۱۸ شیخ زادہ
۱۹ العصیدۃ الشہدہ
۲۰ تمدن عرب
(ڈاکٹر گستاؤلی بان)
۲۱ الیواقیت والجواہر
۲۲ الانوار الاحمدیۃ
۲۳ حدائق بخشش
۲۴ شاہ جور سالو
۲۵ فرائض الاسلام
۲۶ غیاث اللغات
۲۷ القاموس المحیط
۲۸ قصیدہ بردہ مترجم اردو
۲۹ شرح عقائد نسفی

# قصیدہ امام اعظم

## منحۃ المنان

المعروف

## اللہ جو احسان

شرح

## قصیدہ نعمان



شارح

علامہ الحاج محمد ادریس ڈاھری

نالوڪتاب ــــــــــ منحة المنان
المعروف
الله جو احسان
شرح
قصيده نعمان

شارح ــــــــــ علامہ الحاج محمد ادريس ڏاهري

سن اشاعت : 2011ع (نيون ايڊيشن)

ڇپائيندڙ : اداره خدمة القرآن والسنة
مدرسه جامعه محمديه شاهپور جهانيان

ڇپيندڙ : نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد
فون 2784848

# فهرست مضامين

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ط

نَحۡمَدُهٗ وَنُصَلِّيۡ عَلٰي رَسُوۡلِهِ الۡكَرِيۡمِ

# پنهنجي پاران

چاڻ گهرجي تہ فقه حنفيءَ جي اڳواڻ حضرت امام اعظم امام ابو حنيفه رضي الله عنه جو قصيدو "قصيدة النعمان" سراسر عشق ۽ محبت سان ڀريل آهي.امام صاحب هن قصيدي ۾ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي خطاب جي صيغن سان محبت وارا الفاظ آڻي ادب ۽ نوڙت سان عرض کيا آهن.

پاڻ فقه جا باني، وڏا فقيه تہ هئا، پر سندن شعرن مان ظاهر آهي تہ پاڻ رسول اللهصلي الله عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ جن جي عشق ۾ مستغرق ۽ فنا في الرسول(صلي الله عليه وسلم) جي مرتبي ۽ اعليٰ مقام تي پهتل هئا. هن قصيدي کي پڙهڻ مان اهو بہ ظاهر آهي، تہ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اللهتعاليٰ جي اذن ۽ عطاسان مالڪ، مختار، حاضر وناظر، نورمجسم، حاجت روا، شافع روز جزا ۽ سڀني مخلوق جا آقا ۽ سردار آهن. هيءُ

قصيدو هر حنفي سڏائيندڙ جي لاءِ عبرت جو سبق آهي. ته حنفين جي اڳواڻ حضرت امام ابو حنيفه رضي الله عنه کي حضور صلي الله عليه وسلم جن سان ڪيترو عشق ۽ محبت هئي، اسان کي به ايترو پيار ۽ الفت رکڻ گهرجي.

حضرت امام صاحب عليه الرحمة هن قصيدي ۾ سيدنا رسول الله صلي الله عليه وسلم جون پياريون صفتون، اعليٰ اخلاق، شفاعت عظميٰ ۽ مشهور معجزا بيان ڪيا آهن ۽ سيرت مبارڪ جي مختلف گوشن، بدر جي جنگ ۽ مڪه پاڪ جي فتح جو اشارو به ڏنو آهي .حبيب اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي طٰهٰ- يٰسٓ ۽ مدّثر جهڙن پيارن لقبن سان ياد ڪيو آهي، ڪيترن شعرن ۾ يا جو لفظ آڻي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي غائبانه يا جي لفظ سان سڏڻ جي جواز جو ثبوت فرمايو آهي.

ان ڪان سواءِ هن حقيقت جو به اظهار ڪيو آهي. ته ابوالبشر حضرت آدم ، حضرت ابراهيم، حضرت ايوب ۽ ٻين نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام جون دعائون سرڪارِ مدينه صلي الله عليه وسلم جن جي صدقي قبول پيون ۽ اهي سندن وسيلي سان دعا گهرندا هئا.

حضرت امام صاحب عليه الرحمة جا هن قصيدي مبارڪ ۾ ٽيونجاهه (٥٣) شعر آهن. جن مان هر هڪ شعر پنهنجو

مٿ پاڻ آهي. هر هڪ شعر ۾ سيرت مبارڪ جا عظيم واقعا مختصر لفظن ۾ آندل آهن. المقصد تہ قصيدو مبارڪ پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي لائق آهي، پر جڏهن تہ قصيدو عربيءَ ۾ آهي ۽ اها ٻولي صرف سنڌيءَ پڙهيل کي سمجهڻ مشڪل آهي، ان جي ڪري گهڻي وقت کان خيال هو تہ هن جو سنڌيءَ ۾ شرح لکي سنڌي ڀائرن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪيان. نيٺ الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان هن شرح کي سن ١۴٠٩هـ شوال المڪرم مهيني جي ٢٥ تاريخ لکڻ شروع ڪيم ۽ ان ئي سال ذوالحج مهيني جي ۴ تاريخ ڇنڇر جي ڏينهن ٽيپهريءَ نماز کان پوءِ لکي پوروڪيم. شرح کان اڳ ۾ هڪ مقدمو بہ آندو اٿم جنهن ۾ شعر جي لفظ جي لغوي ۽ اصطلاحي معنيٰ ۽ قرآن ڪريم جي آيت ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي حديثن مان ان جي شرعي حيثيت بيان ڪري، آخر ۾ ڪجهہ اصحابن سڳورن رضي الله عنهم اجمعين جا شعر آڻي مقدمي کي پوروڪيو اٿم ۽ شرح جو نالو "منحة المنان (المعروف بہ الله جو احسان) شرح قصيدة النعمان" رکيو اٿم. شال مالڪ الملڪ جل مجده پنهنجي پياري پيغمبر سڳوري صلي الله عليه وسلم جن جي صدقي قبول ڪرڻ فرمائي ۽ راضي ٿئي.

آمين يا رب العالمين

دعائن جو طالب: الفقير محمد ادريس ڏاهري، طاهري بجنشي نقشبندي عفي عنه

# سوانح حيات

## حضرت امام اعظم عليه الرحمة

قصيدي مبارڪ جي سمجهڻ کان اڳ ۾ ضروري آهي، ته قصيدي جي ٺاهيندڙ جي حالات کان واقف ٿجي، ان ڪري هت اول امام صاحب جي حالات کان باخبر رهڻ لاءِ سندن احوال مبارڪ لکيو ويو آهي.

## نالو ۽ نسب

حضرت امام اعظمؒ جو نالو نعمان، پيءُ جو نالو ثابت ۽ ڏاڏي جو نالو زوطا آهي، ڪن مؤرخن جي راءِ موجب پاڻ سنڌي نسل جا هئا (١)

سندن خاندان وارا ڪوفي جا رهاڪو هئا جڏهن حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه جن ڪوفي ۾ رهڻ لڳا هئا، تڏهن حضرت امام اعظم صاحب جو والد سندن خدمت ۾ گهڻو ايندو هو ۽ حضرت علي رضي الله عنه جن کين برڪت جي دعا ڪرڻ فرمائيندا هئا.

---

(١) مهراڻ ٢-٣ ١٩٧٥ع

# ولادت

حضـرت امـام صـاحب جن سن ٨٠ هجري مطابق ٤٠٠ عيسويءَ ۾ ڄاوا هئا، سندن وقت ۾ حضورصلي الله عليه وسلم جن جا ڪجهه اصحابي سڳورا رضي الله عنهم زنده هئا ۽ پاڻ انهن جي زيارت فيض بشارت سان مشرف ٿيا هئا ان لحاظ سان پاڻ تابعي آهين.

پاڻ حديث شريف حضرت شيخ عطاءِ بن ابي رباح، شيخ ابو اسحاق سبيعي، شيخ محمد بن منڪدر، حضرت نافع، هشام بن عروه، سماڪ بن حرب رضي الله عنهم کان پڙهي هئائون.

حضرت عبدالله بن المبارڪ، حضرت سفيان ثوري، حضرت سفيان بن عيينه، محدث عبدالرزاق، اعمش، وڪيع بن جراح، يزيد بن هارون وغيره حديث پاڪ جي روايت ۾ سندن شاگرد هئا پاڻ فقه جو علم حضرت حماد عليه الرحمه وٽ پڙهيا، فقه ۾ سندن مشهور شاگرد حضرت امام ابو يوسف، حضرت امام محمد ۽ حضرت امام زفر رضي الله عنهم آهن.

امام اعظم جن اسلام جا پهريان قانون ساز، فقيه ۽ مجتهد، آهن، جن جي اجتهاد تي اسلامي دنياکي فخر آهي. پاڻ اجتهاد ۽ فقه جا اصول ترتيب ڏنائون. ان ڪري چيو ويو آهي، تہ ”امام اعظم کان پوءِ پيدا ٿيل فقيه ۽ مجتهد سندن شاگرد ۽عيال آهن. حضرت امام شافعيءَ عليه الرحمة امام اعظم رضي الله عنه جي علمي ڪمال ۽ فقهي علم جي اعليٰ مقام کي

ڏسي فرمايو آهي ”تہ ماڻهو فقہ ۾ ابو حنيفه جو عيال آهن“

امام صاحب عليہ الرحمـة جن مجتهد هجڻ سان گڏ مصنف بہ آهن. حديث شريف ۾ ”مسند ابو حنيفہ“ سندن تصنيف آهي. ان کان سواءِ الفقہ الاکبر ۽ عثمان البستيءَ ڏانهن لکيل خط، کتاب العلم والمتعلم ۽ کتاب الرد علي القدريہ بہ سندن تصنيف آهي (١) سندن صرف ۾ لکيل کتاب ۽ عربيءَ شاعريءَ ۾ قصيدة النعمان سندن وڏا يادگار آهن.

## وفات

حضرت امام اعظم عليہ الرحمہ جن کي خليفي منصور کوفي کان بغداد آڻايو ۽ قاضي ٿيڻ لاءِ زور ڀريو، پر پاڻ اهو عهدو قبول نہ کيائون. خليفي کين جيل ۾ رکايو ۽ مختلف قسمن جا ايذاءَ ۽ تکليفون ڏنيون. اهي ايذاءَ ۽ تکليفون سهندي جيل ۾ ئي سن ١٥٠ هہ ۾ وفات کيائون کين بغداد شريف جي قبرستان ”مقبرهٔ خيزران“ ۾ دفن کيو ويو اڄ تائين سندن مزار پرانوار تي زيارت کندڙ ايندا رهن ٿا. هن عاجز گنهگار کي بہ سن ١٤٠٧هہ شوال المکرم مهيني ۾ پنهنجي وڏي پٽ عاشق حسين سان گڏ سندن مرقد مبارک جي زيارت نصيب ٿي هئي.

والحمد لله علي ذالک

(١) الفهرست لابن النديم ص ٤٨٣

# قصيدة النعمان جو تعارف

اسلامي دنيا جي مشهور ۽ معروف شخصيت حضرت امام اعظمؒ ابو حنيفه، نعمان بن ثابت عليه الرحمة جن جو قصيدو سنڌي ماڻهن ۾ ته ايترو مشهور ۽ معروف نـه آهي پر عرب ملڪن ۾ هن کي وڏي اهميت آهي. هن قصيدي مبارڪ جو اصل نالو "الدر المكنون" آهي جنهن جو قلمي نسخو دمشق (شام) جي مشهور لائبريريءَ المكتبة الظاهرية ۾ نمبر ١٠٦٣٨ سان رکيل آهي.

يرموڪ (عمان) جي جامعه (يونيورسٽيءَ) جي استاد ڊاڪٽر مخيمير صالح پنهنجي تحقيق واري ڪتاب "المدائح النبوية بين الصرصري والبوصيري" (جيڪو دارو مكتبة الهلال (بيروت) وارن ڇپايو آهي ۽ الدار العربيه (عمان) وارن شايع ڪيو آهي) ۾ لکيو آهي ته

ولابي حنيفة النعمان قصيدة طويلة تسمي الدر المكنون[1] يعني (امام) ابو حنيفه نعمان (عليه الرحمة) جو هڪ ڊگهو قصيدو آهي جنهن جو نالو الدرالمكنون آهي.

ٿورو اڳتي لکيو اٿس ته: اهو چئن صدين کان چيل

(١) المدائح النبوية ص ٢٤ حاشيه عـ٢٤

قصيدن ۾ گھڻو هلندڙ آهي ۽ ٻين شاعرن به ان کان متاثر ٿي قصيدا چيا آهن.

۽ هن ۾ ٽي اهم عنصر آهن. ا. حقيقت محمدي حقيقت جو اول هجڻ آهي ۽ اها ڳالهه حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنه به پنهنجي قصيدي ۾ (جيڪو پاڻ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ روبرو پڙهيو هيائين ۽ پاڻ اهو ٻڌي ڪيس دعا ڪئي هئائون) بيان ڪئي آهي.

حضرت امام اعظم عليه الرحمه پنهنجي شعر اَنْتَ الَّذِيْ لَوْلَاکَ مَا خُلِقَ امْرَؤٌ (يعني تون اها ذات آهيو جو جيڪڏهن اوهان نه هجو ها ته ڪو مرد پيدا نه ٿئي ها) کان اهو ذڪر ڪيو آهي.

٢- ٻيو عنصر نبوي معجزن جو ذڪر آهي جنهن ۾ مختلف معجزا ذڪر ڪيا ويا آهن انهن مان ڪن معجزن جو تعلق انسانن سان آهي ته ڪن جو وري حيوانن سان ته ڪن جو غير جاندار شين پٿرن، وڻن وغيره سان.

علامه ڊاڪٽر مخيمر لکيو آهي ته وابو حنيفه اول من ذكرها بشكل واضح في الشعر ولان ابا حنيفة فقيه سني (١)

يعني (حضرت امام اعظم) ابو حنيفه پهريون (اهو

---

(١) المدائح النبوية ص ٢۴

شخص) آهي جنهن انهن معجزن کي شعر ۾ چٽي نموني ذڪر ڪيو آهي، ۽ (ٻي هيءَ ڳالهہ بہ آهي تہ)بيشڪ ابوحنيفہ (عليہ الرحمۃ) فقيہ سني آهي ۽ انهن معجزن جو بيان: لَکَ مُعْجِزَاتٌ اَعْجَزَتْ کُلَّ الْوَرٰی (اوهان جا اهڙا معجزا آهن جو ساري خلق کي عاجز ڪري ڇڏيو اٿن) کان شروع ڪيو اٿس.

٣- ٽيون عنصر وسيلو وٺڻ ۽ اميد رکڻ آهي.

علامہ موصوف لکيو آهي تہ وثالثها عنصر التوسل والرجاء وياتي في نهايۃ القصيدۃ وکان الشاعر يشعر باستحقاقہ لہٗ بعد کل ما قال (١)

يعني ٽيون وسيلي وٺڻ ۽ اميد رکڻ جو عنصر آهي ۽ اهو امام صاحب قصيدي جي پڇاڙيءَ ۾ آندو آهي ۽ ڄڻ تہ شاعر سمجهي ٿو تہ ان مدح وارن شعرن چوڻ جي ڪري اهو ان اميد رکڻ جو حقدار آهي. ۽ اهو يَامَالِکِيْ کُنْ شَافِعِيْ فِيْ فَاقَتِيْ (اي منهنجامالڪ: منهنجي بک ۾ منهنجي شفاعت ڪندڙ هج ) کان شروع ٿئي ٿو.

علامہ موصوف اڳتي امام صرصريءَ جي شعرن جي سمجهاڻي ڏيندي اهو وري آندو آهي تہ محمدي حقيقت يا محمدي نور جو اول هجڻ علامہ صرصريءَ بہ بيان ڪيو آهي پر

(١) حوالو ساڳيو ص ٢٥

اها ڳالهہ حضرت عباس بن عبدالمطلب ۽ حضرت امام ابو حنيفه رضي الله عنهما اڳ ۾ پنهنجن قصيدن ۾ بيان ڪئي آهي. (١)



(١) المدائح النبويه صہ ١٠٢ـ١٠٣

# مقدمہ

## شعر جي معنيٰ ۽ شرعي حيثيت

شعر (ش جي زير سان ) جي لغوي معنيٰ آهي، ڄاڻڻ، سنهڙيون شيون سڃاڻڻ ۽ اصطلاح ۾ شعر ان ڪلام جو نالو آهي، جيڪو قصدً ارادي سان وزن ۽ قافيه تي ڇيل هجي، علامه غياث الدين رامپوريءَ لکيو آهي، تہ " شعر بکسر شين بمعنيٰ دريافتن ودانستن ومعرفت چيز هائے باريک است ودر اصطلاح سخن موزون مقفّي کہ قائل قصد موزوني آن کرده باشد.(١)

يعني شعر ش جي زير سان سمجهڻ ۽ ڄاڻڻ ۽ سنهڙين شين جي سڃاڻڻ جي معنيٰ ۾ آهي ۽ اصطلاح ۾ ان سخن کي شعر چيو ويندو آهي، جيڪو قصد سان وزن ۽ قافيه تي ڇيل هوندو آهي.

علامه راغب اصفهانيءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ :

فالشعر في الاصل اسم للعلم الدقيق في قولهم ليت شعري وصار في التعارف اسما للموزون المقفيٰ من الڪلام.(٢)

يعني شعر اصل ۾ سنهڙي ڄاڻ جونالو آهي ۽ تعارف ۾

(١) غياث اللغات ص ٢٨٣ (٢) المفردات ص ٢٦٢

وزن ۽ قافيه تي ٻڌل ڪلام جو نالو آهي.

علامہ عبدالرحمان بن محمد المعروف بابن خلدون لکيو آهي تہ:

الشعر هو الكلام البليغ المبني علي الاستعارة والاوصاف المفصل باجزاءٍ متفقة في الوزن والردي مستقل كل جزءٍ منها في غرضه ومقصده عما قبله وبعده الجاري عليٰ اساليب العرب المخصوصة بهم (١)

يعني شعر اهو بليغ ڪلام آهي، جيڪو استعاري ۽ تفصيل ڪيل وصفن تي وزن ۽ ردي ۾ متفق جزن تي ٻڌل ڪيل هجي، انهن مان هر هڪ جزو پنهنجي غرض ۽ مقصد ۾ اڳئين ۽ پوئين کان جدا ۽ عرب جي مخصوص قانون تي جاري هجي.

علامه اسماعيل حقيؒ عليه الرحمة لکيو آهي تہ:

الشعر في الاصل اسم للعلم الدقيق في قولهم ليت شعري وصار في التعارف اسما للموزون المقفي من الكلام (٢)

يعني شعر اصل ۾ سنهڙيءَ ڄاڻ جو نالو آهي، جيئن چوڻ آهي تہ ليت شعري ۽ تعارف ۾ وزن ۽ قافيه تي ٻڌل ڪلام جو نالو آهي.

علامه احمد حسن زيات عليه الرحمة لکيو آهي تہ:

(١) مقدمه ابن خلدون ص ٥٧٣ (٢) تفسير روح البيان ص٣١٥ ج٦

الشعر هو الكلام الموزون المعبّرعن الاخيلة البديعة والصور المؤثرة البليغة (١)

يعني شعر وزن (۽ قافيه) تي ٻڌل كلام آهي جيكو عجيب خيال ۽ بليغ اثرائتيون صورتون بيان كندو اهي.

عارف بالله محمد بن احمد مالكيؒ عليه الرحمه لکيو اهي تہ :

الشعر هو الكلام الموزون باوزان عربية المقفي قصدا (٢)

يعني شعر اهو كلام آهي، جيكو عربي وزن تي قافي جي ارادي سان ٻڌل هجي.

علامه عبدالرئوف مناويؒ عليه الرحمه لکيو آهي تہ

هو كلام مورون مقفي قصدا فتميل النفس اليه الخ (٣)

يعني اهو وزن ۽ قافيه تي ارادي سان ٻڌل كلام آهي، جنهن ڏي نفس لاڙو كندو آهي.

## سوال

وزن ۽ قافيه تي قرآن كريم جون كيتريون آيتون ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جون حديثون كتابن ۾ آيل

(١) تاريخ الادب العربي ص ٢٨ (٢) تفسير صاوي ص١٧٣، جزء ٣

(٣) شرح الشمائل للمناوي صـ ٣٣ ج ٢

آهن، ڇا اهي به شعر آهن ؟

# جواب

اهي قرآن ڪريم جون آيتون ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي زبان فيض رسان تي آيل الفاظ جن ۾ وزن ۽ قافيو آهي، شعر جي قصد ۽ ارادي سان چيل نه آهن،ان جي ڪري اهي شعر جي تعريف ۾ داخل نه آهن.

علامه حضرت قاضي ثناءُ الله پاني پتيءَ عليه الرحمة لکيو آهي ته: جيڪي بخاري ۽ مسلم حضرت براءَ بن عازب رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ڪيو آهي، ته حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو.

" اَنَا النَّبِيُّ لَا كَذِبْ اَنَاابْنُ عَبْدِ الْمُطَّلَبْ "

يعني مان نبي آهيان، ڪوڙ نه آهي، مان عبدالمطلب جو پٽ آهيان.

۽ حضرت جندب بن ابي سفيان رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته، حضورصلي الله عليه وسلم جن پنهنجي آڱر مبارڪ کي خطاب ڪندي فرمايو:

" هَلْ اَنْتِ اِلَّا اِصْبَعٌ دُمِيتِ وَفِيْ سَبِيْلِ اللهِ مَا لَقِيْتِ "

(تون آڱر آهين جو رت ۾ ٻرجي وئي آهين ۽ الله جي راهه

۾ آهي جيڪي تو حاصل ڪيو آهي) سو اهي سڀ (جيتوڻيڪ شعر جي صورت ۾ آهن) مگر تڪلف، وقت ضايع ڪرڻ ۽ شعر جي ارادي ڪان سواءِ آهن، اهڙي ڪلام ڪندڙ کي شاعر نہ چيو ويندو ۽ اهڙيون گهڻيون عبارتون نثر ۾ بہ آيل آهن. (١)

علامہ مناويؒ لکيو آهي، تہ شعر جي تعريف ۾ قصد ۽ ارادي واري قيد سان الله تعاليٰ جو فرمان

" اَلَّذِيٓ اَنۡقَضَ ظَهۡرَكَ وَرَفَعۡنَا لَكَ ذِكۡرَكَ "

۽ " قُدُوۡرٍ رَّاسِيَاتٍ " ۽ " جِفَانٍ كَالۡجَوَابِ "

نڪري ويا، ڇوتہ اهي وزن ۽ قافيہ تي آيل آهن. مگر شعر نہ آهن، جو انهن ۾ شعر جو قصد ۽ ارادو ڪيل نہ آهي (٢)

علامہ ابراهيم بن محمد بيجوريؒ لکيو آهي تہ:

فخرج بقيد القصد ما صدر منه صلي الله عليه وسلم من الكلام الموزون المقفيٰ نحو "انا النبي لاكذب انا ابن عبد المطلب" لانذالک لم تقصد شِعريّته الخ . (٣)

علامہ صاويؒ لکيو آهي تہ:

وانشاء البيتين المقدمتين لم يكن عن قصد وانما وافق وزن الشعر كما في بعض الايات القرآنية فليس كل من قال قولا

(١) تفسير مظهري ص ٩٧، ج -٨ (٢) شرح الشمائل للمناوي ص ٣٣، ج٢ (٣) مواهب لدنيه شرح الشمائل المحمدية ص ١٢٤

موزونا لايقصد بہ الشعر شاعرا وانما وافق وزن الشعر (١)

يعني مٿين ٻنهي بيتن جوٺاهڻ قصد سان نہ هو، پر شعر جي وزن سان موافق آهي، جيئن قرآن ڪريم جون بعض آيتون آهن. ٻوءِ جنهن بہ ڪو ٻول وزن تي جيو ڄاڻ سان شعر جو ارادو نہ انس، تہ اهو شاعر نہ آهي.

مولوي زڪريا ڪاندهلويءَ خصائل نبويءَ ۾ لکيو آهي تہ

"پھر حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم کے کلام میں کہیں کہیں کلام موزون پایا جاتا ہے، وہ بلاقصد پر محمول ہے اور کلام میں بلاقصد موزونیت اگر آجائے تو وہ شعر نہیں کہلاتا۔ بندۂ ناچیز کے نزدیک دراصل یہ بھی ایک معجزہ ہے کہ حضور اقدس صلی اللہ علیہ وسلم کا شاعر نہ ہونا عجز کی وجہ سے نہیں۔ اس لئے کہ جس شخص کے کلام میں بلاارادہ موزونیت آجاتی ہو، وہ اگر قصداً موزون بنائے تو کس قدر بے تکلف اور بہترین بنا سکتا ہے الخ۔(٢) (خصائل نبوی)

# شعر جا قسم

## شعر ٻہ قسم آهي

١ـ هڪ حسن يعني سهڻو ٢ـ ٻيو قبيح (خراب) جيئن حديث پاڪ ۾ حضرت ام المومنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ :

ذُكِرَ عِنْدَ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ الشِّعْرُ فَقَالَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ هُوَ كَلَامٌ فَحَسَنُهُ حَسَنٌ وَقَبِيْحُهُ قَبِيْحٌ (رواه الدار قطني) (٣)

(١) تفسير صاوي ص ٢٠٩ ج ٢ (٢) خصائل ص (٣) مشڪوة ص ٤١٠

يعني سيدنا رسول اللهﷺ صلي الله عليه وسلم جن وٽ شعر جو ذڪر ڪيو ويو، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ اهو ڪلام آهي، جنهن مان جيڪو سهڻو آهي، اهو سهڻو آهي ۽ جيڪو خراب آهي، اهو خراب آهي.

الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمايو آهي :

” وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوٗنَ اَلَمْ تر اَنهَمْ فِيْ كُلِّ وَادٍ يَّهِيْمُوْنَ ۔ وَاَنَّهُمْ يَقُوْلُوْنَ مَالَا يَفْعَلُوْنَ الاالذِيْنَ اٰمَنُوْ وعَمِلوا الصَّالِحَاتِ وَذَكَرُوااللّٰهَ كَثِيْرًا وَّانْتَصَرُوْا مِنْ بَعْدِ مَا ظُلموا “ (١)

## ترجمه

۽ شاعرن جي تابعداري گمراهہ ڪندا آهن، ڇا تو نہ ڏٺو تہ اهي هر واديءَ ۾ حيران ٿيندا آهن. ۽ بيشڪ اهي چوندا آهن، اهو جو ڪندا نہ آهن. مگر جن ايمان آندو ۽ صالح عمل ڪيائون ۽ الله جو ذڪر گهڻو ڪيائون ۽ بدلو ورتائون. ان ڪان پوءِ جو ظلم ڪيا ويا.

## تشريح

هن آيت جا ٻہ حصا آهن، پهريون حصو وَالشُّعَرَآءُ ڪان شروع ٿي مَالَا يَفْعَلُوْنَ تي پورو ٿيو. ٻيو حصو الاالذين آمنوا ڪان شروع ٿي ظلمواتي پورو ٿيو. پهرئين حصي ۾ قبيح شعر جو

(١) سوره الشعراءَ رڪوع ١١ پ١٩

ٻئي حصي ۾ حسن جو بيان آهي. ٻنهي حصن جي وضاحت
کان اڳ ۾ انهن آيتن جو شان نزول پڙهو مولانا ڪمال الدين
حسين الواعظ لکيو آهي ته ٻن شاعرن حضرت رسالت پناهه
صلي الله عليه وسلم جن ۽ اسلام جي خلاف شعر چيا
مشرڪن اهي شعر ياد ڪري پڙهيا ٿي هن آيت (جو پهريون
حصو)انهن جي باري ۾ نازل ٿيو آهي (١)

علامه علاءُ الدين علي بن محمد خازن ۽ علامه سليمان
شافعي لکيو آهي ته هن آيت مان مراد ڪافرن جا اهي
شاعرآهن، جيڪي نبي ڪريم صلي اللهعليه وسلم جي شان ۾
هَجُوُ (گستاخي) ڪندا هئا. انهن ۾ عبدالله بن زبعري
سهمي، هبيره بن ابي وهب مخزومي، مسافع بن عبدمناف، ابو
عمرو بن عبدالله جمحي، اميه بن ابي الصلت ثقفي داخل آهن.
جن ڪوڙ ۽ باطل ڳالهايو ۽چيائون ته اسين به (حضرت) رسول
الله صلي الله عليه وسلم جهڙو ڪلام چئون ٿا ۽انهن شعر
چيو. انهن جي قوم جا گمراهه انهن وٽ گڏ ٿيا، جيڪي
حضورصلي الله عليه وسلم جن جي گستاخيءَ وارا شعرٻڌي ٻين
کي ٻڌائڻ لڳا. انهن جي باري ۾ هي آيتون نازل ٿيون (٢)

---

(١) تفسير حسيني ص ٦٠۴

(٢) لباب التاويل المعروف بتفسير خازن ص٣٧٣ ج٣

(٣) تفسير الجمل ص٢٩٧ ج٣.

علامه اسماعيل حقيءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ ڪافرن جا شاعر رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ۽ اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم جي گستاخي ڪندا هئا، پوءِ عرب ٺورڙي عقل وارا ماڻهون انهن جي گستاخيءَ وارن شعرن ڪي ياد ڪري ڪچهرين ۾ پڙهندا ۽ ڪلندا هئا، انهن جي باري ۾ هي آيتون نازل ٿيون (١)

علامه فخر الدين رازيءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ جڏهن ڪافرن چيو تہ جيئن شيطان پوپن وٽ ٽپڻاءِ شاعرن وٽ شعر ٿا آڻين. اهڙيءَ طرح (حضرت) محمد(صلي الله عليه وسلم)تي بہ هي ڳالهيون نازل ٿا ڪن (جن ڪي قرآن ٿو سڏي) الله تعاليٰ هنن آيتن ۾ فرق ٻڌايو تہ شاعرن جي تابعداري ڪندڙ گمراهہ هوندا آهن، پر حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جا تابعدار گمراهہ نہ آهن. ٻيو تہ شاعر اهو چوندا آهن، جيڪو ڪندا نہ آهن. مگر حضورصلي الله عليه وسلم جن جيڪي چوندا آهن اول ان تي پاڻ عمل ڪندا آهن. حضورصلي الله عليه وسلم جن جو رستو سڌو ۽ صاف آهي (٢)

اهڙيءَ طرح علامه عبدالرحمان ابن الجوزيءَ ۽ علامه احمد المعروف بملاجيون پنهنجن تفسيرن ۾ آندو آهي. (٣)

---

(١) روح البيان ص- ٣١٤-٣١٥ ج٦

(٢) تفسير ڪبير ص- ١٧٥ جزء ٢٣ ,٢٤

(٣) زاد المسير ص ١٥٠ ج٦ تفسير احمديہ ص ٥٨٦

جنهن مان ثابت آهي، تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي گستاخيءَ وارو۽ خراب مضمون وارا شعر قبيح آهن.

علامہ عبدالله بن عمر شيرازيؒ لکيو آهي تہ:

(وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوُوْنَ) واتباع محمد صلي الله عليہ وسلم ليسوا کذالک وهو استئناف ابطل کونہ شاعرا (١)

يعني شاعرن جي تابعداري گمراهہ کندا آهن ۽ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جن جا تابعدار اهڙا نہ آهن ۽ اهو نئون جملو آهي، جنهن سان حضورصلي الله عليہ وسلم جنکي شاعر چوندڙن جي ڳالهہ کي باطل کيو ويو ۽ ثابت ٿيو تہ حضورصلي الله عليہ وسلم جن شاعر نہ آهن.

علامہ احمد مراغيؒ لکيو آهي تہ:

اي ان الشعراء يتبعهم الضالون الحائدون عن السنن القويم المائلون الي الفساد الذي يجر الي الهلاک واتباع محمد صلي الله عليہ وسلم ليسوا کذالک بل هم الساجدون الباکون الزاهدون (٢)

يعني شاعرن جي تابعداري گمراهہ، سڌي راه کان ٿڙيل کندا، جيکي اهڙي فساد ڏي لاڙو کندڙ هوندا آهن، جيکو هلاکت ڏي ڇکي ٿو ۽ حضورصلي الله عليہ وسلم جن جا تابعدار اهڙا نہ آهن، بلک سجدو کندڙ، روئندڙ زاهد آهن.

---

(١) تفسير بيضاوي کامل ص ٤٩٨ (٢) تفسير المراغي ص١١٤ ج٧

علامه محمود آلوسيءَ بغداديءَ عليه الرحمة هن آيت جي متعلق لکيو آهي تہ:

مسوق لتنزيهه عليه الصلواة والسلام ايضًا عن ان يكون شاعرًا وحاشاه من الشعرآءِ وابطال زعم الكفرة ان القرآن من قبيل الشعر (١)

يعني هيءَ آيت سڄوري حضورصلي الله عليه وسلم جن جي ذات بابرکات کي شاعر هجڻ کان پاڪ ثابت ڪرڻ لاءِ نازل ٿي آهي. ۽ڪافرن جي ان گمان کي باطل ڪرڻ لاءِ تہ قرآن شعر جي قسم مان آهي.

علامه عبدالحق حقانيءَ صاحب لکيو آهي تہ:

خلاصہ یہ کہ جو شعر بُرا ہے وہ بُرا ہے اور جو اچھا مضمون ہے اور خدا اور رسول صلی اللہ علیہ وآلہٖ وسلم کی مدح میں قوم و ملک کی اصلاح میں ہے تو وہ اچھا ہے (٢)

مڪه مڪرمه جي مشهور عالم محمد علي صابونيءَ لکيو آهي تہ:

ثم رد تعاليٰ عليٰ من زعم ان محمدًا شاعرٌ فقال وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوُوْنَ اي يتبعهم الضالون لا اهل البصيرة والرشاد (٣)

---

(١) روح المعاني ص- ١٤٥، ج٧

(٢) تفسير حقاني ص- ٢٨٥ ج٥

(١) صفوة التفاسير ص- ٣٩٧ج٢

يعني ان كان پوءِ الله تعاليٰ انهن جي ترديد جي لاءِ جن چيو تہ حضورصلي الله عليہ وسلم جن شاعر آهن. اها آيت نازل ڪئي.

مصر جي مشهور ۽معروف عالم سيد قطب شهيدلکيو آهي تہ: ڪافر ڪڏهن چوندا هئا، تہ قرآن شعر آهي ۽نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن شاعر آهن ۽ حيرت ۾ هئا، تہ ان قول جو ڪهڙي نموني منهن ڏين. جنهن جوڪو مثال نہ ٿو ملي. جيڪو دلين ۾ ڪهڙي ٿو وجي ۽ سمجهہ کي جهڪائي انهن جي ارادن تي اهڙو غلبو ٿو ڪري جو ان جي جواب جي طاقت نہ اٿن. قرآن ڪريم هن سورة ۾ بيان ٿو ڪري تہ حضورصلي الله عليه وسلم جن جو طريقو ۽ قرآن ڪريم جو طريقو شاعرن جو طريقو نہ آهي قرآن ڪريم سڌي راه جي رهنمائي ٿو ڪري ۽سڌي مقصد ڏي ٿو سڏي . ۽ سيدنا رسول اللهصلي الله عليه وسلم جن اهڙو قول ڪو نہ ٿا چون. جيڪو پئي ڏينهن ٻيجي ڇڏن ۽ سَڏُن جي تابعداري نہ ٿا ڪن ۽ شاعر ان نموني سان نہ هوندا آهن (١)

هنن سيني تفسيرن جي عبارتن مان صاف صاف ظاهر آهي تہ اها آيت سڀوري انهن ڪافرن شاعرن جي رد ۾ نازل ٿي هئي. جيڪي پنهنجن شعرن ۾ حضورصلي اللهعليه وسلم جن جي توهين ڪندا هئا، نتيجو اهونڪتو تہ جيڪي شاعر پنهنجي

(١) تفسير في ظلال القرآن ص- ٢٦٢١،ج٥

شعر ۾ الله تعاليٰ جي توحيد ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن جو شان بيان ڪن ٿا، اهي انهن ۾ داخل نہ آهن. جيئن اڳتي ايندو. گستاخن شاعرن جي لاءِ وڏي سزا آهي. انهن جي شعرن کي قبيح (خراب) سڏيو ويو آهي. المقصد تہ جيڪي بہ شعر آهن، انهن جي مضمون کي ڏسڻو آهي، جنهن شعر جو بہ مضمون شريعت جي خلاف آهي، اهو قبيح آهي.

علامہ ثناءُ الله پاني پتيءَ عليه الرحمة لکيو آهي، تہ جڏهن "وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوُوْنَ" آيت نازل ٿي تہ حضرت عبدالله بن رواحہ ۽ حضرت ڪعب بن مالڪ ۽ حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنهم حضورصلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيا ۽عرض ڪيائون تہ اي الله تعاليٰ جا پيارا رسول!(صلي الله عليڪ وسلم) الله تعاليٰ هيءَ آيت نازل ڪئي آهي ۽ ان کي خبر آهي تہ اسين شاعر آهيون پوءِ سين تہ هلاڪ ٿي وياسين. تڏهن الله تعاليٰ هيءَ آيت"اِلَّاالَّذِيْنَ آمَنُوْا"پڇاڙيءَ تائين نازل ڪئي ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن انهن کي سڏي اها پڙهي ٻڌائي. (١)

علامہ صاويءَ عليه الرحمة بہ لکيو آهي تہ، شعر جا ٻہ قسم آهن. هڪ مذموم ۽ هي اهو شعر آهي، جنهن ۾ ان شخص جي مدح ڪئي وڃي. جيڪو مدح جي لائق نہ آهي. ٻيو ممدوح ۽ هي اهو شعر آهي، جنهن ۾ مدح جي لائق جي مدح ڪيل

(١) تفسير مظهري ص- ٩٠،ج ٧

هجي ۽ مذمت ۽ سٺ جي لائق جي سٺ ڪيل هجي ۽ ٻيءَ آيت مان اهوئي مراد آهي ۽ جن حديثن ۾ شعر جي تعريف آيل آهي. ان مان به اهائي مراد آهي. (١)

علامه طنطاويءَ لکيو آهي ته:

الله تعاليٰ مسلمانن، صالحن شاعرن کي استثناء ڪري آندو آهي.، جيڪي الله تعاليٰ جو ذڪر ڪن ٿا. جن جا گهڻا شعر الله تعاليٰ جي توحيد ۽ ثنا ۽ تابعداريءَ تي حرص ڏيارڻ ۾ هوندا ۽ ڪنهن جي برائي بيان نه ڪندا، مگر جيڪي گستاخي ڪندا آهن. ته انهن جي جواب ۾ هي به شعر چوندا آهن (٢)

علامه اسماعيل حقيءَ عليه الرحمة به ساڳيا قسم هن طرح بيان ڪندي لکيو آهي ته

ان الشعر كلام فحسنه كحسنه وقبيحه كقبيحه ولا باس به اذا كان توحيدا اوحثا علي مكارم الاخلاق من جهاد وعبادة وحفظ فرج وغض بصر وصلة رحم وشبهه او مدحا للنبي صلي الله عليه وسلم والصالحين بما هوالحق (٣)

---

(١) صاوي ص١٧٣ ج٢

(٢) تفسير جواهر القرآن ص- ١١٧، جلد ٧، جزء ١٣

(٣) تفسير روح البيان ص-٣١٦، ج٦

يعني شعر هڪ ڪلام آهي. جنهنجو (مضمون) سهڻو آهي اهو سهڻو آهي۽ جنهن جو (مضمون) خراب آهي، اهو خراب آهي، ۽ جنهن وقت اهو توحيد، سهڻن اخلاقن، جهاد ڪرڻ ۽ عبادت ڪرڻ ۽ اگهڙ کي بچائڻ ۽ برائيءَ کان اڪيون بند ڪرڻ ۽ مائٽي ڳنڍڻ ۽ ان جي مشابهه يا نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ۽ صالحن جي اهڙيءَ مدح ۾ آهي، جيڪا حق آهي ته پوءِ ان ۾ ڪابه منع نه آهي.

هنن سيني تفسيرن جي عبارتن مان ظاهر آهي ته سهڻو شعر چوڻ منع نه آهي، بلڪ هڪڙي قسم جو جهاد ۽ اصحاب ڪرام رضي الله عنه تعالي عنهم جي سنت آهي.

علامه پاني پتيءَ لکيو آهي ته:

الشعر طاعة ان كان فيه ذكرالله اوعلمًا من علوم الدين او نصحًا او وعظا للمسلمين (١)

يعني جيڪڏهن شعر ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر يا دين جي علم جي ڪا ڳالهه يا مسلمانن لاءِ نصيحت يا وعظ آهي، ته اهو عبادت آهي.

هي عاجز راقم عرض ٿو ڪري ته علماءِ اهلسنت وجماعت جيڪڏهن تقريرن ۾ اهڙا شعر پڙهندا آهن جن ۾ حمد، ثنا ۽ نصيحت هوندي آهي ته بعضي مولوي صاحبان ان تي اعتراض

(١) تفسير مظهري صـ ٩٣ ج ٧

ڪندا آهن، انهن کي هن مان نصيحت پرائڻ ۽ اهڙن اعتراضن کان توبه ڪرڻ گهرجي. بقول صاحب تفسيرِ مظهري اهڙن شعرن جي پڙهڻ ڪري اهلسنت وجماعت جي خطيبن کي ته درجو ۽ ثواب ملندو وَلِلهِ الحمد.

علامه پير محمد ڪرم شاه الازهريؒ لکيو آهي ته:

"لیکن وہ شعراء جنکی ساری قوتیں اسلام کی خدمت میں، عقائد حقہ کی تبلیغ میں صرف ہو رہی ہیں، وہ اس زمرہ میں (جن کی مذمت کی گئی ہے) داخل نہیں۔ چنانچہ صحابہ کرامؓ میں بڑے شاعر موجود تھے۔"

سيد ابوالاعليٰ مودودي صاحب لکيو آهي ته:

" یہاں شعراء کی اس عام مذمت سے جو اوپر بیان ہوئی، ان شعراء کو مستثنیٰ کیا گیا ہے جو چار خصوصیات کے حامل ہوں۔ اول یہ کہ وہ مؤمن ہوں، یعنی اللہ اور اس کے رسول صلی اللہ علیہ وسلم اور اس کی کتابوں کو سچے دل سے مانتے ہوں اور آخرت پر یقین رکھتے ہوں۔ دوسرے یہ کہ اپنی عملی زندگی میں صالح ہوں، بدکار اور فاسق و فاجر نہ ہوں۔ اخلاق کے بندھن سے آزاد ہو کر جھک نہ مارنے ہوں۔ تیسرے یہ کہ اللہ کو کثرت سے یاد کرنے والے ہوں۔ اپنے عام حالات اور اوقات میں بھی اور اپنے کلام میں بھی۔ چوتھی صفت ان مستثنیٰ شاعروں کی یہ بیان کی گئی ہے کہ وہ شخصی اغراض کے لئے تو کسی کی ہجو نہ کریں، نہ ذاتی یا نسلی و قومی عصبیتوں کی خاطر انتقام کی آگ بھڑکائیں، مگر جب ظالموں کے مقابلہ میں حق کی حمایت کے لئے ضرورت پیش آئے تو پھر زبان سے وہی کام لیں جو ایک مجاہد تیر و شمشیر سے لیتا ہے۔"

راقم الحروف عرض ڪري ٿو ته

اهي تفسير سڳورا به جڏهن ته متين حديث جي وضاحت ڪري رهيا آهن، ان جي ڪري انهن جا حوالا ڏنا ويا آهن.

تبليغي جماعت جي رئيس مولوي زڪريا ڪاندلويؒ

خصائل نبويءَ ۾ لکيو آهي تہ:

"نفسِ شعر میں کچھ بھلائی یا برائی نہیں ہے مضمون صحیح اور مفید ہے تو شعر اچھی چیز ہے۔ اور مضمون جھوٹ یا غیر مفید ہے تو جو حکم اس مضمون کا ہے وہی حکم شعر کا بھی ہے۔" (١)

علامہ بيجوريءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ:

وقد تعارضت الاخبار في مدح الشعر وذمه والتوفيق بينها بان صالحه حسن وغيره قبيح (١)

يعني شعر جي ڀلي يا بري هجڻ ۾ حديثون هڪ ٻئي جي. مقابل وارد آهن؛ انهن ۾ صحيح موافقت ان طرح سان ڪرائي ويندي تہ جيڪو سٺي مضمون وارو آهي، اهو حسن آهي، ٻيو قبيح آهي.

شعر قبيح.

قبيح شعر چوڻ ۽ پڙهڻ کان حديث مبارڪ ۾ منع آيل آهي جيئن هيٺ لکيل هي حديثون ٻڌائي رهيون آهن:

حديث١: حضرت ابو سعيد خدري رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ اسين حضورصلي الله عليه وسلم جن سان عرج (مڪه مڪرمه جي رستي تي جبل آهي) کان وڃي رهيا هئاسين تہ هڪ شاعر شعر چوندو اڳيان آيو، حضورصلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ "انهيءَ شيطان کي وٺو". فرمايائون تہ "شيطان کي قابو ڪريو. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو پيٽ پُونءَ سان ڀرجي تہ اهو هن کان ڀلو آهي، جو شعر سان ڀريل هجي" (٣)

(١) خصائل نبوي ص - ١٨٢. (٣) مواهب الدنية شرح الشمائل ص ١٢٦

(٣) تفسير مظهري ص-٩٠ ج-٧

حديث٢: حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضورصلي لله عليه وسلم جن فرمايو:

هَلَکَ الْمُتَنَطِّعُوْنَ (١) اونهائي کندڙ هلاک ٿي ويا، اهو ٽي ڀيرا فرمايائون.

هن مان مراد شعر ۾ غلو کندڙآهن.

حديث٣: حضرت ابو ثعلبه خشنيءَ رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي، تہ سيدنا رسول اللهصلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: اوهان مان مون وٽ وڌيک پيارا ۽ مونکي قيامت جي ڏينهن اوهان مان وڌيک ويجها اهي آهن، جن جا اخلاق سهڻا آهن ۽ اوهان مان وڌيک ناپسند ۽ گهڻو پري اهي آهن. جن جا اخلاق برا آهن. گهڻو نڙيءَ مان ڳالهائيندڙ، کشادو ڳالهائيندڙ، تکبر کندڙ. (٢)

هنن حديثن کي آڻي علامه ثناءُ الله پاني پتيءَ لکيو آهي تہ: وهذا صفة الشعراءَ- ۽ هيءَ شاعرن جي صفت آهي (جيکي قبيح شعر چوندا آهن)

حديث ۴: حضرت جابر رضي اللهعنه کان راويت آهي تہ حضورصلي اللهعليهوسلم جن فرمايوتہ:

---

(١) مشکواة ص- ۴٠٩، تفسيرمظهري ص-٩٠ ج٧

(٢) مشکواة ص- ۴١٠ تفسير مظهري ص- ٩٠ج-٧

اَلْغِنَاءُ يُنْبِتُ النِّفَاقَ فِي الْقَلْبِ كَمَا يُنْبِتُ الْمَاءُ الزَّرْعَ

(رواه البيهقي في شعب الايمان) (١)

يعني راڳ دل ۾ اهڙيءَ طرح منافقي پيدا ڪندو آهي، جيئن گاهه کي پاڻي ڄمائيندو آهي.

اهڙيءَ طرح جيڪي به روايتون ملن جن ۾ شعر جي منع آيل آهي، انهن مان مراد اهو قبيح، خراب ۽ بري مضمون وارو شعر آهي.

## شعر حسن

يعني سهڻي مضمون وارو شعر

آيت جي ٻئي حصي ۾ جيڪو اِلَّاالَّذِيْنَ آمَنُوْا کان شروع آهي، انهيءَ ۾ مؤمن شاعرن جن جو شعر الله تعاليٰ جي حمد ۽ حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي شان، نصيحتن ۽ سهڻي مضمون تي مشتمل آهي، انهن جو بيان آهي، جيئن هيٺين لکيل حديثن مان ثابت آهي.

حديث ١: حضرت ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو اِنَّ مِنَ الشِّعْرِ حِكْمَةً يعني بعضي شعر حڪمت وارا آهن (٢)

(١) مشڪواة ص- ٤١١ (٢) مشڪواة ص- ٤٠٩، تفسير مظهري ص ٩٢ ج٧، صاوي ص-١٧٣ ج- ٢.

هن حديث جي شرح ڪندي علامه علي قاريءَ عليه الرحمه لکيو آهي تہ: جن شعرن ۾ نصيحتون، سهڻيون ڳالهيون، اللهتعاليٰ جو حمد ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن جو شان آهي اهي سڀ حڪمت ۾ داخل آهن (١)

حديث ٢: حضرت صخر بن عبدالله بن بريده پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي ڏاڏي کان روايت آندي آهي تہ، مون سيدنا رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کان ٻڌو جو پاڻ فرمايائون تہ:

"اِنَّ مِنَ الْبَيَانِ سِحْرًا وَّاِنَّ مِنَ الْعِلْمِ جِهْلًا وَاِنَّ مِنَ الشِّعْرِ حِكَمًا وَّاِنَّ مِنَ الْقَوْلِ عِيَالًا (٢)

يعني بعضي بيان جادو ۽ بعضي علم جاهليت ۽ بعضي شعر حڪمتون ۽ بعضي قول ڳرا آهن.

حديث٣: حضرت انس رضي اللهعنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

جَاهِدُوا الْمُشْرِكِيْنَ بِاَمْوَالِكُمْ وَاَنْفُسِكُمْ وَاَلْسِنَتِكُمْ (٣)

يعني مشرڪن سان پنهنجن مالن ۽ پنهنجن سرن ۽ پنهنجن زبانن سان جهاد ڪيو اها حديث ابو داود،نسائيءَ دارميءَ آندي آهي.

---

(١) مرقات شرح مشڪواة ص- ٦١١ ج٤.

(٢) مشڪواة ص- ٤١٠

(٣) تفسير مظهري ص- ٩٣ ج- ٧

حديث۴: حضرت ڪعب بن مالڪ رضي الله‌عنه تعاليٰ عنه ڪان راويت آهي تہ، حضورصلي الله عليه وسلم جن جي خدمت عاليه ۾ عرض ڪيوويو تہ، يا رسول الله(صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمَ )الله تعاليٰ جيڪي شعر جي باري ۾ نازل ڪيو آهي. اهو اوهان ڄاڻو ٿا، پوءِ اوهان جي ان جي باري ۾ ڪهڙي راءِ آهي؟ پاڻ فرمايائون.

"اِنَّ الْمُؤْمِنَ يُجَاهِدُ بِسَيْفِهٖ وَلِسَانِهٖ وَالَّذِيْ نَفْسِيْ بِيَدِهٖ لَكَاَنَّمَا تَرْمُوْنَهُمْ بِهٖ نَضْحُ النَّبْلِ"

يعني بيشڪ مومن پنهنجي تلوار سان ۽زبان سان جهاد ڪندو آهي،قسم آهي ان ذات جو جنهن جي (قدرت واري) هٿ ۾ منهنجو ساهہ آهي، تہ جيڪي اوهان انهن کي (زبان سان) شعرن ۾چُٽيو ٿا سو ڄڻ تير هڻڻ جي برابر آهي.

حديث۵: حضرت براءِ بن عازب رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ، حضورصلي الله عليه وسلم جن حسان بن ثابت (رضي الله عنه تعاليٰ) کي فرمايو:

"اُهْجُ الْمُشْرِكِيْنَ فَاِنَّ جِبْرِيْلَ مَعَكَ" (١)

يعني مشرڪن جي براين کي بيان ڪر پوءِ بيشڪ جبريل(عليہ السلام) توسان گڏ آهي.

هن حديث ڪان ٿورو اڳتي علامہ جلال الدين سيوطيؒ عليه الرحمة لکيو آهي تہ: ابن بريده ڪان روايت آهي تہ حضرت

(١) الدر المنثور ص- ٣٣٦، ج-٦

جبريل عليه السلام حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنہ جي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي مدح وارن ستر(٧٠) شعرن ۾ مدد ڪئي هئي. (١)

حديث٦: ابن سعد ابن سيرين ڪان روايت آندي آهي تہ، هڪ رات سفر ۾ هلندي حضورصلي الله عليہ وسلم جن فرمايو" حسان بن ثابت ڪٿي آهي؟"

حضرت حسان عرض ڪيو تہ يا رسول الله! (صَلَّي اللهُ عَلَيْہِ وَسَلَّمَ) حاضر آهيان. پوءِ حسان شعر ٻڌائيندو هليو. پاڻ غور سان ٻڌندا هليا. جڏهن فارغ ٿيو تہ پاڻ فرمايائون تہ اهي (ڪافرن تي) تيرن هڻڻ ڪان بہ وڌيڪ سخت آهن. (٢)

ان مان ثابت ٿيو تہ سهڻا شعر ناهڻ ۽ پڙهڻ جهاد آهي. انهن ۾ درجو ۽ ثواب آهي. اهڙن شاعرن تي الله تعاليٰ ۽ ان جا پيارا حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن راضي آهن.

علامہ ابن الجوزيؒ بہ لکيو آهي تہ، اهي مسلمان شاعر جن حضورصلي الله عليہ وسلم جن جي مدح ڪئي آهي. ۽ گستاخن جي براين کي بيان ڪري جواب ڏنو آهي. اهي منع ڪيل شعر ۽ شاعرن ۾ داخل نہ آهن (٣)

---

(١) الدرالمنثور ص- ٣٣٧ج-٦ ، جمع الوسائل ص- ٤٦ ج٢

(٢) الدرالمنثور ص- ٣٣٧ج-٦

(٣) زاد المسير ص-١٥١ ج-٦

علامه ابن ڪثير عليه الرحمة لکيو آهي تہ

جن شاعرن مسلمان ٿيڻ کان اڳ ۾ اسلام جي خلاف شعر چيا هئا، جڏهن مسلمان ٿي توبه ڪري صحيح عقيدو رکي صالح عمل ڪري ۽ پنهنجي شعرن ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪيائون تہ اهي بہ صالح آهن انهن جا گناهہ بہ معاف ٿي ويندا. (١)

حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ جيڪي شاعر ڪافرن جي انهن شعرن جو رد ڪن ٿا، جن ۾ مومنن جي خلاف جيوويو آهي.انهن مومن شاعرن جا شعر صحيح آهن (٢)

علامه محمد ن احمد انصاريؒ لکيو آهي تہ: جيڪي شعر حڪمت ۽ شرعي ۽ طبعي لحاظ سان سهڻين معنائن تي مشتمل آهن. انهن کي ياد رکڻ گهرجي. (٣)

علامه ابو حيان اندلسيؒ لکيو آهي تہ شعر ڪلام جو هڪ باب آهي، جنهن مان سهڻو سهڻو آهي ۽ خراب خراب آهي. (۴)

---

(١) تفسير ابن ڪثير ص-٣٥٥ ج- ٣

(٢) تفسير طبري ص- ٩ ٤ ج- ٩،جزء ١٩

(٣) تفسير القرطبي ص- ١۴٥ ج-١٣

(۴) تفسير البحر المحيط ص- ۴٩ ج-٧

حديث ۷: حضرت ام المومنين عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان پڇيو ويو تہ ڇا حضورصلي الله عليه وسلم جن شعر سان مثال ڏيندا هئا؟ فرمايائون تہ * ابن رواحه جي شعر سان مثال ڏيندا هئا ۽ مثال ڏيندي فرمائيندا هئا،

"وَيَأْتِيْکَ بِاَخْبَارِ مَنْ لَمْ تُزَوِّدْ "(۱)

۽ تو وٽ اهو ٿو خبرون آڻي، جنهن کي تو کو بہ ثمر نہ ڏنو آهي.

## فائدو

هن روايت ۾ ٻن شاعرن جو ذکر آيل آهي .هک حضرت عبد الله بن رواحه رضي الله عنه جيکو انصاري خزرجي مشهور صحابي آهي، هجرت کان اڳ ۾ يا هجرت جي پهرئين سال ۾ مسلمان ٿيو هو. مکہ مکرمه جي فتح کان سواء سيني جنگين ۾ شريک ٿيو هو ۽غزوه موته ۾ سن ۸۰ هہ ۾ شهيد ٿيو هو. (۲)

ٻيو شاعر طرفه هو، جنهن جو نالو عمروهو ۽ اسلام جي وقت کان اڳ هوءان جا شعر سبع معلقات (جيکو عربي ادب جو کتاب آهي) جي ٻئي معلقه ۾ آهن.

(۱) شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص- ۱۸۲

(۲) جمع الوسائل ص- ۳۴ ج- ۲ خصائل نبوي ص- ۱۸۳

## فائدو

علامہ علي قاريءَ لکيو آهي تہ هن روايت وَيَاْتِيْكَ بِالْاَخْبَارِ مَنْ لَمْ تُزَوِّدْ ۾ مَنْ لَمْ تُزَوِّدِ مان مراد حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجي ذات مبارڪ ورتي آهي. جو پاڻ حق جون خبرون ٻڌائيندڙ آهن ۽ الله ڪان سواءِ ڪنهن بہ ڪين ان جو ڪو اجورو نہ ڏنو آهي (١)

حديث ٨: حضرت ابو هريره رضي اللهعنہ ڪان راويت آهي تہ حضورصلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ: وڏيڪ سچو ٻول جيڪو شاعر چيو آهي،سو لبيد جو ٻول آهي:

" اَلَا كُلُّ شَيْءٍ مَا خَلَا اللهُ بَاطِلٌ"

خبردار الله تعاليٰ ڪان سواءِ هر شيءِ فنا ٿيندڙ آهي هن جو ٻيو مصرعہ آهي:

وَكُلُّ نَعِيمٍ لَا مَحَالَةَ زَائِلٌ"

۽ هر نعمت ضرور وڃڻ واري آهي (٢)

## فائدو

ان ۾ جنتي نعمتون داخل نہ آهن، ڇو تہ اهي فنا نہ ٿينديون (٣)

---

(١) جمع الوسائل شرح الشمائل ص- ١٣٤ ج ٢

(٢) مرقاة شرح مشڪواة ص- ٦١١ ج ٤

(٣) مواهب شرح الشمائل ص- ١٢٥

# هن شاعر جو تعارف

اهو لبيد بن ربيعه رضي الله تعاليٰ عنه صحابي سڳورو آهي. بني عامر قبيلي مان هو مسلمان ٿيڻ کان اڳ ۾ به طبعيت جو سٺو ۽ شريف هو آخر ۾ ڪوفي ۾ رهيو ۽ اتي ئي هڪ سؤ چاليهه يا هڪ سؤ ستونجاهه سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين.(۱)

## فائدو

هن حديث ۾ حضورصلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته: "اميه بن ابي الصلت مسلمان ٿيڻ کي ويجهو هو" اهو اسلام قائم ٿيڻ کان اڳ ۾ عبادت گذار هو.قيامت تي ايمان رکندو هو ۽ پنهنجن شعرن ۾ عجيب حڪمتون بيان ڪندو هو، پر اسلام نصيب نه ٿيس (۲)

علامه علي قاريؒ ۽ علامه عبدالرئوف مناويؒ عليهما الرحمة لکيو آهي، ته جڏهن حضرت عثمان غني رضي الله عنه لبيد جو اهو شعر پڌو ته هر نعمت فاني آهي ، ته فرمايائين ڪوڙ ٿو هڻين. جنت جي نعمت فنا نه ٿيندي. پر جڏهن ٻيو شعر پڌائين :

---

(۱) مرقاة ص- ٦١١ ج۴

(۲) مواهب شرح الشمائل ص ۱۲۵

نَعِيْمُکَ فِي الدُّنْيَا غُرُوْرٌ وَّحَسْرَةٌ

وَعَيْشُکَ فِي الدُّنُيَا مَحَالٌ وَّبَاطِلٌ

(تنهنجون دنيا واريون نعمتون ٺڳي ۽ افسوس آهن ۽ تنهنجو دنيا ۾ هميشه رهڻ محال ۽ باطل آهي) هڪ هنڌ ٻيو مصرعه هن طرح آيل آهي:

"وَاَنْتَ قَرِيْبًا عَنْ مَقِيْلِکَ رَاحِلٌ".

(۽ تون جلدي پنهنجي جاءِ تان ويندڙ آهين) ته فرمايائون ته سچ چيو اٿس. (١)

حديث ۹: حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته، حضور صلي الله عليه وسلم جن (قضاءِ واري عمره ۾) مڪه مڪرمه ۾ داخل ٿيا ۽ ابن رواحه سندن اڳيان هي شعر چوندو ٿي هليو:

خَلُّوْا بَنِي الْکُفَّارِ عَنْ سَبِيْلِهٖ

اَلْيَوْمَ نَضْرِبُکُمْ عَلٰي تَنْزِيْلِهٖ

اي ڪافرن جا فرزندؤ! ان (محبوب عليه السلام) جي رستي کي ڇڏيو (رڪاوٽ نه وجهو نه ته) اڄ ان جي تشريف آوريءَ جي ڪري اسين اوهان کي ماريندا سين.

(١) جمع الوسائل ص- ۴۴ ج-٢-مواهب شرح الشمائل ص- ١٢٨

ضَرْبًا يُزِيْلُ الْهَامَ عَنْ مَقِيْلِهٖ
وَيُذْهِبُ الْخَلِيْلَ عَنْ خَلِيْلِهٖ

اهڙو مارڻ جو مغز جي کوپريءَ کي ان جي جاءِ کان جدا کندو ۽ دوست کي دوست کان غافل ڪري ڇڏيندو. اهو ٻڌي حضرت عمر رضي الله عنه ابن رواحه کي فرمايو ته: الله جي رسول صلي الله عليه وسلم جن جي اڳيان ۽ الله جي حرم ۾ شعر چوندو ٿو هلين؟

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن کيس فرمايو ته: ”اي عمر! ان کي منع نه ڪر ڇو ته اهي شعر انهن (ڪافرن) تي تيرن وسائڻ کان به زياده سخت آهن“. (۱)

## فائدو

سن ڇهه (٦) هجريءَ ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن عمري ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو، پر ڪافرن حديبيه جي ميدان ۾ کين عمري ڪرڻ کان روڪيو ۽ گهڻين ڳالهين ۽ شرطن کان پوءِ اهو فيصلو ٿيو هو، ته حضورصلي الله عليه وسلم جن سنت (۷) هجريءَ ۾ عمرو ڪندا، ان عمري ڪرڻ وقت ابن رواحه اهي شعر چيا هئا جنهن مان صاف صاف ثابت ٿيو ته حضورصلي الله عليه وسلم جن انهن شعرن کي پسند فرمايو هو.

(۱) شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص– ۱۹۱

حديث ١٠: حضرت جابر بن سمره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مان حضورصلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت عاليہ ۾ هڪ سؤ (١٠٠) ڀيرن کان وڌيڪ حاضر ٿيو هوس ۽ مون ڏٺو هو تہ اصحابي سڳورا رضي الله عنهم) شعر ٿاهيندا هئا ۽ انهن ۾ اسلام کان اڳ جون ڳالهيون بہ بيان ڪندا هئا پر پاڻ ماٺ ۾ رهندا هئا ۽ گهڻو ڪري انهن سان گڏ مرڪندا هئا. (١)

هن حديث جي شرح ڪندي علامہ مناويؒ عليہ الرحمہ لکيو آهي تہ.

وفيہ حل انشاد الشعر واستماع الشعر الذي لا فحش فيہ ولا خطا وان اشتمل علىٰ ذكر ايام الجاهلية ووقائعهم في حروبهم الخ

يعني ان حديث ۾ اهڙي شعر ٺاهڻ ۽ ٻڌڻ جو حلال هجڻ ثابت آهي، جنهن ۾ برائي ۽ بي حيائي بيان ٿيل نہ هجي، ڀوءِ ڀلي انهن ۾ جاهليت جي ڏينهن ۽ جنگي واقعن جو ذڪر هجي الخ اڳتي لکيو اٿس تہ اهو بہ عبادت آهي، اهڙيءَ طرح علامہ علي قاريءَ بہ لکيو آهي تہ: اهڙا شعرچوڻ جن ۾ الله تعاليٰ جي عبادت ۽ اطاعت جي لاءِ شوق ۽ حرص ڏياريو وڃي سنت آهن.

(١) شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص ١٩٢.

حديث ١١: عمرو بن شريد پنهنجي والد کان روايت آندي آهي ته:

كُنْتُ رَدِفَ رَسُوْلِ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَاَنْشَدْتُهُ مِائَةَ قَافِيَةٍ مِنْ قَوْلِ اُمَيَّةَ بْنِ اَبِي الصَّلْتِ كُلَّمَا اَنْشَدْتُهُ بَيْتًا قَالَ لِيَ النَّبِيُّ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ هِيْهِ حَتَّي اَنْشَدْتُهُ مِائَةً يَعْنِيْ بَيْتًا فَقَالَ النَّبِيُّ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ "اِنْ كَادَ لَيُسْلِمُ" (١)

يعني مان حضور صلي الله عليه وسلم جن سان پيلهه چڙهيل هوس مون کين اميه بن ابي الصلت جي شعر مان هڪ سؤ قافيا پڙهي ٻڌايا. جڏهن هڪ شعر تي ٻڌايم ته فرمايائون تي ته "پيو ٻڌاءِ". تان جو هڪ سؤ قافيا ٻڌائي ويس، پوءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته (اميه بن ابي الصلت) "مسلمان ٿيڻ کي ويجهو هو."

## فائدو

ابن شريد، راويءَ جو نالو عبد الملڪ آهي. مشهور اصحابي آهي، بيغة الرضوان ۾ موجود هو.

امية بن ابي الصلت عرب جي مشهور قبيلي ثقيف مان هو ۽ لکڻ ۾ باسمک اللهم به اول ان لکيو ۽ قريش به اهو لکڻ ان کان سکيا هئا (٢)

---

(١) جمع الوسائل ص- ٤٤ ج-٢

(٢) مشکواة ص- ٤٠٩، شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص ١٩٣

حديث ١٢: ام المؤمنين حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها کان روايت آهي، تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن حسان بن ثابت جي لاءِ مسجد ۾ منبر رکندا هئا، جنهن تي بيهي رسول الله صلي الله عليہولسم جن جي شان ۾ فخر ڪرڻ يا دفع ڪرڻ وارا شعر پڙهندو هو ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن فرمائيندا هئا تہ "الله تعاليٰ حسان جي جبرائيل (عليه السلام) سان تائيد ٿوڪري." (١)

فائدو

حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعاليٰ عنه انصاري هو، سندس عمر هڪ سؤ ويهہ سال هئي جنهن مان اڌ جهالت ۾ ۽ اڌ اسلام ۾ گذاري هئائين سندس ڪنيت ابو الوليد آهي، هن ڳالهہ تي عربن جواتفاق آهي، تہ حضرت حسان رضي اللهتعاليٰ عنه عرب شاعرن ۾ وڏو شاعر هو.

نڪتو: مٿي حديث پاڪ ۾ ذڪر ٿي آيو آهي تہ حضرت حسان رضي الله عنه فخريه شعر پيش ڪندو هو، ان جو مطلب ڪن بزرگن اهو ورتو آهي تہ حضرت حسان نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي امتي هجڻ تي فخر ۽ ناز ڪندو هو.

محدث طيبيؒ جو قول آهي تہ جبرئيل عليه السلام سان تائيد جو مطلب دعا آهي ۽ ما لفظ مان مراد دوام ۽ هميشگي

(١) شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص ١٩۴

آهي ۽ علامه توربشتيءَ جو قول آهي تہ " ان مان مراد آهي تہ: حضرت حسان کي الله تعاليٰ جي توحيد ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي شان وارا شعر ملائڪ سڳورو الهام ڪندو هو. (١)

## عجيب واقعو

هڪ ڀيري عرب جي مشهور قبيلي بنو تميم جو وفد حضورصلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيو ۽ اچي عرض ڪيائين تہ، "اسان پنهنجي طرفان هڪ تقرير ڪندڙ خطيب ۽ هڪ شاعر آندا آهن.

اوهان پنهنجي طرفان ڪي خطيب ۽ شاعر آڻيو تہ انهن سان مقابلو ڪن. حضورصلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: آءٌ شعر ۽ فخر ڪرڻ جي لاءِ ڪونہ موڪليو ويو آهيان، پر چئو ٿا تہ ڀلي آڻيو. مقابلو ڪيو. پوءِ پهريائين هنن جي تقرير ڪندڙ تقرير ڪئي، حضورصلي الله عليه وسلم جن ان جي مقابلي ۾ حضرت ثابت بن قيس رضي الله عنه کي اٿاريو، جنهن ان جي مقابلي ۾ بهترين تقرير ڪئي. تنهن کان پوءِ انهن جي شاعر اقرع بن حابس اٿي شعر چيا. حضورصلي الله عليه وسلم جن ان جي جواب لاءِ حضرت حسان رضي الله عنه کي حڪم ڪيو. جنهن ان جي جواب ۾ اهڙا پيارا شعر چيا جو پهريين پهرين انهن جو شاعر مسلمان ٿيو.

(١) جمع الوسائل ص- ۴۵-۴٦ ج-٢

# فائدو

حضرت ثابت بن قيس رضي الله تعاليٰ عنه انصاري خزرجي قبيلي جوءِ انصارن جو خطيب هو ۽ سن ۱۲هه ۾ يمامه جي جنگ ۾ شهيد ٿيو هو. حضور صلي الله عليه وسلم ان جي جنتي هجڻ جي شاهدي ڏني هئي. (۱)

هنن سڀني مفسرن ۽ محدثن جي تشريح ۽ بيانن کي ڏسندڙ جي اڳيان واضح ۽ روشن آهي ته، قرآن ڪريم ۽ حديث پاڪ جي فيصلي مطابق حضورصلي الله عليه‌وسلم جن جا امتي جيڪي پنهنجي شعرَن ۾ الله تعاليٰ جي توحيد ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي مدح ۽ نعت بيان ڪن ٿا. اهي تحسين ۽ آفرين جا لائق آهن. ڇو ته اصحاب سڳورا رضي الله تعاليٰ عنهم جڏهن شاعر هئا، ته وڏيڪ ڪهڙي حجت جي ضرورت آهي.

آخر ۾ اصحابن سڳورن رضي الله عنهم جا ڪجهه شعر لکجن ٿا ڇو ته اهي به شاعر هئا جيئن علامه صاويؒ لکيو آهي ته:

كان ابوبكر يقول الشعر وكان عمر يقول الشعر وكان عثمان يقول الشعر وكان علي اشعر الثلاثة (۲)

يعني حضرت ابوبڪرر ضي الله تعاليٰ عنه، حضرت عمر رضي الله عنه ، حضرت عثمان رضي الله عنه شعر چوندا هئا ۽ حضرت علي رضي الله عنه انهن سڀني کان وڏيڪ شاعر هو.

---

(۱) جمع الوسائل ص- ۴٦ ج-۲

(۲) تفسير صاوي ص- ۱۷۳ جلد ۲ جزءُ-۳.

## حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جا شعر:

حضرت ابو بڪر رضي الله عنه حضور صلي الله عليه وسلم جن جي جدائيءَ کي بيان ڪندي فرمايو:

فَقَدْنَا الْوَحْيَ اِذْ وَلَّيْتَ عَنَّا

جنهن وقت اوهان اسان کان منهن ڦيرايو (الله تعاليٰ ڏي روانا ٿيا) ته اسان وحي کي گم ڏٺو.

وَوَدَّعَنَا مِنَ اللهِ الْكَلَامُ

۽ اسان کي الله تعاليٰ جي طرفان ڪلام پاڪ الوداع ڪري ويو.

سِوىٰ مَا قَدْ تَرَكْتَ لَنَا رَهِيْنَا

يعني ( قرآن ڪريم) کان سواءِ جو اوهان اسان وٽ ڳهه رکي ويا آهيو.

تَوَارَثَهُ الْقَرَاطِيْسُ الْكِرَامُ

جيڪو عزت وارن ڪاغذن جو ورثو ٿيو يعني ڪاغذن ۾ لکليل قرآن موجود آهي.

فَقَدْ اَوْرَثْتَنَا مِيْرَاثَ صِدْقٍ

اسان کي سچ جي ورثي جو وارث بنايو اٿوَ.

عَلَيْكَ بِهِ التَّحِيَّةُ وَالسَّلَامُ

ان جي ڪري اوهان جي مٿان مرحبا ۽ سلام آهي.

علامه قرطبيؒ هن شعر کان پوءِ لکيو آهي تہ

فاذا كان رسول الله صلي الله عليه وسلم يسمعه وابوبكر ينشده فهل للتقليد والاقتداءِ موضع ارفع من هذا(١)

يعني جنهن وقت حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن شعر ٻڌن ٿا ۽ حضرت ابوبڪررضي الله عنه شعر ٿاهي ٿو تہ انهن جي تابعداري ۽ حڪم تي هلڻ کان مٿي ڪو مقام آهي ڇا؟

## حضرت عمر فاروق رضي الله‌عنه جو شعر:

فَاَمْسيٰ رَسُوْلُ اللهِ قَدْ عَزَّ نَصْرَهٗ
وَاَمْسيٰ عَدَاهُ مِنْ قَتِيْلٍ وَّشَارِدٍ

يعني رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي الله تعاليٰ ڪاميابي ۽ غلبو بخشيو ۽ ان جا دشمن قتل ٿيا ۽ شڪست کائي ڀڳا.

## حضرت عثمان رضي الله عنه جو شعر:

فَيَا عَيْنِيَ ابْكِيْ وَلاَ تَسْئَمِيْ
وَحَقَّ الْبُكَاءُ عَلَي السَّيِّدِ

يعني منهنجي اک روءِ ۽ روئڻ کان ٿڪجي نہ پؤ، پنهنجي آقا جي لاءِ روئڻ حق آهي. (٢)

## حضرت علي رضي الله عنه جا شعر

پاڻ الله تعاليٰ جي دربار ۾ دعا گهرندي هي شعر چيائون:

(١) تفسير قرطبي ص ١٤٧ ج ١٣
(٢) سنڌيءَ ۾ نعتيہ شاعري ص- ٤٤

يَا رَبِّ ثَبِّتْ لِيْ قَدَمِيْ وَقَلْبِيْ
سُبْحَانَکَ اللّٰهُمَّ اَنْتَ حَسْبِيْ

يعني اي منهنجا پالڻهار! منهنجي دل ۽ پيرن کي ثابت رک، اي الله! تنهنجي پاڪائي آهي، تون مون لاءِ ڪافي آهين (١)

حضور پر نور صلي الله عليه وسلم جن جي رحلت کان پوءِ فرمايائين:

وَكُنَّا بِمَرْآكُمْ نَرَي النُّوْرَ وَالْهُدٰي
صَبَاحَ مَسَآءَ رَاحَ فِيْنَا اَوِ اغْتَدٰي

يعني صبح ۽ شام اوهان جي ڏسڻ سان نور ۽ هدايت ڏسندا هئاسون. اسان ۾ رهيوياويو،

لَقَدْ غَشِيَنَا ظُلْمَةٌ بَعْدَ فَقْدِكُمْ
نَهَارًا وَقَدْ زَادَتْ عَلٰي ظُلْمَةِ الدُّجٰي

يعني اوهان جي ظاهري رحلت کان پوءِ اسان کي ڏينهن جو به رات کان وڌيڪ انڌيري ڍڪي ڇڏيو آهي (٢)

حضرت علي حضرت سيده فاطمه زهرٰي رضي الله عنها جي وفات کان پوءِ سندس مزار پرانوار تي بيهي فرمايو :

مَالِيْ وَقَفْتُ عَلَي الْقُبُوْرِ مُسَلِّمًا
قَبْرِ الْحَبِيْبِ فَلَمْ يَرُدَّ جَوَابِيْ

---

(١) ديوان الامام علي ص- ٣١

(٢) ديوان الامام علي ص- ١٠ مطبوعه بيروت

يعني مون کي ڇا ٿيو آهي، جو آءٌ قبرن تي بيهي سلام پڙهان ٿو، يعني
پنهنجي پياري جي قبر تي پوءِ مون کي جواب نہ ٿا ڏيو.

اَحَبِيْبُ مَالَکَ لَا تَرُدُّ جَوَابَنَا

اَنَسِيْتَ بَعْدِيْ خُلَّةَ الْاَحْبَابِ

يعني اي پيارا، توکي ڇا ٿيو آهي، جو اسان کي
جواب نٿو ڏين. ڇا اسان پيارن جي پيار کي وساري
ڇڏيو اٿئي.

قَالَ الْحَبِيْبُ كَيْفَ لِيْ بِجَوَابِكُمْ

وَاَنَا رَهِيْنُ جَنَادِلٍ وَتُرَابٖ

يعني ان پياري فرمايو تہ آءٌ اوهان کي ڪهڙيءَ طرح جواب ڏيان. حال
هيءُ آهي، جو مان مٽيءَ ۾ ڳهہ رکيل آهيان. (١)

حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنه جا شعر

جڏهن حضور صلي الله عليه وسلم جن تبوڪ جي جنگ کان مديني
طيب ڏانهن واپس موٽي آيا، تہ حضرت عباس رضي الله تعاليٰ
عنه عرض ڪيو تہ يا رسول الله (صلي الله عَلَيْكَ وسلم) مون کي
اجازت ڏيو تہ آءٌ اوهان جي ڪجهہ مدح ڪيان. پاڻ فرمايائون تہ
"ڇوٌ الله تعاليٰ اوهان جي منهن کي سلامت رکي" حضرت عباس
رضي الله تعاليٰ عنه سندن خدمت ۾ جيڪي شعر چيا انهن مان ڪي شعر هت لکجن ٿا:

(١) ديوان الامام علي ص- ٣٠

وَرَدْتَّ نَارَالْخَلِيْلِ مُكْتَتِمًا
فِيْ صُلْبِهٖ اَنْتَ كَيْفَ يَحْتَرِقُ

يعني اوهان حضرت ابراهيم عليه السلام جي باهہ ۾ لڪي آيا هئا. اوهان ان جي پٺيءَ ۾ هيا تہ ڪيئن سڙندو.

وَاَنْتَ لَمَّا وُلِدْتَّ اَشْرَقَتِ
الْاَرْضُ بِنُوْرِكَ وَضَآءَتِ الْاُفُقُ

۽ جڏهن اوهان جي ولادت ٿي تہ اوهان جي نور سان زمين روشن ٿي ۽ دنيا جا طرف چمڪڻ لڳا (١)

هنن شعر واري روايت لکندي علامہ اشرف عليءَ صاحب ٿانويءَ لکيو آهي تہ

حضور صلی اللہ علیہ وسلم کی مدح خود طاعت ہے (٢)

حضرت حسان بن ثابت رضي الله تعالیٰ عنه جا شعر

وَاَحْسَنُ مِنْكَ لَمْ تَرَ قَطُّ عَيْنِيْ
وَاَجْمَلُ مِنْكَ لَمْ تَلِدِ النِّسَآءُ

يعني اوهان کان وڌيڪ سهڻو منهنجي اکين ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي ۽ اوهان کان وڌيڪ جمال وارو عورتن ڄڻيو ئي ڪو نہ آهي.

خُلِقْتَ مُبَرَّءً مِّنْ كُلِّ عَيْبٍ
كَاَنَّكَ قَدْ خُلِقْتَ كَمَا تَشَآءُ

(١) تفسير قرطبي ص ١٤٧ ج ١٣-انوار محمديہ ص-٢٥

(٢) نشرالطيب ص- ١٠، ارشاد القاري ص- ١٧٣

يعني (وهان هر عيب کان پاڪ ڪري پيدا ڪيل آهيو، ڄڻ تہ جيئن اوهان گهريو تي ان ئي طرح پيدا ڪيا ويا آهيو. (١)

هنن شعرن ڪي لکي مفتي رشيد احمد صاحب لڌيانويؒ لکيو آهي تہ : دنیا بھر کے شعراء کی مدائح جمع کر دی جائیں تو بھی حضرت حسان رضی اللہ عنہ کے ایک مصرعہ كَاَنَّكَ قَدْ خُلِقْتَ كَمَا تَشَاءُ کا مقابلہ نہیں کر سکتیں (٢)

ام المومنين سيده عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها جو شعر:

لَوَامِيْ زُلَيْخَا لَوْ رَاَيْنَ جَبِيْنَهٗ

لَاٰثَرْنَ بِالْقَطَعِ الْقُلُوْبَ عَلَي الْاَيْدِيْ

يعني جيڪڏهن (حضرت بي بي) زليخا (رضي الله تعاليٰ عنها کي) ملامت ڪندڙ عورتون اُن (حضورصلي الله عليہ وسلم) جي پيشاني مبارڪ ڏسن ها، تہ هٿن جي قربانيءَ جي بجاءِ دلين کي قربان ڪن ها. (٣)

(١) ديوان حسان بن ثابت ص- ١٠

(٢) ارشاد القاري ص- ١٧٢

(٣) ارشاد القاري ص- ١٧٢

# قصيدو شريف

## شعر ـ ١

يَاسَيِّدَ السَّادَاتِ جِئْتُکَ قَاصِدًا
اَرْجُوْا رِضَاکَ وَاَحْتَمِيْ بِحِمَاکَا

## ترجمو

اي سردارن جا سردار! مان اوهان وٽ اوهان جو ئي ارادو ڪري آيو آهيان. اوهان جي راضي ڪرڻ جي اميد رکان ٿو ۽ اوهان جي مدد سان پناهہ ٿو وٺان.

## تشريح

هن شعر ۾ سيد جو لفظ آيل آهي، سيد صفت مشبهہ جو صيغو سيادت کان ورتل آهي، يعني سردار، حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن سردارن جا بہ سردار آهن. ان جي ڪري ڪين سيد السادات سان ذڪر ڪيوويوآهي.سيدنا ابوهريره رضي الله‌عنہ کان روايت آهي تہ سيدنا رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو. اَنَا سَيِّدُ وُلْدِ آدَمَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَاَوَّلُ مَنْ يَنْشَقُّ عَنْہُ الْقَبْرُ وَاَوَّلُ شَافِعٍ وَّاَوَّلُ مُشَفَّعٍ (١)

(١) مشڪواة المصابيح صـ ٥١١

يعني مان قيامت جي ڏينهن آدم (عليه الصلواه والسلام) جي اولاد جو سردار آهيان ۽ قبر مان اٿڻ وارن ۾ اول آهيان ۽ پهريون شفاعت ڪندڙ ۽ پهريون شفاعت قبول پيل آهيان.

جيئن امام صاحب عليه الرحمة حديث مبارڪ واري سهڻي ۽ پياري لقب کي بيان ڪيو آهي، تيئن سيد شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ عليه الرحمة به بيان ڪيو آهي. سندن ارشاد مبارڪ پڙهو.

جوڙي جوڙ جهان جي، پاڻ ڪيائين پرولر،
هادي، حامي، هاشمي، "سردارين سردار"
سونهين صحابن سٿ ۾، منجهه مسجد مٿيادار،
چارئي چڱا چوڏار، هئا هيڪاندا حبيب سين. (١)

## سندن نالو مبارڪ يٰسٓ آهي

يٰسٓ: ان جي حقيقي معنيٰ ته الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو، پر بعض مفسرن ان مان مراد ورتي آهي، اي سردار، حضرت ابو طفيل رضي الله عنه کان روايت آهي، ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو.

"لِيْ عَشْرَةُ اَسْمَاءٍ عِنْدَ رَبِّيْ اَنَا مُحَمَّدٌ وَاَحْمَدُ وَالْفَاتِحُ وَالْخَاتَمُ وَاَبُو الْقَاسِمِ وَالْحَاشِرُ وَالْعَاقِبُ وَالْمَاحِيُ وَيٰسٓ وَطٰه" (٢)

(١) شاهه جو رسالو سرڪلياڻ ص-٦٢ شعر٣ (٢) زرقاني شرح المواهب ص ١١٨ ج٣

يعني منهنجا منهنجي رب وٽ ڏهہ نالا (مبارڪ) آهن، مان محمد، احمد، فاتح، خاتم، ابوالقاسم، حاشر، عاقب، ماحي، يٰسٓ ۽ طٰهٰ آهيان.

قاصدا: يعني صرف اوهان جي ديدار جي نيت ڪري آيو آهيان. منهنجو مقصود ئي اوهان جي دربار جي حاضري آهي. هن مان ثابت ٿيو تہ مديني منوره ڏانهن حضور صلي الله عليه وسلم جن جي مزار جي ديدار جي نيت سان وڃڻ سهٽو ڪم آهي. منع نہ آهي. اڄ جي دور ۾ بعضي علماء جو چوڻ تہ مديني منوره ڏانهن مسجد نبويٌ عليٰ صاحبها الصلواة والسلام جي نيت سان وڃو. حبيب اڪرم نور مجسم صلي الله عليه وسلم جي مزار جي نيت ڪري نہ وڃو. اهو چوڻ غلط آهي.

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو.

”مَنْ جَآءَ نِيْ زَائِرًا لَاتَحْمِلُهٗ حَاجَةٌ اِلَّازِيَارَتِيْ كَانَ حَقًّا عَلَيَّ اَنْ اَكُوْنَ لَهٗ شَفِيْعًا يَوْمَ الْقِيَامَةِ“ (١)

يعني جيڪو مون وٽ زيارت ڪرڻ آيو، منهنجي زيارتکان سواءِ ان جو ٻيو ڪو بہ مقصد نہ آهي، تہ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪرڻ مون تي حق آهي

(١) شفاءُ السقام ص- ١٧

اهڙيءَ طرح حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان پي روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو.

”مَنْ زَارَ قَبْرِيْ وَجَبَتْ لَهُ شَفَاعَتِيْ“ (١)

يعني جنهن منهنجي مزار جي زيارت ڪئي، ان لاءِ منهنجي شفاعت واجب آهي، علامه نوويءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ:

اذ انصرف الحجاج والمعتمرون من مكة فليتوجهوا الىٰ مدينة رسول الله صلي الله عليه وسلم لزياره تربته صلي الله عليه وسلم فانها من اهم القربات وانجح المساعي (٢)

يعني جنهن وقت حاجي ۽ عمري ڪرڻ وارا مکه مکرمه کان موٽن تہ رسول الله صلي لله عليه وسلم جن جي تربت مبارڪ جي زيارت ڪرڻ لاءِ مدينه منوره وڃن ڇوتہ اها زيارت الله تعاليٰ جي بارگاهہ ڏانهن ويجهي ڪندڙ شين ۾ اهم ۽ ڪمائيءَ وارين شين ۾ وڏيڪ ڪامياب آهي.

علامه حسن شرنبلاليءَ حنفيءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي مزار جي زيارت ڪرڻ مستحب آهي، پر اهو مستحب واجب جي قريب آهي. ٿورو اڳتي لکيو اٿس تہ:

---

(١) شفاء السقام ص- ١٧

(٢) شرح الايضاح للنووي ص- ٤٨٨

ومما هو مقررعند المحققين انه صلي الله عليه وسلم حي يرزق ممتع بجميع الملاذ والعبادات غيرانه حجب عن ابصار القاصرين عن شريف المقامات (١)

يعني محققن وٽ هيءَ ڳالهہ ثابت آهي، تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن زنده آهن. کين (مزار پرانوار) ۾ رزق ڏنووينندو آهي، سيني لذتن ۽ عبادتن مان لطف حاصل کندڙ آهن، پر جيکي ماٺهو اعليٰ مقامات کان پوئتي پيل آهن. باقي (حضور صلى الله عليه وسلم جن) انهن جي نظر کان پردي ۾ آهن.

علامه طحطاويءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ

والاوليٰ في الزيارة تجريد النية لزيارة قبره صلي الله عليه وسلم وقيل ينوي زيارة المسجد ايضًا (٢)

يعني زيارت ڪرڻ ۾ وڌيڪ هي آهي تہ خاص مزار جي زيارت جي نيت ڪري ٻي ڪنهن جوڙ آهي تہ ان سان گڏ مسجد جي زيارت جي نيت بہ ڪري. محدثن سڳورن ۽ فقيهن جي هنن عبارتن مان صاف ثابت ٿيو تہ، حضوراکرم صلي الله عليه وسلم جن جي مزار جي زيارت جي نيت ڪرڻ سهڻو ڪم آهي، ناجائز يا گناهہ جو ڪم نہ آهي.

(١) مراقي الفلاح ص-١٥٠

(٢) حاشية الطحطاوي عليٰ مراقي الفلاح ص ٦١٢

اَرْجُوْا رِضَاکَ: اوهان جي رضا جي اميد ٿو رکان. هنن لفظن ۾ صاف واضح آهي تہ، حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم کي راضي ڪرڻ عين ايمان آهي، جنهن سان محبوب صلي الله عليه وسلم جن راضي آهن، ان سان الله تعاليٰ راضي آهي.

۽ هيءَ حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جو مقام آهي، جو الله تعاليٰ پنهنجي محبوب کي راضي ڪرڻ لاءِ بيت المقدس جي بجاءِ بيت الله ڏي منهن ڪري نماز پڙهڻ جو حڪم فرمايو، جيئن قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي تہ

"فَلَنُوَلِّيَنَّكَ قِبْلَةً تَرْضَاهَا" (١)

يعني (اي محبوب) اوهان کي ضرور ان قبلي ڏانهن منهن (مبارڪ) ڦيرائڻ لاءِ چونداسون. جنهن کان اوهان راضي ٿيندؤ. ٻيءَ آيت ۾ حڪم آهي.

"وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضىٰ" (٢)

يعني ۽ جلدي اوهان کي اوهان جو رب (اهڙي نعمت) عطا ڪندو جو اوهان راضي ٿيندؤ).

انهن ئي معنائن کي نظر ۾ رکندي اعليٰ حضرت مولانا شاهه احمد رضا خان بريلويءَ عليه الرحمة فرمايو آهي.

خدا کی رضا چاہتے ہیں دو عالم
خدا چاہتا ہے رضائے محمد ﷺ

(١) سورة بقره رکوع ١٧ (٢) سورة الضحيٰ پ ٣٠

شعر عـــ٢

وَاللهِ يَا خَيْرَ الْخَلَائِقِ اِنَّ لِيْ
قَلْبًا مَّشُوْقًا لَا يَرُوْمُ سِوَاكَا

ترجمه

الله جو قسم آهي تہ، اي مخلوق ۾ سيني کان ڀلا، بيشڪ منهنجي دل اوهان جي (ملڻ جي) اهڙي شوق ۾ آهيجو اوهان کان سواءِ ڪنهن جو بہ ارادو نہ ٿي رکي.

## تشريح

### محبوب جي ملاقات جو شوق

حضرت امام صاحب هن شعر ۾ قسم سان بيان ڪري ڳالهہ کي پڪو ڪيو آهي، قسم صرف الله تعاليٰ جو ڪـ[illegible] ويندو. ٻئي ڪنهن جو قسم ڪڻ شريعت محمديءَ ۾ جائز نہ آهي.

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعاليٰ عنهما کان روايت آهي تہ، رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو.

"مَنْ حَلَفَ بِغَيْرِ اللهِ فَقَدْ اَشْرَکَ" (١)

يعني جنهن الله تعاليٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو قسم کنيو تہ ان شرڪ ڪيو.

(١) مشکوٰۃ المصابيح صـــ٢٩٦

اسان وٽ الله تعاليٰ کان سواءِ بزرگن جي نالي تي قسم کڻڻ يا خوشامد ڪري ڪنهن کي چوڻ ته مون کي تنهنجي سر جو قسم آهي. جو رواج آهي. اهو به سراسر ناجائز ۽ حرام آهي.

حضورصلي الله عليه وسلم جن ساري مخلوق کان ڀلا آهن. سندن افضل ۽ اعليٰ هجڻ قرآن ڪريم ۽ حديثن مان ثابت آهي. قرآن پاڪ ۾ ارشاد آهي.

”تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ مِّنْهُمْ مَّنْ كَلَّمَ اللّٰهُ وَرَفَعَ بَعْضَهُمْ دَرَجٰتٍ“ (١)

يعني اهي رسول (انهن مان) اسان هڪڙن کي ٻين تي فضيلت ڏني آهي، بعضي انهن مان اهي آهن، جن سان الله ڳالهايو. بعضي اهي آهن، جن جا (الله تعاليٰ) درجا بلند ڪيا آهن.

سيني مفسرن لکيو آهي، ته درجات جي بلنديءَ جا صاحب حضرت حبيب اڪرمؐ نور مجسم صلي الله عليه وسلم جن آهن. حديث شريف ۾ ———— حضرت عباس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول اللهصلي الله عليهوسلم جن منبر تي تشريف فرما ٿيا، ۽ پڇيائون ته ”آءٌ ڪير آهيان؟“ سيني عرض ڪيو ته: اوهان الله تعاليٰ جا رسول آهيو. پاڻ فرمايائون ته:” مان محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب آهيان.

(١) سورة بقره رڪوع٣٣ پ ٣

بيشڪ الله سڀ مخلوق پيدا ڪئي، مون کي انهن مان ڀلن ۾ آندائين. ان کان پوءِ انهن کي ٻه ڀڱا ڪيائين ۽مون کي انهن "ڀنهيءَ ماڻھ" ۾ آندائين پوءِ انهن مان قبيلا ڪيائين ۽ مون کي انهن مان ڀلي قبيلي ۾ آندائين. پوءِ انهن مان گهڻا گهر ڪيائين ۽ مون کي ڀلي گهر ۾ آندائين. مان انهن ۾ سر جي لحاظ سان به ڀلو آهيان، ته گهر جي لحاظ سان به ڀلو آهيان (۱)

لَا يَرُوْمُ سِوَاكَا: اوهان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي لاءِ به منهنجي دل ۾ جاءِ نه آهي. ۽ نه منهنجي دل ٻئي ڪنهن جو ارادو ٿي ڪري صرف اوهان جي لاءِ بيتاب ۽ بيقرار آهي.

(شعر-۳)

وَبِحَقِّ جَاهِکَ اِنَّنِيْ بِکَ مُغْرَمٌ
وَاللهُ يَعْلَمُ اِنَّنِيْ اَهْوَاكَا

ترجمو

۽ مون کي اوهان جي مرتبي جي حق جو قسم آهي، ته بيشڪ مان اوهان سان (محبت ۾ )قابو آهيان ۽ الله ڄاڻي ٿو ته مان اوهان سان محبت رکان ٿو.

(۱) مشکواة المصابيح ص- ۵۱۳

# تشريح

## حضورصلي الله عليه وسلم جي مرتبي جي قسم کڻڻ جوحق

حضرت امام صاحب وبحق جاهک جو لفظ آندوآهي، جنهن مان ٻه مرادون ٿي سگهن ٿيون:

هڪ(١) ته جيڪوا وهان جي بلند مرتبي جو حق اسان مومنن تي آهي، ان حق جو قسم آهي.

ٻيو(٢) ته جيڪو اوهان جي بلند مرتبي جو حق الله تعاليٰ وٽ آهي ان جو قسم آهي.

١: اسان تي حضور صلي الله عليه وسلم جو حق اهو آهي ته اسان پنهنجي دل ۾ ان جي بي انتها محبت رکون. جيڪي امر فرمائي اهي اداکيون، جنهن ڪم کان منع ڪري ان کي ڇڏي ڏيون. محبوب عليه الصلواه والسلام جي لاءِ الله تعاليٰ جي دربار مان مقام محمود جي طلب ڪندا رهون. سندن مهربانيون، احسان، ڀلايون ۽ ڳڻ ڳائيندا رهون.حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن تي بي انتها صلواتون ۽ سلام ڀيٽهندا رهون. ۽ اسان تي جيڪو حضرت رسول الله صلي اللهعليه وسلم جن جو حق آهي. حقيقت ۾ اهو به الله تعاليٰ جو حق آهي ۽ هي قسم ان لحاظ سان کنيو ويو آهي.

٢: الله تعاليٰ وٽ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي بلند

درجي جو جيڪو حق آهي، ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي.

قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي : "وَرَفَعْنَا لَکَ ذِکْرَکَ"(١) يعني اسان اوهان جي لاءِ اوهان جي ذڪر کي بلند ڪيو آهي.

اهڙيءَ طرح حديث شريف ۾ حضرت ابو سعيد رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي: ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن حضرت جبرئيل (عليه السلام) کان پڇيو ته هن آيت "وَرَفَعْنَا لَکَ ذِکْرَکَ" جو تفسيرڇا آهي؟

اُن عرض ڪيو ته ان جو تفسير آهي. "اِذَا ذُکِرْتُ ذُکِرْتَ مَعِيَ" يعني الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته جنهن وقت به منهنجو ذڪر ڪيوويندو. ته اوهان جو به مون سان گڏ ذڪر ڪيو ويندو.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي، ته اهو گڏيل ذڪر بانگ، تڪبير، خطبه وغيره ۾ هوندو آهي. (٢)

مقصد ته حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جومرتبو، شان، درجن جي بلندي، شفاعت عظميٰ هر هڪ نرالي شيءِ آهي. جنهن جومثال ڪنهن کي به نه عطا ٿيو آهي.

(١) سوره الانشراح پ٣٠ (٢) تفسير خازن ص- ٣٨٩ ج۴ ابن ڪثير ص-۵٢۴ ج۴ معالم التنزيل ص- ٢١٩ جزءِ ٧

# مسئلو

الله تعاليٰ جي دربار ۾ هن طرح عرض ڪرڻ ته فلاڻي جي حق جي واسطي هيءَ دعا قبول ڪر. ان ۾ علماء جواختلاف آهي.هڪڙا علماءَ فرمائين ٿا ته الله تعاليٰ تي ڪنهن جو ڪو به حق نه آهي، ان ڪري حق جي واسطي سان دعا گهرڻ منع آهي. ٻيا علماء سڳورا فرمائين ٿا ته ڪنهن جي حق جي واسطي سان دعا گهرڻ جائز آهي. ڇو ته الله تعاليٰ پنهنجي خاص مهربانيءَ سان پنهنجي مٿان پنهنجي ٻانهن لاءِ حق مقرر ڪيو آهي. جنهنجو ذڪر قرآن پاڪ ۽ حديث پاڪ ۾ آيل آهي.

قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي:

”ثُمَّ نُنَجِّيْ رُسُلَنَا وَالَّذِيْنَ آمَنُوْا كَذَالِكَ حَقًّا عَلَيْنَا نُنْجِ الْمُؤْمِنِيْنَ“ (١)

يعني ان ڪان پوءِ اسين پنهنجي رسولن ۽ انهن تي ايمان آڻيندڙن کي ڇڏائيندا(سون)، اهڙيءَ طرح اسان تي حق آهي، ته مومنن کي ڇڏايون

ٻيءَ آيت سڳوريءَ ۾ آهي:

”وَكَانَ حَقًّا عَلَيْنَا نَصْرُ الْمُؤْمِنِيْنَ“ (٢)

(١)سوره يونس رڪوع ١٠پ١١

(٢) سوره الروم رڪوع ٥پ٢١

يعني مومنن جي مدد ڪرڻ اسان تي حق آهي. ڀنهي آيتن ۾حَقًّا عَلَيۡنَا جو لفظ صاف صاف ٻڌائي رهيو آهي، تہ الله تعاليٰ پنهنجيءَ مهربانيءَ سان پنهنجي مٿان پنهنجي ٻانهن جو حق مقرر ڪيو آهي. حديث شريف ۾ حضرت معاذ رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ، مون ڪان رسول الله صلي الله عليه وسلم جن پڇيو تہ: ”يَامَعَاذُهَلۡ تَدۡرِيۡ مَاحَقُّ اللهِ عَلَي الۡعِبَادِ وَمَا حَقُّ الۡعِبَادِ عَلَي اللهِ“

اي معاذ توکي خبر آهي، تہ الله جو حق ٻانهن تي ڪهڙو آهي ۽ ٻانهن جو حق الله تي ڪهڙوآهي؟.

مون عرض ڪيو تہ ”الله ۽ان جورسول وڌيڪ ڄاڻندڙ آهن.“ پاڻ فرمايائون تہ ”الله جو ٻانهن تي هي حق آهي تہ، ان جي عبادت ڪن ۽ ڪنهن بہ شيءِ کي ان سان شريڪ نہ ڪن ۽ الله تي ٻانهن جو اهو حق آهي تہ جيڪو ماڻهو شرڪ نہ ڪري، ان کي جهنم ۾ نہ ساڙي.“ مون عرض ڪيوتہ، پوءِ آءُ ماڻهن کي اها خوشخبري ڏيان؟ پاڻ فرمايائون تہ ”(نہ) ماڻهو ان ڳالهہ تي ڀروسو ڪري ويهندا چڱا ڪم نہ ڪندا.“(١)

ٻيءَ حديث شريف ۾ حضرت بي بي اسماءِ رضي الله عنها ڪان روايت آهي، تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

---

(١) مشڪواة المصابيح ص- ١٤

"مَنْ ذَبَّ عَنْ لَحْمِ اَخِيْهِ بِالْمُغِيْبَةِ كَانَ حَقًّا عَلَي اللهِ اَنْ يُّعْتِقَهٗ مِنَ النَّارِ (١)

يعني جنهن پنهنجي (مسلمان) ڀاءُ جي گوشت کي گلا ڪرڻ سان کائڻ کان بچايو تہ الله تي حق آهي تہ انکي باھ کان آزاد رکي، (يعني اهوجهنم ۾ نہ ويندو).

هنن حديثن مان ثابت ٿيو تہ الله تي ٻانهن جو حق آهي.
حضرت امام صاحب ان حق جو قسم کڻي مصطفيٰ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ان عشق کي بيان ڪيو آهي، جيڪو سندس سيني ۾ موجون هڻندڙ آهي.

۽ حضرت امام صاحب اڳتي الله تعاليٰ کي شاهد بنائي ٻڌايو آهي تہ يارسول الله! مون کي اوهان سان محبت آهي.

## فائدو

چاڻ گهرجي تہ سرور ڪائنات سيدالمرسلين صلي الله عليه وسلم جن جي محبت مسلمان جو عين ايمان آهي، جنهن جي دل ۾ محبت نہ آهي، ان جوايمان ڪامل نہ آهي.

جيئن حضرت انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

"لَايُؤْمِنُ اَحَدُكُمْ حَتّٰي اَكُوْنَ اَحَبَّ اِلَيْهِ مِنْ وَّالِدِهٖ

(١) مشڪواة المصابيح ص ٢٢٤

وَوَلَدِهٖ وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ (١)

يعني اوهان مان کو بہ تيستائين ايمان وارونہ آهي، جيستائين آءٌ ان کي پنهنجي والد ۽ اولاد ۽ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ پيارو نہ هجان.

ان محبت کي نگاهہ ۾ رکندي حضرت امام مٿيون عرض کيو آهي.

(شعرـ۴)

اَنْتَ الَّذِيْ لَوْلَاکَ مَا خُلِقَ امْرَؤٌ
كَلَّا وَلَا خُلِقَ الْوَرىٰ لَوْلَا کَا

ترجمو

اوهان اهي(محبوب) آهيو، جوجيڪڏهن اوهان نہ هجو ها تہ ڪو مڙس پيدائي نہ ٿئي ها، بلڪہ اوهان نہ هجو ها تہ ڪا بہ مخلوق پيدا نہ ٿئي ها.

## تشريح

### حضورصلي الله عليه وسلم جن جي صدقي سڀ پيدا ٿيا

الله تعاليٰ جي پياري نبي صلي اللهعليه وسلم جن جي صدقي حضرت آدم عليہ الصلواه والسلام پيدا ٿيو. جيئن حضرت عمر رضي الله عنہ کان هڪ ڊگهي راويت ۾ آهي، تہ الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ الصلواه والسلام کي فرمايو.

(١) صحيح بخاري ص- ٧ ج١

"لَوْلَا مُحَمَّدٌ مَّا خَلَقْتُکَ"

يعني جيڪڏهن محمد (صلي الله عليه وسلم) نہ هجي ها تہ توکي پيدا نہ ڪيان ها (١)

شعر (٥)

أَنْتَ الَّذِيْ مِنْ نُّوْرِکَ الْبَدْرُ اکْتَسيٰ

وَالشَّمْسُ مُشْرِقَةٌ بِنُوْرِ بَهَاکَا

ترجمو

اوهانئي اهي (پيارا حبيب) آهيو، جنهن جي نور مان چوڏهينءَ جي چنڊ روشني حاصل ڪئي ۽ سج بہ اوهان جي حسن جي نور سان( دنياکي) چمڪائيندڙ آهي.

تشريح

سج ۽ چنڊ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي نور۽ حسن کان روشني حاصل ڪئي آهي.

---

الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ ارشاد فرمايوآهي.

وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا (٢) يعني اسان اوهان کي چمڪائيندڙ سج ڪري موڪليو آهي.

---

(١) المستدرک للحاڪم ص ٦١٥ ج٢

(٢)سورة الاحزاب رڪوع ٦ پ٢٢

علماءِ ڪرام لکيو آهي، تہ جيئن چنڊ ۽ تارا سج کان نور وٺندا آهن، تيئن انبياء، اولياء ،روحانيت ۽ قلبي برڪتون حضورصلي الله عليه وسلم جن کان وٺندا آهن بلڪ دنياوي سج ۽ چنڊ کي نور بہ حضور صلي الله عليه وسلم جن کان ئي مليو آهي.

قاري طيب صاحب ديوبنديءَ اهوتفصيل پنهنجي ڪتاب آفتاب نبوت ۾ کولي لکيو آهي جيڪومطالعه ڪرڻ جهڙو آهي.

شعر (٦)

اَنْتَ الَّذِيْ لَمَّا رُفِعْتَ اِلَي السَّمَآءِ

بِکَ قَدْ سَمَتْ وَتَزَيَّنَتْ لِسُرَاکَا

ترجمو

اوهان اهي (محبوب) آهيو، جو جڏهن اوهان کي آسمان ڏانهن (معراج وقت) مٿي کنيو ويو، تہ اوهان جي آمد سان آسمان مٿي ٿيا ۽اوهان جي سير لاءِ سينگارياويا.

## تشريح

### اوهانلاءِ آسمانن جو سينگارجڻ

يعنياوهان جي مبارڪ قدمن جي پهچڻ تي آسمان فخر ڪرڻ لڳا ۽ الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪيائون. تہ اهڙي عظيم ذات اسان تي تشريف فرما ٿي آهي. سماء جو لفظ بلنديءَ جي

معنيٰ ۾ آيل آهي. جڏهن ته هڪ آسمان ٻئي کان مٿي آهي. انجي ڪري انهن کي سماءُ سڏيو ويو آهي ۽ عرش ۽ ڪرسي به ان ۾ داخل آهن.

هن شعر ۾ معراج شريف ڏي اشارو آهي، جنهن ۾ آسمان سينگاريا ويا. حورن ۽ غلمانن رحمة للعالمين صلي الله عليه وسلم جن جي ديدار جي دولت حاصل ڪئي ۽عرش معليٰ کي آقاءِ نامدار صلي الله عليه‌وسلم جن جي قدم چمڻ جو شرف حاصل ٿيو.

شعر(٧)

اَنْتَ الَّذِيْ نَادَاکَ رَبُّکَ مَرْحَبًا
وَلَقَدْ دَعَاکَ لِقُرْبِهٖ وَحَبَاکَا

ترجمو

اوهان اهي (محبوب) آهيو، جو اوهان جي رب اوهان کي مرحبا ڪندي سڏيو ۽ اوهان کي پنهنجي قرب جي دعوت ڏني ۽ اوهان تي مهرباني ڪئي.

## تشريح

الله تعاليٰ معراج واري رات حبيب اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي ملائڪن جي واسطي کان سواءِ ٣ ڀيرا سڏ ڪيا، علامه زرقانيؒ عليه الرحمه لکيو آهي، ته اهي ٽي سڏ هن طرح ڪياويا.

"اُدۡنُ يَا خَيۡرَ الۡبَرِيَّةِ اُدۡنُ يَا اَحۡمَدُ اُدۡنُ يَا مُحَمَّدُ" (١)

اي مخلوق ۾ ڀلا ويجهو اچ. اي احمد ويجهو اچ اي محمد ويجهو اچ.

ان قرب ۽ ويجهڙائيءَ کي الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ هن طرح بيان فرمايو آهي: ثُمَّ دَنٰى فَتَدَلّٰى ۝ فَكَانَ قَابَ قَوۡسَيۡنِ اَوۡ اَدۡنٰى ۝ (٢)

ان کان پوءِ ويجهو ٿيو، پوءِ وڌيڪ ويجهو ٿيو، تان جو ٻن ڪمانن جيترو بلڪ ان کان وڌيڪ ويجهو ٿيو. ڪيترو ويجهو ٿيا.

اهو قرب حقيقي الله تعاليٰ ۽ سندس محبوب عليه الصلواة والسلام ئي ڄاڻن ٿا.

شعر (٨)

اَنۡتَ الَّذِيۡ فِيۡنَا سَاَلۡتَ شَفَاعَةً
لَبَّاكَ رَبُّكَ لَمۡ تَكُنۡ لِسِوَاكَا

ترجمو

اوهان اهي (محبوب) آهيو، جو (جڏهن) اوهان اسان جي شفاعت لاءِ الله تعاليٰ کي عرض ڪيو تہ اوهان جي رب اوهان کي جيءُ چيو ۽ اها شفاعت اوهان کان سواءِ ڪنهن کي ملڻ واري نہ هئي.

(١) زرقاني شرح المواهب ص- ٩٣ ج٦ (٢) سورت النجم رڪوع ١ پ٢٧

## تشريح

## شفاعت جو ذڪر

جاڻڻ گهرجي ته الله تعالىٰ ڪان پياري رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن شفاعت جواذن ورتو آهي، وڏن وڏن گنهگارن لاءِ به حضورصلي الله عليه وسلم جن جي شفاعت حق آهي.

علامه نسفيؒ العقائد ۾ ۽ علامه تفتازانيؒ ان جي شرح ۾ هن طرح لکيو آهي:

والشفاعة ثابتة للرسل والاخيار في حق اهل الكبائر بالمستفيض من الاخبار

يعني رسولن (عليهم الصلواة والسلام) ۽ ڀين ڀلن ڀانهن جي شفاعت وڏن گنهگارن جي لاءِ مشهور حديثن سان ثابت آهي.

تورو اڳتي هلي لکيو اٿن ته:

بل الاحاديث في باب الشفاعة متواترة المعنى (١)

يعني شفاعت جي باري ۾ حديثون معنوي تواتر کي پهتل آهن ۽ ايترن روايت ڪندڙن روايتون ڪيون آهن، جو انهن جو انڪار ڪرڻ ناممڪن آهي، اها شفاعت قرآن ڪريم ۽ ڪيترين حديثن مان ثابت آهي، جن جي تفصيل سان لکڻ جي هيءَ جاءِ نه آهي ۽ انهيءَ مسئلي تي انشاءَ الله خاص ڪتاب لکيو ويندو. حضرت امام صاحب به اهائي شفاعت بيان ڪئي آهي.

---

(١) شرح العقائد النسفيه ص- ٨٢ ۽ ٨٣

شعر(٩)

اَنْتَ الَّذِيْ لَمَّا تَوَسَّلَ آدَمُ
مِنْ زَلَّةٍ بِکَ فَازَ وَهُوَ اَبَاکَا

ترجمو

اوهان اهي(محبوب) آهيو ، جوجڏهن آدم (عليه الصلواة والسلام) جيڪو اوهان جو بابو آهي، پنهنجي معافيءَ لاءِ اوهان جووسيلو ورتوته ڪامياب ٿيو.

## تشريح

حضرت آدم عليه السلام حضورصلي الله عليه وسلم جن جو وسيلو ورتو

مخفي نه هجي ته حضرت آدم عليه الصلواة والسلام جن جڏهن ڪڻڪ جي داڻي کائڻ جي ڪري جنت مان ٻاهر آيا ۽ الله تعاليٰ کان معافي گهرندي گهرندي ٿڪجي پيا ته ٿورهيه جيئن الله تعاليٰ هن آيت مبارڪ ۾ فرمائي ٿو:

”رَبَّنَا ظَلَمْنَآ اَنْفُسَنَا وَاِنْ لَّمْ تَغْفِرْ لَنَا وَتَرْحَمْنَا لَنَكُوْنَنَّ مِنَ الْخَاسِرِيْنَ “(١)

(اي سان جا رب اسان پنهنجن نفسن سان ظلم ڪيو آهي ۽جيڪڏهن تون اسان کي نه بخشيندين ۽اسان تي رحم نه ڪندين، ته اسين نقصان وارن مان ٿينداسين). پڙهندا رهيا ته

(١) سورت الاعراف رکوع ٢ پ٨.

۾ معافي نہ ملي. حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنه کان مرفوع روايت آهي، تہ حضرت آدم عليہ السلام توبہ جي فڪر ۾ رهندي ياد ڪيو، تہ جڏهن الله تعاليٰ مون کي پيدا ڪيو هو، تہ مون عرش تي لکيل ڏٺو هو: لا الٰہ الاالله محمد رسول الله (صلي الله عليہ وسلم )پوءِ مون سمجهيو تہ الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ اهڙورتبو ڪنهن کي نہ مليو آهي، جهڙو حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن کي مليوآهي. ڇو تہ ٻئي ڪنهن جو ۾ نالوالله تعاليٰ جي نالي سان گڏ عرش تي لکيل نہ آهي، ان جي ڪري مٿينءَ دعا سان گڏ حضرت حبيب ڪريم صلي اللهعليه وسلم جن جي وسيلي سان معافي گهريم.

ابن منذر جي روايت ۾ هي لفظ آيل آهن.

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُکَ بِجَاهِ مُحَمَّدٍ عَبْدِکَ وَکَرَامَتِهٖ عَلَيْکَ اَنْ تَغْفِرَلِيْ

يعني اي الله! مان توکان تنهنجي (پياري) ٻانهي (حضرت) محمد (صلي الله عليہ وسلم) ءِجيڪا ان جي تو وٽ عزت آهي، ان جي مهابي دعا ٿو گهران، تہ مون کي بخش فرماءِ. پوءِ ان وسيلي واري دعا جي صدقي ڪيس معافي ملي، اها روايت طبرانيءَ، بيهقيءَ ءِمستدرڪ حاڪم کان ورتل آهي(١)

(١) خزائن العرفان ص- ١٠

# فائدو

دعا ۾ ڪنهن نبي يا ولي سڳوري جي وسيلي سان الله تعاليٰ کان مرادون گهرڻ جائز آهن ۽ قرآن شريف ۽ حديث پاڪ مان ثابت آهي.

قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي.

"وَكَانُوْا مِنْ قَبْلُ يَسْتَفْتِحُوْنَ عَلَي الَّذِيْنَ كَفَرُوْا" (١)

يعني (يهودي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي اچڻ کان) اڳ ۾ (رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي وسيلي سان) ڪافرن تي فتح جي طلب ڪندا هئا.

علامه جلال الدين سيوطيءَ عليه الرحمة لکيو آهي ته:

يَقُوْلُوْنَ اَللّٰهُمَّ انْصُرْنَا عَلَيْهِمْ بِالنَّبِيِّ الْمَبْعُوْثِ آخِرَ الزَّمَانِ (٢)

اي الله! اسان جي انهن ڪافرن جي مٿان آخري زماني ۾ موڪليل نبي جي مهابي مدد ڪر.

مفسر القرآن مولانا نعيم الدين مراد آباديءَ لکيو آهي ته: سيد الانبياءِ صلي الله عليه وسلم جن جي بعثت ۽ قرآن ڪريم جي نزول کان اڳ يهودي پنهنجي حاجتن لاءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي نالي پاڪ جي وسيلي سان دعا ڪندا هئا ۽ ڪامياب ٿيندا هئا (٣)

(١) سوره بقره رڪوع ١١ پ١ (٢) تفسير جلالين ص- ١۴

(٣) خزائن العرفان ص-٢٠

حديث مبارڪ ۾ بہ حضرت عثمان بن حنيف رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪ نابينا شخص رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ :اُدْعُ اللهَ اَنْ يُّعَافِيَنِيْ. الله کان دعا گهرو تہ مون کي عافيت ڏئي. (سلامتي عطا ڪري)

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ان کي فرمايو تہ "جيڪڏهن دعا لاءِ چوين تہ دعا گهران ۽ جيڪڏهن صبر ڪرين تہ تولاءِ ڀلو آهي" ان عرض ڪيو تہ دعا گهرو. پاڻ ان کي امر ڪيائون تہ سهڻي نموني وضو ڪري هيءَ دعا گُهر:

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُکَ وَاَتَوَجَّهُ اِلَيْکَ بِنَبِيِّکَ مُحَمَّدٍ نَّبِيِّ الرَّحْمَةِ يَا مُحَمَّدُ اِنِّيْ اَتَوَجَّهُ بِکَ اِلٰي رَبِّيْ فِيْ حَاجَتِيْ هٰذِهٖ لِتُقْضٰي لِيْ اَللّٰهُمَّ فَشَفِّعْهُ فِيَّ- (١)

يعني اي الله!مان توکي عرض ٿو ڪريان ۽ تو ڏانهن تنهنجي رحمت واري نبي محمد (صلي الله عليہ وسلم) سان متوجهہ ٿو ٿيان. اي محمد (صلي الله عليہ وسلم) آءٌ اوهان سان پنهنجي رب ڏانهن هن حاجت جي پوري ٿيڻ لاءِ متوجهہ ٿو ٿيان (وسيلو ٿو وٺان) تان تہ اها مون واري حاجت پوري ڪئي وڃي. اي الله! پوءِ ان (محبوب) جي شفاعت منهنجي حق ۾ قبول ڪرڻ فرماءِ

(١) ترمذي ص- ١٩٨ جزءِ٢

اهڙيءَ طرح حضرت انس رضي الله عنه کان راويت آهي، تہ حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه جي وقت ۾ ڏڪار پيو، تہ حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنه کي وٺي هن طرح دعا گهري.

”اَللّٰهُمَّ اِنَّا كُنَّا نَتَوَسَّلُ اِلَيْكَ بِنَبِيِّنَا فَتَسْقِيْنَا وَاِنَّا نَتَوَسَّلُ اِلَيْكَ بِعَمِّ نَبِيِّنَا فَاسْقِنَا فَيُسْقَوْنَ“ (١)

يعني اي الله! اسين تنهنجي دربار ۾ پنهنجي نبي صلي الله عليه وسلم جن جو وسيلو وٺندا هئاسين، پوءِ تون اسان تي مينهن وسائيندو هئين ۽ اسين تنهنجي دربار ۾ تنهنجي نبي جي چاچي جو وسيلو ٿا وٺون، پوءِ اسان تي مينهن وساءِ (ان دعا کان پوءِ مينهن وسندو رهيو)

قرآن ڪريم جي آيت ۽ حديثن پاڪن مان ثابت ٿيو تہ صالحن جي وسيلي سان دعا گهرڻ نہ رڳو جائزبلڪ سنت آهي. جيڪا رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سيڪاري آهي ۽ اصحابن سڳورن رضي الله عنهم ان تي عمل ڪيو آهي.

(١) بخاري ص- ١٣٧ ج١

شعر (١٠)

وَبِکَ الْخَلِيْلُ دَعَا فَعَادَتْ نَارُهٗ
بَرْدًا وَّقَدْ خَمِدَتْ بِنُوْرِ سَنَاكَا

ترجمو

۽ اوهان ( جي وسيلي)سان حضرت ابراهيم خليل (عليه الصلوات والسلام) دعا گهري. پوءِ ان تي باهہ ٿڌي ٿي پئي ۽اوهان جي نور جي روشنيءَ سان وسامي وئي.

## تشريح

### حضرت ابراهيم عليه السلام تي حضور جي صدقي مهرباني ٿي

الله تعاليٰ جي پياري خليل حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام کي جڏهن نمرود ظالم باه ۾ وجهرايو هو، تہ اها باهہ الله تعاليٰ جي حکم سان ٿڌي ٿي پئي، امر تہ الله تعاليٰ کيو هو، پر ان امر جو سبب حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو نور هو، حضرت عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنه کان روايت آهي، ان حضورپر نور صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ پنهنجوئاهيل قصيدو پڙهيو. حضورصلي الله عليه وسلم جن کيس دعا فرمائي ۽اهو قصيدو ٻڌي ان تي کو بہ اعتراض نہ کيو. ان ۾ هيءُ شعر بہ آهي.

وَرَدْتَّ نَارَ الْخَلِيْلِ مُكْتَتِمًا

فِيْ صُلْبِهٖ اَنْتَ كَيْفَ يَحْتَرِقْ

اوهان خليل جي باه ۾ لڪي آيا هئا. اوهان ان جي پٺيءَ ۾هئا تہ ڪيئن سڙندو (١)

هيءَ تقريري حديث آهي. جيڪڏهن اها ڳالهہ غلط هجي ها، تہ محبوب آقا صلي الله عليه وسلم جن ان ڪان پنهنجي چاچي سڳوري رضي الله عنه کي منع ڪن ها. حضرت امام صاحب عليه الرحمه بہ اهائي ڳالهہ بيان ڪئي آهي. فرق صرف ايترو آهي، تہ حضرت عباس رضي الله عنه حضورصلي الله عليه‌وسلم جن جو حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام واري باهہ ۾ اچڻ ۽ ان جي پٺيءَ ۾ هجڻ بيان فرمايو آهي ۽ حضرت امام صاحب عليه الرحمه جوفرمان آهي. تہ حضرت ابراهيم عليه‌الصلواة والسلام حضورصلي الله عليه وسلم جن جي وسيلي سان دعا گهري. ٻنهي جومقصد هڪ ئي آهي ،تہ باهہ جو ٿڌو ٿيڻ حبيب اڪرم نور مجسم صلي الله عليهو سلم جن جي برڪت سان هو.

شعر (١١)

وَدَعَاکَ اَيُّوْبُ لِضُرٍّ مَّسَّہٗ

فَاُزِيْلَ عَنْہُ الضُّرُّحِيْنَ دَعَاکَا

(١) نشرالطيب ص- ١٠

ترجمو

۽ (حضرت) ايوب (عليه الصلواة والسلام) اوهان کي ان تڪليف لاءِ سڏ ڪيو هو، جيڪا ان کي پهتي هئي. ان جنهن وقت اوهان کي سڏ ڪيو ته اها تڪليف ان تان دور ڪئي وئي.

## تشريح

حضرت ايوب عليه السلام حضور صلي الله عليه وسلم جن کي سڏيو هو.

هن شعر ۾ دعاڪ جي لفظ تي غور ڪيو. حضرت امام صاحب فرمايو ته: اي حبيب صلي الله عليه وسلم حضرت ايوب عليه الصلواة والسلام اوهان کي سڏيو. جنهن مان ثابت ٿيو ته الله تعاليٰ جي محبوب عليه الصلواة والسلام کي الله تعاليٰ جي مدد، فضل، مهربانيءَ ۽ احسان جو مظهر سمجهي سڏڻ جائز آهي، منع نه آهي.

جيڪڏهن منع هجي ها ته امام اعظم عليه الرحمة جهڙو مجتهد مطلق اها ڳالهه ئي نه ڪري ها. ديوبندي علماء جو وڏو عالم علامه شبيراحمد عثماني صاحب ———— آيت مبارڪ اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ تي حاشيه ۾ هن طرح لکيو آهي:

"اس آیت سے معلوم ہوا کہ اس کی ذات پاک کے سواء کسی سے بھی حقیقت میں مدد مانگنی بالکل ناجائز ہے۔ ہاں اگر کسی مقبول بندہ کو محض واسطہ رحمت الہٰی اور غیر مستقل سمجھ کر استعانت ظاہری اس سے کرے تو یہ جائز ہے۔ یہ استعانت درحقیقت حق تعالیٰ ہی سے استعانت ہے۔"

## فائدو

هن هلندڙ دور ۾ هن مسئلي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي سخت ضرورت آهي، ان جي ڪري وضاحت سان لکيو ويو آهي.

### شعر (١٢)

وَبِكَ الْمَسِيْحُ اَتٰى بَشِيْرًا مُخْبِرًا
بِصِفَاتِ حُسْنِكَ مَادِحًا لِعُلَاكَا

۽ (حضرت عيسيٰ) مسيح (عليه الصلواة والسلام) اوهان جي اچڻ جي، بشارت ڏيندڙ ۽ اوهان جي حسن جي صفتن جي خبر ڏيندڙ ۽ اوهان جي بلنديءَ جي مدح ڪندڙ ٿي آيو.

هن شعر ۾ الله تعاليٰ جي پياري قرآن ڪريم جي هن آيت مبارڪ ڏي اشارو آهي "وَمُبَشِّرًا بِرَسُوْلٍ يَّاْتِيْ مِنْۢ بَعْدِى اسْمُهٗٓ اَحْمَدُ" (١)

يعني مان ان رسول جي بشارت ڏيندڙ ٿي آيو آهيان. جيڪو مون ڪان بعد ايندو ان جو نالو احمد آهي.

## فائدو

هتي حضرت امام صاحب عليهِ الرّحمة مسيح جو لفظ آندو آهي. هيءُ حضرت عيسيٰ عليه الصلواة والسلام جو لقب آهي، جيڪو قرآن ڪريم ۾ ذڪر ٿيل آهي، المسيح جي معنيٰ آهي هٿ لڳايل. حضرت جبرئيل عليه السلام مٿس برڪت جو هٿ گهمايو هو ان جي ڪري المسيح سڏيو ويو يا المسيح جي

(١) سوره الصف رڪوع-١ پ ٢٨

معنيٰ آهي هٿ لڳائيندڙ. سندس هٿ مبارڪ جي لڳڻ سان انڌا سڄا، بيمار چاڪ ۽ مئل جيئرا ٿيندا هئا ان جي ڪري المسيح سڏيو ويو. (١)

شعر (١٣)

## وَكَذَاكَ مُوْسيٰ لَمْ يَزَلْ مُتَوَسِّلاً
## بِكَ فِي الْقِيَامَةِ يَحْتَمِيْ بِحِمَاكَا

ترجمو

۽ اهڙيءَ طرح (حضرت) موسيٰ (عليه الصلواة والسلام) هميشه اوهان جو وسيلو وٺندڙ رهيو. قيامت ۾ اوهان جي حمايت سان مدد حاصل ڪندو.

## تشريح

حضرت موسيٰ عليه االسلام حضور صلي الله عليه وسلم جن جو وسيلو ورتو

حضرت موسيٰ عليه الصلواة والسلام الله تعاليٰ جي وڏن اولواالعزم پيغمبرن مان آهي، ڪيس الله تعاليٰ جي ذات سان ڳالهائڻ جو شرف ۽ شان حاصل آهي. پاڻ پنهنجيءَ امت کي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي اچڻ جي خوشخبري ڏيندو ۽ حبيب اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جون سهٽيون صفتون ٻڌائيندو رهيو. قيامت ۾ ٻـ سيني نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام وانگر حضور صلي الله عليه السلام جن جي جهنڊي

(١) حاشيه تفسير جلالين ص

مبارڪ جي هيٺان هوندو ۽ سندن شفاعت جون برڪتون ڏسندو

شعر(١۴)

وَالْاَنْبِيَآءُ وَكُلُّ خَلْقٍ فِي الْوَرٰي
وَالرُّسُلُ وَالْاَمْلَاكُ تَحْتَ لِوَاكَا

ترجمو

۽ نبي سڀئي (عليهم السلام) ۽ دنيا جي سڀ خلق ۽ رسول سڀئي ۽ بادشاهه اوهان جي (حمد واري)جهنڊي جي هيٺان هوندا.

# تشريح

## حمد جو جهنڊو

قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي محبوب عليه الصلواة والسلام جي هٿ مبارڪ ۾ حمد جو جهنڊو هوندو۽انبياءِ ڪرام عليهم الصلواة والسلام ۽ اولياءِ سڀئي ان جي هيٺان هوندا.

جيئن حضرت ابوسعيد رضي اللهعنه کان راويت آهي ته، رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ”اَنَا سَيِّدُ وُلْدِ آدَمَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَلَا فَخْرَ بِيَدِيْ لِوَاءُ الْحَمْدِوَلَا فَخْرَ وَمَا مِنْ نَبِيٍّ يَوْمَئِذٍ آدَمُ وَمَنْ سَوَاهُ اِلَّا تَحْتَ لِوَائِيْ (١)

(١)ترمذي شريف ص ٢٠٢جزءِ٢

يعني مان آدم (عليه الصلواة والسلام)جي اولاد جو سردار آهيان (تہ بہ مون کي ان تي) فخر نہ آهي. منهنجي هٿ ۾ حمد جو جهنڊو هوندو (تہ بہ مون کي ان تي) فخر نہ آهي. ڪوبہ نبي ان ڏينهن (حضرت) آدم (عليه السلام) ۽ انکان سواءِ نہ هوندو، مگر سڀ منهنجي جهنڊي جي هيٺان هوندا.

شعر(١٥)

لَکَ مُعْجِزَاتٌ اَعْجَزَتْ کُلَّ الْوَرٰي
وَفَضَائِلُ جَلَّتْ فَلَيْسَ تُحَاکَا

ترجمو

اوهان جا اهڙا معجزا آهن جو ساري دنيا کي عاجز ڪري وڌواٽن، ۽ اوهان جون فضيلتون (اهڙيون وڏيون) آهن جن جو بيان ڪري نہ ٿو سگهجي.

## تشريح
## معجزن جو ذکر

هن شعر ۾ حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي معجزن جو ذڪر آهي.

## معجزو ڇا آهي؟

معجزي جي لفظي معنيٰ آهي عاجز ڪندڙ، اصطلاح ۾ نبي سڳوري عليہ الصلواة والسلام جي هٿان ڪنهن اهڙيءَ ڳالهہ جو

ظاهر ٿيڻ جيڪا پيا ڪري نہ سگهن معجزو آهي. (١)

علامہ يوسف نبهانيءَ عليہ الرحمة لکيو آهي تہ:

لم يعط احد من الانبياءِ والمرسلين معجزة وفضيلة الاوقد اعطي رسول الله صلي الله عليه وسلم مثلها وابلغ منها وانهم عليهم الصلواة والسلام قد استمدوا معجزاتهم من نوره صلي الله عليه وسلم (٢)

يعني جنهن بہ نبي يا مرسل کي ڪو معجزو يا فضيلت ملي آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي ان جهڙو بلڪ ان کان وڌيڪ عطا ٿيو آهي، ۽ انهن نبين سڀني عليهم الصلواة والسلام پنهنجي معجزن ۾ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي نور کان مدد ورتي آهي،

وَفَضَائِلُ جَلَّتْ : ۽ وڏيون فضيلتون آهن جيڪي بيان ڪري نٿيون سگهجن.

## حضورصلي الله عليه وسلم جن جا فضائل

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي اصحابن مان ڪجهہ اصحابي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي انتظار ۾ ويٺا هئا، پاڻ (ڪريم صلي الله عليه وسلم جن) گهر

(١) مرقاه المفاتيح ص- ٤٣٩ج٥ (٢)حجة الله علي العالمين ص ١٤

مان نڪتا جڏهن انهن کي ويجها آيا تہ انهن جي پاڻ ۾ گفتگو ٻڌائون. انهن مان ڪي چون پيا تہ: عجب آهي الله پنهنجي مخلوق مان ابراهيم (عليه الصلواة والسلام) کي دوست بنايو ۽ ڪي چون پيا تہ اهو حضرت موسیٰ (عليہ‌الصلواة والسلام)سان ڳالهائڻ کان وڌيڪ عجب وارو ناهي،ان سان الله تعاليٰ پاڻ ڳالهايو آهي. ڪنهن چيو تہ عيسيٰ (عليه الصلواة والسلام) الله جو روح ۽ ان جو فرمان آهي. ٻئي چيو تہ آدم (عليه الصلواة والسلام) کي الله برگزيدو بنايو آهي. اها گفتگو هلي رهي هئي تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن انهن تي سلام ورائي فرمايو"مون اوهان جي ڳالهين کي ۽ عجب ۾ پوڻ کي ٻڌو آهي. بيشڪ ابراهيم الله جو خليل آهي اهو(واقعي) ائين آهي. ۽ موسیٰ نجي الله آهي ۽ اهو (واقعي) ائين آهي. ۽ عيسيٰ الله جو روح ۽ فرمان آهي ۽ اهو(واقعي) ائين آهي ۽ آدم کي الله تعاليٰ برگزيدو بنايو آهي ۽ اهو (واقعي) ائين آهي.

"اَلَا وَاَنَا حَبِيْبُ اللهِ وَلَا فَخْرَ وَاَنَا حَامِلُ لِوَاءِ الْحَمْدِ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَلَافَخْرَ وَاَنَا اَوَّلُ شَافِعٍ وَّاَوَّلُ مُشَفَّعٍ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَلَا فَخْرَ وَاَنَا اَوَّلُ مَنْ يُحَرِّكُ حَلَقَ الْجَنَّةِ فَيَفْتَحُ اللهُ لِيْ فَيُدْخِلُنِيْهَا وَمَعِيَ فُقَرَاءُ الْمُؤْمِنِيْنَ وَلَا فَخْرَ وَاَنَا اَكْرَمُ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ وَلَافَخْرَ "(١)

(١) ترمذي شريف صہ ٢٠٢جزء٢

يعني خبردار! اهي سڀ نبي انهيءَ شان وارا آهن، پر مان الله جو حبيب آهيان ۽ (مون کي ان تي) فخر ناهي ۽مان قيامت ۾ حمد جي جهنڊي جو کڻندڙ آهيان ۽ (پرمون کي ان تي) فخر نہ آهي ۽ مان پهريون شفاعت کندڙ ۽پهريون شفاعت قبول پيل آهيان ۽ (پر مونکي ان تي) فخرنہ آهي ۽مان اها پهرين شخصيت آهيان، جيکو جنت جي کڙي کي کڙڪائيندو پوءِ الله منهنجي لاءِ جنت جو دروازو کوليندو ۽ مون کي جنت ۾ داخل کندو ۽مون سان گڏ مسکين مومن هوندا ۽ (پر مون کي ان تي) فخر نہ آهي ۽ مان پهرين ۽ پوئين کان وڌيک عزت وارو آهيان، ۽ (پر مون کي ان تي) فخر نہ آهي.

حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ عليہ الرحمة انااکرم الاولين والاخرين جي شرح ۾لکيو آهي تہ

*ظاهر درآنست کہ دراين حديث مراد از اولين و آخرين انبياء اند واگر در اوّلين ملائکہ را نيز داخل دارند دور نباشد (١)*

يعني پهرين ۽ پوئين مان مراد نبي سڀورا عليهم الصلواة والسلام آهن جيکي هک ٻئي کان اڳي پوءِ آيا،، پر جيکڏهن پهرين ۾ ملائکن کي بہ داخل کجي تہ پري نہ آهي. مقصد تہ پاڻ نبين عليهم الصلواة والسلام ۽ملائکن سڀني کان وڌيک عزت ۽اکرام جا صاحب آهن

(١) اشعة اللمعات ص- ٥٠١ ج ٤

هن کان پوءِ حضرت امام اعظم عليہ الرحمۃ حضور پرنور صلي الله عليہ وسلم جن جا ڪجهہ معجزا بيان فرمايا آهن.

شعر (١٦)

نَطَقَ الذِّرَاعُ بِسَمِّهٖ لَکَ مُعْلِنًا
وَالضَّبُّ قَدْ لَبَّاکَ حِيْنَ اَتَاکَا

ترجمو

ٻڪريءَ جي اڳينءَ ٽنگهہ (واري گوشت) اوهان کي اعلان ڪندي ان ۾ زهر ملايل جي ڳالهہ ڪئي ۽ گوهہ جنهن وقت اوهان وٽ آئي تہ اوهان کي جيءُ جيءُ چيائين.

## تشريح

### ٻہ معجزا

هن شعر ۾ حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ٻن معجزن جو بيان آهي.

### هڪ زهر ملايل گوشت جو ڳالهائڻ.

جيئن حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ خيبر جي يهوديائيءَ ٻڪريءَ (جي گوشت) ۾ زهر ملائي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جي لاءِ هديو ڪري موڪليو، رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن ان مان اڳيئن ٽنگهہ جو گوشت

ڪائڻ شروع ڪيو، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ”هٿ ڪٽو“ يعني نہ کائو ۽ يهودياڻيءَ کي ماڻهو موڪلي گهرايائون. (جڏهن اها آئي تہ) انکي فرمايائون، تہ ”هن ۾ زهر ملايل آهي؟“ يهودياڻيءَ چيو تہ اوهان کي ڪنهن ٻڌايو؟ پاڻ فرمايائون تہ ”هن جيڪو منهنجي هٿ ۾ آهي“ (ٻڪريءَ جي اڳئين ٽنگ جو گوشت) ان چيو تہ هائو مون (دل ۾) چيو هو تہ جيڪڏهن نبي هوندو تہ ان کي زهر ڪڏهن بہ نقصان نہ ڏيندو ۽ جيڪڏهن نبي نہ هوندو تہ (ڪائڻ سان ختم ٿي ويندو ۽) اسين ان کان ڇٽي پونداسين. پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ان کي معاف ڪري ڇڏيو. (١)

## فائدو

ان عورت جو نالو زينب بنت حارثہ هو. ان جي مڙس جو نالو سلام بن مشڪم هو. ان عورت پهريائين پڇا ڪئي هئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن کي ٻڪريءَ جي گوشت مان ڪهڙو گوشت وڌيڪ پسند آهي. ڪيس ٻڌايو ويو تہ اڳئين ٽنگ جو گوشت. ان وٽ هڪ ننڍي ٻڪري هئي ان کي کهي ان ۾ زهر گهڻو ملائي موڪليائين. آڻ واري اچي حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي اڳيان رکيو. ان وقت جيڪي اصحابي سڳورا موجود هئا انهن بہ ڪائڻ شروع ڪيو ۽ اهي شهيد ٿي ويا (٢)

(١) مشڪواة المصابيح ص- ٥٤٣ (٢) مظاهر حق تتمہ ص ٣٨ ج ٤

ڦهريائين حضور صلي الله‌عليه وسلم جن ان عورت کي معاف
ڪري ڇڏيو هو. پر جڏهن ان زهر ملايل گوشت کائڻ جي
ڪري حضرت بشر بن براءَ بن معرور صحابي رضي الله‌عنه
شهيد ٿي ويو ته پوءِ رسول الله‌صلي الله‌عليه وسلم جن ان
يهودياڻيءَ جي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ اها اصحابيءَ جي
خون جي بدلي ۾ قتل ڪئي وئي (١)

## ٻيو ڳوهه جو ڳالهائڻ

حضرت عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت آهي ته
هڪ ڀيري حضرت رسول الله‌صلي الله عليه وسلم جن پنهنجن
اصحابن (رضي الله‌عنهم) جي جماعت ۾ تشريف فرما هئا ته
قبيلي بني سليم مان هڪ بدوي شڪار ڪيل ڳوهه کڻي آيو ۽
اچي عرض ڪيائين ته، لات ۽ عزيٰ جو قسم آهي، ته مان
اوهان تي تيستائين ايمان نه آڻيندس، جيستائين هيءَ ڳوهه
ايمان نه آڻيندي.

حضور صلي الله عليه وسلم جن ان ڳوهه کي سڏي
فرمايو ته ”اي ڳوهه“ان ڳوهه چٽيءَ زبان سان عربيءَ ۾ ڳالهايو
جو سيني کي سمجهه ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين: لَبَّيْکَ
وَسَعْدَيْکَ يَا رَسُوْلَ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ.

(١) تتمه مظاهر حق ص ٣٨ ج ٤

يعني حاضر آهيان، حاضر آهيان اي جهانن جي رب جا رسول! پاڻ ان کي فرمايائون تہ "ڪنهن جي تي عبادت ڪرين؟" عرض ڪيائين: ان (پاڪ ذات) جي جنهن جو آسمانن تي عرش ۽ زمين ۾ بادشاهي ۽سمنڊ ۾ رستا ۽جنت ۾ رحمت ۽ جنهم ۾ عذاب آهي. فرمايائون: "مان ڪير آهيان؟" عرض ڪيائين: اوهان جهانن جي رب جا رسول آهيو ۽ نبين عليهم الصلواة والسلام ۾ آخري نبي (صلي الله عليہ وسلم) آهيو. جنهن اوهان کي سچو چيو اهو ڪامياب ٿيو ۽ جنهن اوهان کي ڪوڙو چيو اهو تباهہ ٿيو.اهو ٻڌي بدويءَ اسلام قبول ڪيو (١)

دار قطنيؒ، بيهقيؒ، حاڪم ۽ ابن عديؒ هن قصي کي هن طرح تفصيل سان آندو آهي تہ، اهو بدوي ڳوهہ ماري پنهنجي سامان واري جاءِ ڏانهن ڪنيو ٿي ويو تہ حضورصلي الله عليہ وسلم جن جي مٿان اصحابن جي جماعت بيٺل ڏسي پڇيائين تہ: هيءَ جماعت ڪنهن جي مٿان بيٺي آهي؟. انهن چيو تہ الله جي نبيءَ جي مٿان. پوءِ حضورصلي الله عليہ وسلم جن وٽ اچي گستاخي جا لفظ ڪديائين. حضرت عمر عرض ڪيو تہ: يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم! مون کي ڇڏيو تہ مان هن کي قتل ڪيان. پاڻ فرمايائون تہ "نہ ٻچا توکي خبر نہ آهي تہ

(١) حجة الله علي العالمين ص- ٣٦٥

بردبار جو مقام ڪهڙو آهي؟" پوءِ ان بدويءَ گوهه جي شاهدي طلب ڪئي، جيئن مٿينءَ روايت ۾ آيو. وڏيڪ لکن ٿا تہ ان بدويءَ عرض ڪيو تہ جڏهن مان اوهان وٽ آيو هوس تہ ان وقت منهن جو ساري زمين تي اوهان کان وڏيڪ دشمن نہ هو ۽ الله جو قسم آهي تہ اوهان هينئر مون کي ساه ۽ اولاد کان وڏيڪ پيارا آهيو. منهنجي وار وار، کل، اندر، ٻاهر، باطن، ظاهر اوهان تي ايمان آندو آهي، پاڻ ان کي فرمايائون تہ: "سڀ تعريف ان الله جي ذات پاڪ لاءِ ثابت آهي، جنهن توکي هن اهڙي دين جي لاءِ هدايت نصيب ڪئي آهي، جيڪو (ٻين دينن کان) مٿي ٿيندو پر ان کان ڪو بہ مٿي نہ ٿيندو ۽ اهو دين نماز کان سواءِ قبول نہ آهي، ۽ نماز قرآن کان سواءِ قبول نہ آهي" ان عرض ڪيو تہ، يا رسول الله! (صلي الله عليه وسلم) مون ڪٿي بہ اهڙو سهڻو ڪلام نہ ٻڌو آهي، پاڻ فرمايائون تہ" هيءُ رب العالمين جو ڪلام آهي شعر نہ آهي، جنهن وقت تو هڪ ڀيرو قل هو الله أحد پڙهيو تہ چوٿ قرآن جو ٽيون حصو پڙهي ڇڏيئي، ٻہ ڀيرا قل هوالله احد پڙهيئي تہ چوٿ ٻہ حصا قرآن پڙهيئي ٽي ڀيرا قل هوالله احد پڙهيئي تہ چوٿ سڄو قرآن پڙهي ڇڏيئي" بدويءَ عرض ڪيو تہ: اسان جو ڏٺي اهڙو مهربان آهي جو ٿورو قبول ڪندو آهي گهڻو ڏيندوآهي. ان کان پوءِ ان کي فرمايائين تہ" توکي ملڪيت آهي؟" ان عرض

ڪيو تہ بني سليم قبيلي ۾ مون کان وڌيڪ ڪو مسڪين نہ آهي. پاڻ اصحابن کي فرمايائون تہ "هن کي پئسا( سامان وغيره) ڏيو"اصحابن ان کي ايترو ڏنو جو ان جي ڪٺڻ کان ڳرو ٿي ويو، (حضرت) عبدالرحمان بن عوف (رضي الله عنه) عرض ڪيو تہ مان هن کي پنهنجي تڪي هلندڙ ڏاچي ٿو ڏيان جنهن کي ڪا بہ سواري پهچي نہ ٿي سگهي، اها مون کي تبوڪ ۾ ملي هئي، پاڻ فرمايائون تہ: (اي عبدالرحمان) "ان ڏاچيءَ جي صفت مان بيان ڪيان؟ جيڪا الله تعاليٰ توکي ان جي عوض ۾ عطا فرمائيندو" عرض ڪيائين: هائو، اي الله جا رسول بيان فرمايو. پاڻ فرمايائون:" تنهن جي لاءِ (جنت جي) ڏاچي آهي. جيڪا اڇي موتيءَ مان تيار ٿيل آهي، انجا پير سائي زبرجد جا ۽ اکيون ڳاڙهي ياقوت جون هونديون. ان جي مٿان پاکڙو هوندو جنهن تي سائو ٿلهو ريشم پيل هوندو توکي پل صراط تان ڪٺي اهڙي تکي لنگهندي جيئن ڪنوڻ چمڪندڙ هوندي آهي" پوءِ اهو بدوي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت مان موڪلائي روانو ٿيو. رستي ۾ ان کي هزار شخص تلوارن سان تيار سوارين تي سوار مليا، انهن کان پڇيائين تہ: ڪيڏانهن ٿا وڃو؟ چيائون ان شخص سان جنگ ڪرڻ جو ارادو آهي، جيڪو ڪوڙ ٿو هڻي۽ پاڻ کي نبي ٿو سمجهي. انهن جي اڳيان جڏهن بدويءَ شهادت جو ڪلمو پڙهيو تہ انهن

پڇيو تہ: تون بہ اباڻي دين کان ڦري ويو آهين ڇا؟ ان جڏهن ڳوهہ وارو واقعو انهن کي ٻڌايو تہ انهن بہ اسلام قبول ڪيو ۽ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ آيا. حقيقت بيان ڪري عرض ڪيائون تہ، اسان کي ڪو حڪم فرمايو تہ ان تي عمل ڪيون، پاڻ انهن کي فرمايائون تہ خالد بن وليد جي ڪمان ۾ ان جي جهنڊي جي هيٺان رهو" حضرت ابن عمر رضي الله عنهما فرمايو آهي تہ هن ڪان سواءِ ڪڏهن بہ ائين هزار شخص هڪ هنڌ مسلمان نہ ٿيا هئا جيئن اهي مسلمان ٿيا هئا. (١)

شعر (١٧)

## وَالذِّئْبُ صَدَّقَ وَالْغَزَالَةُ قَدْ شَكَتْ

## بِكَ تَسْتَجِيْرُوَ تَحْتَمِيْ بِحِمَاكَا

ترجمو

۽ بگهڙ تصديق ڪئي ۽ هرڻيءَ شڪايت ڪئي. اوهان سان پناهہ پئي وٺي ۽ اوهان جي حمايت سان مدد پئي حاصل ڪري

## تشريح

بگهڙ ۽ هرڻي وارا ٻہ معجزا

هن شعر ۾ بہ ٻن معجزن جو بيان آهي. هڪ بگهڙ

(١) حيواة الحيوان ص- ٦٣٨، ج ١

جي تصديق ڪرڻ، جيئن حضرت ابو هريره رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته، هڪ ڀيري بگهڙ ٻڪري ڪٽي هليو ته ڌنار همت ڪري جڏهن ان ڪان اها ٻڪري ڇڏائي ته اهو بگهڙ دڙي تي ويهي ڌنار سان ڳالهائڻ لڳو، ۽ چيائين ته جيڪو رزق مون کي الله تعالىٰ عطا ڪيو هو، تو مون ڪان اهو ڪسيو آهي، بگهڙ جو ڳالهائڻ ٻڌي ڌنار جي زبان مان نڪتو ته عجب آهي جو بگهڙ ڳالهائي ٿو. بگهڙ چيو ته ان ڪان وڌيڪ عجب جهڙي ته ڳالهه اها آهي جو ٻن پٿريلي زمين جي ڪجين جي وچ ۾ هڪ اهڙي هستي آهي جو اوهان کي اڳيون، پويون خبرون ٻڌائي ٿو ۽ اوهان ان کي سچو نه ٿا سمجهو. حضرت ابو هريره رضي الله عنه فرمايو ته، اهو ڌنار يهودي هو، اها سچي حقيقت سمجهي حضورصلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، واقعو به بيان ڪيائين ۽ اسلام به قبول ڪيائين (١)

# ڀيو هرڻيءَ جي شڪايت ڪرڻ

حضرت ام سلمه رضي الله عنها ڪان روايت آهي ته، حضورصلي الله عليه وسلم جن هڪ جهنگل ۾ تشريف فرماهئا ته هڪ هرڻيءَ کين سڏ ڪيو. يارسول الله(صلي الله عليڪ وسلم) پاڻ توجهه فرمائي ڏنائون ته هڪ هرڻي ٻڌي پئي آهي. پاڻ ان ڪان پڇيائون ته "ڇا ٿي چوين؟" ان عرض ڪيو

(١) حجة الله علي العالمين ص - ٤٦٣.

تہ مون کي هڪ اعرابيءَ شڪار ڪيو آهي ۽ هن جبل ۾ منهنجا ٻہ ننڍڙا ٻچا آهن.مون کي ڇڏايو تہ مان انهن کي کير پياري اچان. پاڻ فرمايائون تہ، ”تون موٽي ايندينءَ؟“ ان عرض ڪيو تہ هائو مان موٽي ايند يس. پاڻ ان کي ڇڏ يائون، اها وئي ۽ ٻچن کي کير پياري موٽي آئي. اعرابيءَ حضورصلي الله عليہ وسلم جن جو اهو معجزوُ ڏسي عرض ڪيو تہ: اوهان جو ڪو حڪم هجي تہ فرمايو، پاڻ فرمايائون تہ” هن هرڻيءَ کي ڇڏي ڏي“. ان حڪم مجي ڇڏي ڏنو ۽ اها هرڻي اَشْهَدُ اَنْ لَّآاِلٰهَ اِلَّااللهُ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللهِ (صلي الله عليہ وسلم) چوندي هلي وئي (١)

شعر(١٨)

وَكَذَا الْوُحُوْشُ اَتَتْ اِلَيْکَ وَسَلَّمَتْ
وَشَكَا الْبَعِيْرُ اِلَيْکَ حِيْنَ رَاٰ كَا

ترجمو

۽ اهڙيءَ طرح جانور اوهان وٽ آيا ۽ سلام پڙهيائون. ۽ جنهن وقت اوهان کي اٺ ڏٺو تہ(پنهنجي مالڪ جي) شڪايت ڪيائين.

(١) حجۃ الله علي العالمين ص- ٤٦١

# تشــريــح
## پاڻ سڳورن کي ٻڪرين سجدو ڪيو

حضرت حبيب اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي ذات رحمة للعالمين آهي. ان جي ڪري هر شيءِ پنهنجي درد جي دانهن سندن دربار ۾ پيش ڪندي هئي. جيئن حضرت انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي ته: هڪ ڀيري رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ۽ ابوبڪر ۽ عمر (رضي الله عنهما) هڪ انصاريءَ جي باغ ۾ ويا، اتي ڪجهه ٻڪريون هيون جن حضورصلي الله عليه وسلم جن کي ڏسي سجدو ڪيو، حضرت ابو بڪر (رضي الله عنه)عرض ڪيو ته: اسان تي انهن ٻڪرين کان وڌيڪ حق آهي ته اسين اوهان کي (تعظيم جو)سجدو ڪيون. پاڻ فرمايائون ته نه "جيڪڏهن الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي سجدو ڪرڻ جائز هجي ها ته مان عورتن کي امر ڪيان ها ته اهي مڙسن کي سجدو ڪن ها"(١)

اهڙيءَ طرح هڪ ڀيري رسول الله صلي الله عليه وسلم جن هڪ باغ ۾ تشريف فرما ٿيا . اتي هڪ اٺ هو جيڪو به ان باغ ۾ ويندو هو ته اهو اٺ ان کي کائيندو هو. پاڻ ان اٺ کي سڏ ڪيائون ته اهو هليو آيو ۽ اچي حضورصلي الله عليه وسلم جن کي سجدو ڪيائين (٢)

---

(١) حجة الله علي العالمين ص- ٤٦١

(٢) حجة الله علي العالمين ص- ٤٥٩

# اُٺ شڪايت ڪئي

هڪ ڀيري محبوب آقا صلي الله عليـه وسلم جن هڪ رستي سان وڃي رهيا هئا تہ هڪ اٺ سندن اڳيان اچي مٿو رکي آواز ڪرڻ لڳو، پاڻ ان جي مالڪ کي سڏي فرمايائون تہ: هيءُ اٺ شڪايت ٿو ڪري تہ مون کان ڪم گهڻو ٿا وٺن. گاهہ ٿورو ٿا ڏين (اها شڪايت دور ڪريو). (١)

(١٩)

وَدَعَوْتَ اَشْجَارًا اَتَتْکَ مُطِیْعَۃً

وَسَعَتْ اِلَیْکَ مُجِیْبَۃً لِنِدَا کَا

ترجمہ: ۽ اوهان وڻن کي سڏيو تہ اوهان وٽ حڪم مڃيندي آيا ۽ اوهان جي سڏ کي قبول ڪري اوهان ڏانهن ڊوڙندا آيا.

# وڻن فرمانبرداري ڪئي

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسين سفر ۾ حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن سان گڏ هئاسين تہ هڪ اعرابي آيو. پاڻ ان کي الله تعاليٰ جي دعوت ڏنائون. ان عرض ڪيو تہ اوهان جي رسول هجڻ جو شاهد ڪير آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ "هيءُ وڻ جيڪو سامهون واديءَ جي پاسي تي نظر اچي رهيو آهي" ۽ ان کي سڏ ڪيائون تہ اهو

(١) مشڪواة المصابيح ص- ٥٤٠

زمين چيري سندن سامهون آيو. پاڻ ان کان تي ٻيرا شاهدي پڇيائون ان هر ٻيري شاهدي ڏني تہ اوهان الله تعاليٰ جا رسول آهيو. ان کان پوءِ اجازت وٺي ساڳيءَ جاءِ تي واپس هليو ويو. (١)

اهڙيءَ طرح حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن جنَّ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا تہ انهن پڇيو تہ ٻيو ڪير ٿو شاهدي ڏي تہ اوهان الله جا رسول آهيو؟ پاڻ فرمايائون تہ: "هيءُ وڻ" ان کان پوءِ ان وڻ کي حڪم ڪيائون تہ پنهنجي پاڙن کي گهليندو آيو ۽ اچي شاهدي ڏنائين. (٢)

شعر (٢٠)

وَالْمَاءُ فَاضَ بِرَاحَتَيْکَ وَسَبَّحَتْ

صُمُّ الْحِصيٰ بِالْفَضْلِ فِيْ يُمْنَاكَا

ترجمو

۽ پاڻي اوهان جي ٻن هٿن مبارڪن مان وهي هليو ۽ الله جي مهربانيءَ سان بي زبان پٿرين بہ اوهان جي برڪت واري هٿ ۾ تسبيح پڙهي.

---

(١) حجة الله علي الله العالمين ص- ٣٤٢

(٢) مشكواة المصابيح ص- ٥٤١

# تشريح

## پاڻيءَ ۽ پٿرن وارا معجزا

حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ
حديبيه جي ميدان ۾ اصحابن سڀني (رضي الله عنهم اجمعين)
کي اڃ لڳي ۽ عرض ڪيائون تہ يا رسول الله! (صلي الله
عليه وسلم) اوهان جي لوٽي واري پاڻي (جيڪو وضوءَ ۾ استعمال
ڪندا آهيو) کان سواءِ ٻيو پاڻي نہ آهي. پاڻ ان ۾ پنهنجو
هٿ مبارڪ وڌائون تہ سندن آڱرين مبارڪن مان چشمن
وانگر ڦوهارا هٽي پاڻي وهڻ لڳو، ۽ اسان سڀني ڍؤ ڪري پاڻي
بہ پيتو ۽ وضو بہ ڪيو. حضرت جابر (رضي الله عنه) کان پڇيو
ويو تہ اوهان ڪيترا هئا؟ فرمايائون تہ جيڪڏهن هڪ لک هجون
ها تہ بہ اهو پاڻي ڪافي ٿي وڃي ها، پر اسين پندرهن سؤ هياسين (١)

## پٿرن جي تسبيح پڙهڻ

حضرت ابو ذر غفاري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ
مان رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت اقدس ۾
ويٺو هوس تہ حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر ۽ حضرت عثمان
رضي الله عنهم بہ هڪ ٻئي کان پويان حاضر ٿيا. رسول الله
صلي الله عليه وسلم جن جي سامهون ست پٿريون پيون هيون.

(١) مشڪواة المصابيح ص- ٥٣٢

پاڻ اهي ڪٽي هٿ تي رکيائون تہ اهي الله جي تسبيح پڙهڻ لڳيون، ۽ انهن جو آواز ماکيءَ جي مک وانگر هو پوءِ وري اهي پٿريون(حضرت)ابوبکر (حضرت) عمر(حضرت) عثمان (رضي الله عنهم اجمعين) بہ ڪنيونِ تہ انهن جي هٿن ۾ بہ اهڙيءَ طرح تسبيح پڙهنديون رهيونَ جيئن حضورصلي الله عليه وسلم جن جي هٿن مبارڪن ۾ (١)

شعر (٢١)

وَعَلَيْکَ ظَلَّلَتِ الْغَمَامَةُ فِي الْوَرىٰ
وَالْجِذْعُ حَنَّ اِلىٰ کَرِيْمِ لِقَاکَا

ترجمو

۽ اوهان تي دنيا ۾ ڪڪرن ڇانو ڪئي ۽ ڪجيءَ جي ٿڙ اوهان جي پلي ديدار لاءِ رنو.

## تشريح

ڪڪرن جي ڇانو ۽ ڪجيءَ جي ٿڙ جو روئڻ

هن شعر ۾ بہ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي ٻن معجزن جو بيان آهي.

(١) مدارج النبوة ص- ٣٥٥ ج١

## هڪ (١) ڪڪرن جي ڇانو ڪرڻ

جيئن حضرت حليمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ، رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ٽن سالن جي عمر جا ٿيا تہ مون کان موڪل وٺي پنهنجي کير ڀائرن سان گڏ لٺ کٽي ٻڪريون چارڻ لاءِ ويا. صبح جو ويندا هئا ۽ شام جو خوش ٿي موٽي ايندا هئا. ٻڪريون سڄو ڏينهن چرنديون هيون جنهن ڪري مون کي ڊپ ٿيو تہ متان کين گرمي لڳي، تہ منهنجي نياڻيءَ (جنهن جو نالو شيماهو) مون کي ٻڌايو تہ امان! تون ڪو غم نہ ڪر، مون ڏٺو آهي تہ گرميءَ ۾ (حضرت) محمد (صلي الله عليه وسلم) تي ڪڪر ڇانو ڪندا آهن. (١)

## ٻيو (٢) ڪجيءَ جي ٿڙ جو روئڻ

حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ عليه الرحمة لکيو آهي تہ شروعات ۾ مسجد نبويءَ جي ڇت ڪجيءَ جي ڪاٺ جي ٿنڀن تي بيهاريل هئي. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن انهن مان هڪ ٿڙ تي ٽيڪ ڏئي خطبو ڏيڻ فرمائيندا هئا جڏهن سندن لاءِ منبر ٺهيو ۽ پاڻ منبر تي ويهي خطبو ارشاد فرمايائون تہ اهو ٿڙ زار زار ائين روئڻ لڳو جيئن اها ڏاچي رڙيون ڪندي آهي جنهن کان ٻچو جدا ٿيندو آهي. ان ٿڙ جي روئڻ سان سڄي مسجد ڏڪڻ لڳي ۽ ان جي بي قراريءَ آه

(١) نشرالطيب ص-٣٨

زاريءَ کي ڏسي ماڻھن مان ٻه ڏانھو نڪري ويون ۽ ٽڙ ٽڪراٽڪرا ٿي ڪرڻ لڳو. حضورصلي الله عليه وسلم جن ان جي ڪرندڙن ٽڪرن کي ملائي فرمايو: ”رڙيون نه ڪر جيڪڏھن تون گھرين تہ توکي ان باغ ۾ لڳايو وڃي جنھن ۾ تون اول ھوندو ھئين ۽ تنھنجي ساڳي صورت ٿي وڃي، جنھن ۾ ڦريان ھوندو ھئين. ۽ جيڪڏھن تون گھرين تہ توکي جنت ۾ لڳايو وڃي جتي الله تعاليٰ جا پيارا ٻانھا تنھنجي ڪجور کائين.“ ان کان پوءِ پاڻ ان ڏانھن ڪن مبارڪ ويجھو ڪري ان جي ڳالھہ ٻڌي فرمايائون تہ ”ھيءُ جنت ۾ رھڻ ٿو گھري“ (١)

## فائدو

ھن روايت ۾ ڪجيءَ جي ٽڙ کي اختيار ڏيڻ مان ثابت ٿيو تہ پاڻ صلي الله عليه وسلم جن مختار آھن ٻئي ڳالھيون ڪري سگھيا ٿي.

شعر (٢٢)

وَكَذَاكَ لَا اَثَرٌ لِمَشْيِكَ فِي الثَّرٰي
وَالصَّخْرُ قَدْ غَاصَتْ بِهٖ قَدَمَاكَا

(١) مدارج النبوة ص- ٣٥٣ ج ١

### ترجمو

۽ اهڙيءَ طرح اوهان جي هلڻ جو نشان مٽيءَ تي نہ بيٺو ۽ وري پٿرن تي اوهان جي پيرن جا نشان ٿهي بيٺا.

## تشريح

هجڻ تہ اهو گهرجي تہ پٿرن تي پيرن جو نشان نہ بيهي مٽيءَ تي بيهي، پر حضورصلي الله عليہ وسلم جن جو هيءُ ڪمال آهي جو سندن قدمن مبارڪن جا پٿرن تي نشان بيٺا، مٽيءَ تي نہ بيٺا.

## مٽيءَ تي پيرن جي نشان جو نہ بيهڻ

روايت آهي تہ جنهن وقت رسول اللهصلي الله عليہ وسلم جن هجرت جي لاءِ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کي پاڻ سان وٺي مڪي مڪرمہ مان نڪتا هئا تہ مڪي جي قريشين ڪافرن سندن پويان پير کڻڻ جي ڪوشش ڪئي مگر ڪٿي بہ انهن کي پيرن جو نشان نظر نہ آيو.

## پٿرن تي پيرن مبارڪن جي نشان جو بيهڻ

علامہ احمد قسطلانيءَ عليہ الرحمة لکيو آهي تہ

انہ صلي الله عليہ وسلم كان اذا مشي في الصخر غاصت قدماه فيہ واثرتا فيہ (١)

(١) مواهب لدنيہ مع شرحہ الزرقاني ص- ٢٤٦ ج-٦

يعني جنهن وقت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سخت پٿرن تي هلندا هئا( تہ اهي سندن قدمن جي لاءِ نرم ٿي پوندا هئا) سندن قدمن جا نشان انهن تي نهي بيهندا هئا.

علامه شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ عليہالرحمه لکيو آهي تہ، علماءَ فرمائين ٿا تہ نبين سڳورن عليهم السلام جي لاءِ پٿر ۽ لوهہ نرم کيو ويوآهيءِ مکي مکرمہ جي ان جبل ۾ جتي حضور صلي الله عليه وسلم جن ٻکرين سان گڏجي ويندا هئا سندن قدمن مبارکن جا نشان اڃا تائين موجود آهن. (١)

فقير محمد ادريس ڏاهري عفي عنه عرض گذار آهي تہ اهي نشان هاڻي ليڻ محال ٿي ويا آهن جو نجدي عالمن ۽ حاڪمن حضور صلي الله عليه وسلم جن جي برڪت وارن نشانن قائم رکڻ کي شرڪ سمجهي سڀ نشان ڊاهي ڇڏيا آهن . الله تعاليٰ کين هدايت کري.

## شعر (٢٣)

وَشَفَيْتَ ذَاالْعَاهَاتِ مِنْ اَمْرَاضِهٖ
وَمَلَاْتَ كُلَّ الْاَرْضِ مِنْ جَدْوَاكَا

### ترجمو

۽ اوهان بيمارن کي انهن جي بيمارين کان شفا ڏني ۽

(١) مدارج النبوة - ٣٥١- ج -١.

ساري زمين کي پنهنجي سخاوت سان پري ڇڏيو.

## تشريح

حضورصلي الله علـه جن جي هٿان ڪيترا بيمار صحتياب ٿيا ۽ ڪيترن زخمين جا زخم ختم ٿي ويا. انهن مان ڪجهه حضرت امام صاحب اڳتي بيان ڪيا آهن. هتي صرف هڪ ڳالهه سمجهڻ جوڳي آهي.

## شفا ڏيڻ جي نسبت حضور صلي الله عليه وسلم جن ڏانهن ڪرڻ

حضرت امام صاحب شَفَيْتَ ۾ شفا ڏيڻ جي نسبت حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڏي ڪئي آهي. يعني اوهان شفا ڏني. هن وقت به اسان جا سادا مسلمان پنهنجي درد لهڻ جي نسبت الله تعاليٰ جي پيارن ڏانهن ڪندا آهن ۽ اها جائز آهي، جيڪڏهن ناجائز هجي ها ته حضرت امام اعظم عليه الرحمة حبيبن ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڏانهن اها نسبت نه ڪري ها، پر اها ڳالهه ذهن نشين ڪرڻ ضروري آهي ته اها نسبت مجازي آهي، جيئن حضرت عيسيٰ عليه الصلواة والسلام جي فرمان کي الله تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ بيان ڪيو آهي.

”وَاُبْرِيءُ الْاَڪْمَهَ وَالْاَبْرَصَ وَاُحْيِ الْمَوْتيٰ بِاِذْنِ اللهِ“

يعني "ماءُ جي پيٽ مان انڌي ڄاول کي ۽ ڪوڙهه واري کي چاڪ ٿوڪيان ۽ مئلن کي جيئرو ٿيو ڪيان الله تعاليٰ جي اذن سان. هنن لفظن تي غور ڪيو تہ اُبْرِئُ ۽ اُحْيِيْ واحد متڪلم جا صيغا آهن يعني مان ٿو چاڪ ڪيان ۽ مان ٿو جيئرو ڪيان. پنيان باذن الله تہ آهي پر لفظ جي نسبت پاڻ ڏي ڪرڻ مان مٿيون مسئلو صاف صاف ثابت ٿي رهيو آهي تہ مجازي طرح پاڻ ڏي نسبت ڪرڻ بہ جائز آهي.

شعر (٢٤)

وَرَدَدْتَّ عَيْنَ قَتَادَةَ بَعْدَ الْعِمَي

وَابْنَ الْحُصَيْنِ شَفَيْتَهٗ بِشِفَاكَا

ترجمو

۽ اوهان قتاده رضي الله عنہ جي اک کي نابينا ٿيڻ کان پوءِ موٽايو، ۽ اوهان ابن الحصين (ص سان) کي پنهنجيءَ شفا سان شفا ڏني.

## تشريح

اک صحيح ڪرڻ ۽ شفا ڏيڻ وارا ٻہ معجزا.

---

حضرت قتاده بن نعمان رضي الله عنہ حضور پر نور صلي الله عليہ وسلم جو پيارو صحابي هو. جڏهن احد شريف وٽ

جنگ ۾ تـہ دشمن جو تير حضرت قتاده رضي الله عنـه جي اک مبارڪ جي هيٺان اهڙيءَ طرح لڳو جواک ٻاهر نڪري آئي، ۽ ڳل جي مٿان لڙڪي بيٺي. حضرت قتاده مايوس نہ ٿيو ۽ هر درد جي دوا، حضرت محمد صلي الله عليـه وسلم جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائين. پاڻ اها نڪتل اک ورائي ساڳيءَ جاءِ تي بيهاريائون تہ صفا ٺيڪ ٿي وئي ۽ ٻيءَ اک کان بہ وڌيڪ سهڻي ٿي بيٺي (١)

اهڙيءَ طرح حضورصلي الله عليـه وسلم جن جي صحابيءَ ڪلثوم بن حصين رضي الله عنـه جي ڳچيءَ ۾ تير لڳو جنهن کيس بيقرار بنايو. محبوب ڪريم صلي الله عليـه وسلم جن ان ڌڪ واريءَ جاءِ تي پنهنجي لِبُ مبارڪ لڳائي تہ ڦٽ ختم ٿي ويو. (٢)

شعر (٢٥)

وَكَذَا خُبَيْبًا وَابْنَ عَفْرَآءَ بَعْدَمَا

جُرِحَا شَفَيْتَهُمَا بِلَمْسِ يَدَاكَا

(١) مدارج النبوة ص- ٣٥٧ ج-١

(٢) السيرة الحلبية ص- ٣٤٨ ج ٣

ترجمو

اهڙيءَ طرح خبيب ۽ ابن عفراءَ کي انهن جي ڦٽجڻ کان پوءِ اوهان پنهنجن هٿن(مبارڪن)لڳائڻ سان شفا عطا ڪئي

## تشريح

### ٻن صحابن کي شفا ڏيڻ

حضرت خبيب رضي الله عنــه کي بدر جي جنگ ۾ پٺيءَ تي تلوار لڳي ۽ پاسري ڪٽجي پئي. حضرت رسول اللهصلي الله عليه وسلم جن پنهنجو هٿ مبارڪ ان تي گهمايو تہ ٺيڪ ٿي ويو.

## فائدو

حضرت خبيب رضي الله عنـه جي والد جو نالو يساف بن عتبه هو. حضرت خبيب رضي الله عنه بدرجي جي جنگ ۾ شان حاصل ڪندڙن اصحابن مان آهي (١)

اهڙيءَ طرح ان ئي بدر جي جنگ ۾ حضرت معوذ بن عفراءَ جي ٻانهن ڪٽجي ويئي ۽ اها عڪرمـه بن ابو جهل تلوار جو ڌڪ هڻي ڪٽي هئي. حضرت معوذ اها ڪٽيل ٻانهن ڪٽي، حبيب ڪريم صلي الله عليـه وسلم جن جي خدمت ۾ آيو. پاڻ ان کي ڪٽجڻ واري جاءِ تي رکي پنهنجي لِب مبارڪ هنيائون تہ اها اهڙيءَ طرح ڳنڍجي وئي جڻ ڪٽيل ئي ڪانہ هئي (٢)

(١) حلية الاولياء ص- ٣٦٤ ج١ جزء١ (٢) السيرت الحلبية ص- ٣٤٨ ج٣

شعر (٢٦)

وَعَلِيًّا نِ الْمُرْمَدَّ إِذْ دَاوَيْتَهُ
فِيْ خَيْبَرٍ فَشُفِيَ بِطِيْبِ لُمَاكَا

ترجمو

۽(حضرت) عليءَ) جي سور واريءَ اکِ(مبارڪ)جي جنهن وقت اوهان خيبر ۾ دوا ڪئي تہ، اوهان جي لب(مبارڪ)جي خوشبوءِ سان شفا وارو ٿيو.

## تشريح

### حضرت عليءَ جي اک جو چڱو ڀلو ڪرڻ

خيبر ۾ حضرت عليءَ رضي الله عنہ جي اک ۾ درد ٿي پيو محبوب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ڪيس گهرائي سندس اک مبارڪ کي پنهنجي لِب مبارڪ لڳائي تہ درد دفع ٿي ويو ۽اک مبارڪ سهڻي ۽ صحتمند ٿي پئي. (١)

شعر (٢٧)

وَسَأَلْتَ رَبَّکَ فِي ابْنِ جَابِرٍ بَعْدَمَا
قَدْ مَاتَ أَحْيَاهُ وَقَدْ أَرْضَاكَا

ترجمو

۽ اوهان پنهنجي ربّ کان جابر جي پٽ لاءِ دعاگهري تہ

(١) زرقاني شرح المواهب ص- ١٨٧ ج٣

جيڪو وفات ڪري ويو. الله تعاليٰ ان کي جيئرو ڪري اوهان کي راضي ڪيو.

# تشريح

## جابر جي پٽ کي جيئرو ڪرڻ

روايت آهي ته حضرت جابر رضي الله عنه حضور صلي الله عليه وسلم جن جي دعوت ڪئي ۽ محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي کاڌو کارائڻ لاءِ ڇيلو ڪٺو. حضرت جابر جي وڏي پٽ ننڍي کي چيو ته بابا سائينءَ پنهنجي مهربان مهمان لاءِ ڇيلو ڪٺو آهي، اچ ته مان توکي ڏيکاريان ته بابا ڇيلي کي ڪيئن ڪٺو آهي، ائين چوڻ کان پوءِ ان ننڍي ڀاءُ کي زمين تي ليٽائي ان جي ڳچيءَ تي ڪاتي هلائي ته ڪسي ويو. حضرت جابر رضي الله عنه جي گهر واريءَ جڏهن ڏٺو ته ڊوڙندي آئي، پر اهو وڏو پٽ ماءُ جي ڊپ کان مٿي جاءِ جي ڇت ڏي ڀڳو ته ڇت تان ڪري پيو ۽ ڪرڻ شرط الله تعاليٰ سان واصل ٿيو سندس ساهه نڪري ويو. ان صبر واريءَ ماءُ روئڻ وغيره تي ڪنٽرول ڪيو ۽ دردناڪ واقعي کي دل ۾ رکي ٻنهي پٽن جي مٿان ڪپڙو وجهي طعام تيار ڪرڻ ۾ مشغول رهي، ايترو صبر ڪيائين جو مڙس کي به نه ٻڌايائين. جڏهن طعام تيار ڪري محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي اڳيان رکيائون ته

حضرت جبرئيل امين لهي آيو ۽ عرض ڪيائين ته الله تعاليٰ جو فرمان آهي ته جابر جي پٽن کي گهرائي پاڻ سان گڏ ڪارايو. پاڻ جابر کي حڪم فرمايائون، اهو تڪڙو اندر آيو ۽ پڇا ڪيائين ته سندس پٽ ڪٿي آهن؟ بي بي صاحبه عرض ڪيو ته ٻاهر آهن (واقعي رکيل ٻه ٻاهر هئا) ۽ اوهان رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته پاڻ طعام کائن. حضرت جابر وڃي عرض ڪيو مگر پاڻ فرمايائون ته: الله تعاليٰ جو حڪم آهي ته انهن کي پاڻ سان گڏ ڪاڏو ڪارايو. حضرت جابر جڏهن ان صبر ۽ شڪر ڪندڙ بي بيءَ صاحبه کي اها ڳالهه ٻڌائي ۽ ٻيو ٻيرو پڇيو تڏهن ان اکين مان بي اختيار پاڻي هاري ٻچن جي لاشن تان ڪپڙو لاٿو ۽ سڄو واقعو بيان ڪيو. حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي جبرئيل امين عرض ڪيو ته: اوهان ان جي پٽن جي لاشن تي هلي، مٿان ٻيهي دعا گهرو ته الله تعاليٰ جي اذن سان جيئرا ٿي پوندا. پاڻ انهن جي مٿان آيا ۽ دعا گهريائون ته ان ئي وقت جيئرا ٿي پيا ۽ حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سان گڏجي ڪاڏو ڪاڌائون (١)

شعر (٢٨)

شَاةٌ مَسَسْتَ لِأُمِّ مَعْبَدِ نِ الَّتِيْ
نَشَفَتْ فَدَرَّتْ مِنْ شِفَاءٍ قَيَاكَا

(١)شواهد النبوة ص- ١٤٣، مدارج النبوة ص- ٣٥٩ج١

### ترجمه

اوهان ام معبد جي ان ٻڪريءَ کي هٿ لڳايو جنهن جو کير سڪي ويو هو. پوءِ اوهان جي ڦيٽي جي شفا سان کير ڏنائين.

## تشريح

### ام معبد جي ٻڪريءَ کير ڏنو

جڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم جن مڪه مڪرمه مان هجرت ڪري مدينه منوره ڏانهن روانا ٿيا ته حضرت ابوبڪر رضي الله عنه کي پاڻ سان گڏ وٺي هليا هئا، واٽ سان ويندي بي بي ام معبد جي تنبن ڪان لنگهيا ۽ان ڪان گوشت ۽ ڇوهارا خريد ڪرڻ جو ارادو فرمايائون . پر ڏڪار جي ڪري ان وٽ ڪجهه به نه هو. ام معبد جي تنبوءَ ۾هڪ ٻڪري ڏسڻ ۾ آئي حضرت ابو بڪر رضي الله عنه ان ڪان پڇيو ته هيءَ ٻڪري هت ڪيئن رهجي وئي آهي؟ ام معبد عرض ڪيو ته ڪمزور هجڻ جي ڪري ٻين ٻڪرين سان گڏ نه ٿي هلي سگهي پاڻ پڇيائون ته ان ۾ کير آهي؟ ان عرض ڪيو ته ٿڻ ئي سڪي ويا اٿس اهو ٻڌي حضورعليه الصلواة والسلام جن فرمايو: " تون جيڪڏهن موڪل ڏين ته اسين هن مان کير ڏهون، " ان موڪل ڏني ته رسول اللهصلي الله عليه وسلم جن ان جي ٿڻن پنهنجو هڪ هٿ مبارڪ رکي دعا فرمائي ۽ٻيو هٿ ان

جي ٿڻن تي گهمائي بسم الله پڙهيائون تہ ٿڻ کير سان ڀرجي آيا.اها ٻڪري پير کولي بيٺي. پاڻ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ان مان کير ڏهڻ لڳا ۽ ان ايترو تہ کيرڏنو جو جيڪي بہ ام معبد وٽ ٿانوَ هئا سي سڀ کير سان ڀرجي ويا حضورصلي الله عليه وسلم جن ۽ سندن ساٿين کير پي ڍؤ ڪيو.اهي ٿانوَ کير سان ڀريل ام معبد جي حوالي ڪري، پاڻ مديني منوره ڏانهن روانا ٿيا .(١)

شعر (٢٩)

وَدَعَوْتَ عَامَ الْقَحْطِ رَبَّکَ مُعْلِنًا

فَانْهَلَّ قَطَرُالسُّحُبِ حِيْنَ دَعَاکَا

ترجمو

۽ ڏڪار واري سال ۾ اوهان پنهنجي پالڻهار کان کلي دعا گهري پوءِ جنهن وقت (صحابيءَ سڳوري) اوهانکي سڏيو تہ ڪڪرن مان مينهن وسيو.

## تشريح

### دعا سان مينهن وسڻ

هيءُ بہ محبوب عليه الصلواة والسلام جن جو معجزو آهي،جيئن حضرت انس رضي الله عنه کان رويت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جي وقت ۾ ڏڪار پيو. پاڻ جڏهن

(١) الرياض النضرة ص- ١٠٢ج-١

خطبي ارشاد فرمائڻ لاءِ منبر تي تشريف فرما ٿيا ته هڪ اعرابيءَ اٿي عرض ڪيو : يا رسول الله (صلي الله عليكَ سلم) مال هلاڪ ٿي ويو ۽ عيال بک ۾ آهي اوهان الله تعاليٰ کان دعا گهرو ته مينهن وسائي پاڻ هٿ مبارڪ مٿي ڪٽي دعا گهريائون ان وقت آسمان ۾ ڪڪرن جو ڪو نشان ئي نه هو، ان پاڪ ذات جو قسم آهي. جنهن جي قدرت جي هٿ ۾ منهنجو ساهه آهي ته پاڻ اڃان هٿ مبارڪ هيٺ ئي نه ڪيا هيائون ته سندن منهن مبارڪ تان مينهن جو پاڻي هيٺ وهڻ لڳو. ٻاهو مينهن ٻئي جمعي تائين وسندو رهيو، وري ان ساڳئي بدويءَ يا ٻئي ڪنهن اٿي عرض ڪيو ته. يَا رَسُوْلَ اللهِ تَهَدَّمَ الْبِنَاءُ وَغَرَقَ الْمَالُ: اي الله جا رسول جايون ڊهي پيون ۽ مال ٻڏي ويا، دعا گهرو ته مينهن بند ٿي وڃي. پاڻ هٿ مبارڪ مٿي ڪٽي فرمايائون. "اَللّٰهُمَّ حَوَالَيْنَا وَلَا عَلَيْنَا" : اي الله! اسان جي چوڌاري طرف مينهن وساءِ ۽ اسان تي نه وساءِ، ائين فرمائڻ کان پوءِ جنهن به طرف ڪڪرن ڏي اشارو ٿي فرمايائون ته: اهي ڪڪر هليا ٿي ويا ۽ مدينو پاڪ ڪڪرن کان صفا خالي ٿي ويو. باقي ٻين پاسن ڏانهن مينهن وسندو رهيو (١)

(١) مشڪواة المصابيح ص- ٥٣٦

شعر (٣٠)

وَدَعَوْتَ كُلَّ الْخَلْقِ فَانْقَادُوْا اِلٰي
دَعْوَاكَ طَوْعًا سَامِعِيْنَ نِدَاكَا

ترجمو

ءِ اوهان سڀني مخلوق کي(الله تعاليٰ جي توحيد ڏانهن) سڏيو پوءِ انهن اوهان جي سڏ کي ٻڌي اوهان جي حڪم کي خوشيءَ سان قبول ڪيو.

## تشريح

## عام رسالت

هن شعر ۾ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي عام رسالت جو بيان آهي. يعني پاڻ الله تعاليٰ جي ساريءَ مخلوق جا نبي آهن. قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي. "لِيَكُوْنَ لِلْعَالَمِيْنَ نَذِيْرًا" (تان تہ جهانن جي لاءِ ڊيڄاريندڙ هجي) ٻيءَ آيت ۾ آهي.

"وَمَآ اَرْسَلْنَاكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعَالَمِيْنَ"

يعني اسان اوهان کي جهانن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي. انهن ٻنهي آيتن ۾ عالمين جي لفظ تي غور ڪرڻ سان صاف صاف واضح آهي تہ پاڻ سيني جهانن جي لاءِ رسول آهن.

حديث ۾ حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حضورصلي الله عليه وسلم جن فرمايو: "اُرْسِلْتُ اِلَي الْخَلْقِ كَآفَّةً" (۱)(مان ساري مخلوق ڏانهن رسول ڪري موڪليل آهيان)

سندن خدمت ۾ وڻن جو اچڻ، پٿرن جو ڪلمو پڙهڻ، جانورن جا سجدا ڪرڻ، سڀ سندن رسالت جي عام هجڻ جا دليل آهن پاڻ جنهن جبل کان لنگهندا هئا تہ ان ۾ پيل پٿرڪين سچاڻي مٿن سلام پڙهندا هئا.

شعر (۳۱)

وَخَفَضْتَ دِيْنَ الْكُفْرِ يَا عَلَمَ الْهُدٰي
وَرَفَعْتَ دِيْنَكَ فَاسْتَقَامَ هُدٰيكَا

ترجمو

۽ اي هدايت جا نشان اوهان ڪفر جي دين کي هيٺ ڪيو ۽ پنهنجي دين کي مٿي ڪيو، پوءِ اوهان جي هدايت صحيح ۽ قائم رهي.

## تشريح

الله‌تعاليٰ پنهنجي پياري محبوب ۽ آخري نبي حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن کي دنيا تي سچو دين ڏئي،

---

(۱)مشڪواة المصابيح ص- ۵۱۲

باطل دين تي غالب ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي.

حضورصلي الله عليـه وسلم جن جي ظاهري زندگيءَ ۽ رحلت کان پوءِ خلافت راشده جي دور ۾ ڪيترا ملڪ فتح ٿيا. ۽ سچي دين جي غالب ڪرڻ جو پروگرام ڪرڻ جو وسيلو ۽ ذريعو حضرت رسول الله صلي الله عليـهوسلمجن جي پاڪ ذات هئي، ان جي ڪري حضرت امام صاحب سچي دين جي بلند ڪرڻ ۽ باطل جي هيٺ ڪرڻ جي نسبت حبيب اڪرم صلي الله عليـه وسلم جن ڏانهن ڪئي آهي.

شعر (٣٢)

اَعْدَاکَ عَادُوْا فِي الْقُلَيْبِ بِجَهْلِهِمْ
صَرْعيٰ وَقَدْ حُرِمُوا الرِّضَا بِجَفَاکَا

ترجمو

اوهان جا دشمن پنهنجي جهالت جي ڪري (بدر واري) قليب(کوه) ۾ اڇلايا ويا ۽ اوهان جي ايذائڻ جي ڪري (الله جي) رضا حاصل ڪرڻ کان محروم رهيا.

## تشريح

حضرت علامـه شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ عليه الرحمۃ لکيو آهي تہ بدر جي جنگ فتح ڪرڻ کان پوءِ حضورصلي الله

عليہ وسلم جن حڪم فرمايو تہ قتل ڪيل ڪافرن کي بدر جي کوهہ ۾ اڇلايو وڃي. جڏهن اهي اڇلايا ويا تہ پاڻ ان کوهہ جي مٿان اچي بيٺا ۽ هر هڪ ڪافر جو نالو وٺي فرمايائون تہ: الله تعاليٰ جيڪو مدد ڪرڻ جو وعدو اسان سان ڪيو هو. اهو پورو ٿيو ۽ جيڪو اوهان لاءِ فيصلو ٿيل هو. اهو اوهان بہ ڏٺو.

حضرت عمر رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ يا رسول الله (صلي الله عليكَ وسلم) اوهان انهن جسمن سان ٿا ڳالهايو جن ۾ روح نہ آهي؟.

پاڻ فرمايائون تہ: "اوهان هنن کان وڌيڪ ٻڌندڙ نہ آهيو" (هي منهنجي فرمان کي ٻڌي رهيا آهن) (١)

شعر(٣٣)

فِيْ يَوْمِ بَدَرٍ قَدْ اُتَتْکَ مَلَائِکٌ

مِنْ عِنْدِ رَبِّکَ قَاتَلَتْ اَعْدَاکَا

ترجمو

بدر جي جنگ واري ڏينهن اوهان جي رب وٽان اوهان وٽ ملائڪ آيا، اوهان جي دشمنن سان جنگ ڪيائون.

(١) مدارج النبوة ص- ١٦٣ج ٢

# تشريح

## بدر ۾ ملائڪن جو اچڻ

بدر جي جنگ ۾ الله تعاليٰ محبوب عليه الصلواة والسلام جي مدد ڪئي ۽ پنج هزار ملائڪ جنگ جي ميدان ۾ لهي آيا. اها خاص مدد هئي. جنهن جو قرآن ڪريم ۾ به تفصيل سان ذڪر آيل آهي. علامه شيخ عبدالحق دهلويؒ عليه الرحمة لکيو آهي، ته بدر جي جنگ جي وڏي فضيلت ۽ خصوصيت اها آهي. جو ان ۾ ملائڪن لهي مشرڪن کي قتل ڪيو (١)

شعر (٣٤)

وَالْفَتْحُ جَائَکَ يَوْمَ فَتْحِکَ مَکَّةَ
وَالنَّصْرُ فِي الْاَحْزَابِ قَدْ وَافَاکَا

ترجمو

۽ مکي کي فتح ڪرڻ وقت اوهان وٽ فتح (پاڻ هلي) آئي ۽ احزاب (جي جنگ) ۾ اوهان وٽ پوري پوري مدد پهتي.

# تشريح

## مکه فتح ڪرڻ ۽ احزاب جي جنگ جو ذڪر

مکه مکرمه کي فتح ڪرڻ، مکه مکرمه جي مشرڪن سان آخري جنگ هئي، ان کان پوءِ ڪافرن سان

(١) مدارج النبوه ص-١٥٧ ج٢

مڪـه مڪرمـه ۾ ڪا بـ جنگ نـ ٿي ۽ الله تعاليٰ هن مبارڪ شهر کي ڪافرن کان هميشه لاءِ آزاد ڪري ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح احزاب واري لڙائيءَ ۾ بـ الله تعاليٰ تيز هوا موڪلي ڪافرن کي ڀڄائي پنهنجي پياري رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن جي مدد ڪئي. (۱)

شعر (۳۵)

هُوْدٌ وَّيُوْنُسُ مِنْ بَهَاكَ تَجَمَّلَا
وَجَمَالُ يُوْسُفَ مِنْ ضِيَآءِ سَنَاكَا

ترجمو

(حـضـرت) هودءِ (حـضـرت) يونـس (عـلـيـهـمـا الـصـلـواة والسـلام) اوهان جي ڀلائيءَ مـان بزرگيءَ جو جمـال حـاصل ڪيو. ۽ (حضرت) يوسف ( عليه الصلواة والسلام) جو حسن بـ اوهان جي حسن جي روشنيءَ مان (ذرو) آهي.

تشريح

حـضـور پُر نـور صلي الله عـلـيـه وسـلـم جن جي ذات بابرڪات سيني سهڻين صفتن جي جامع آهي. حضرت ابن عباس رضي الله عنـه کـان روايت آهي تـ سيده آمنـه رضي الله عـنـهـا فرمايو تـ: جڏهن منهنجي فرزند (رسول الله صلي الله عليه وسلم

(۱) مدارج النبوه ص-۲۸۹ ج ۲

جي ولادت ٿي ته مون هڪ آواز ٻڌو ته حضرت محمد صلي الله عليه وسلم مدد، ڪاميابيءَ ۽ فائدي جي ڪنجين تي قبضو ڪيو آهي يعني اهي ڪيس مليل آهن، ان کي اوير، اولهه ۽ هر هڪ نبي سڳوري عليه الصلواة والسلام جي پيدا ٿيڻ جي جاءِ ڏيکاريو ۽ هر روحاني ۽ غير روحاني، جنن، انسانن، پکين ۽ جانورن کي سندن ديدار ڪرايو. تان ته سڀ ان جي معرفت حاصل ڪن. ان کي آدم واري صفائي، نوح جي نرم دلي، ابراهيم جي خليلائي، اسماعيل جي زبان، يعقوب جي بشارت يوسف جو حسن، داؤد جو آواز، ايوب جو صبر، يحيٰي جو زهد، عيسيٰ جو ڪرم ۽ سيني نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام جا اخلاق حاصل آهن (١) بلڪ سيني تي سندن صدقي عنايت ۽ مهرباني آهي.

حضرت عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته: هڪ ڀيري ڪپڙو سبندي اونداهيءَ رات ۾ ...ن کان سبڻ واري سئي ڪري پئي ۽ اونده ۾ لڀي نه سگهي، اوچتو حضور عليه الصلواة والسلام جن گهر ۾ تشريف فرما ٿيا، ته سندن منهن مبارڪ جي روشنيءَ ۽ چمڪ ۾ اها سئي ظاهر ٿي پئي ۽ مون کڻي ورتي، جڏهن مون اها حقيقت سندن خدمت ۾ عرض ڪئي، ته پاڻ فرمايائون ته: اي حميراء! (عائشه صديقه جو لقب آهي) ان شخص جي لاءِ هلاڪت آهي جيڪو منهنجي منهن مبارڪ ڏسڻ کان محروم رهيو. اهو ٽي ڀيرا فرمايائون. (٢)

(١) خصائص ڪبريٰ ص- ١٥٧ ج٢ (٢) خصائص ڪبريٰ ص١٥٧ ج٢

حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنه کان پڇيو ويو تہ، اوهان رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو حليو (صورت مبارڪ) بيان فرمايو، تہ پاڻ فرمايائون:

لَمْ اَرَقَبْلَهٗ وَلَا بَعْدَهٗ مِثْلَهٗ (١)

يعني مون ان جهڙو نہ اڳي ڏٺو آهي نہ پوءِ ڏٺو آهي.

شعر (٣٦)

قَدْ فُقْتَ يَاطٰهٰ جَمِيْعَ الْاَنْبِيَآءِ

طُرًّا فَسُبْحَانَ الَّذِيْ اَسْرَاكَا

ترجمو

اي طٰهٰ (لقب وارا) اوهان سيني کان مٿي ويا. پوءِ پاڪ آهي اها ذات جنهن اوهان کي (اهو) سير ڪرايو.

## تشريح

حضرت رسول اڪرم، نور مجسم صلي الله عليه وسلم جن جو معراج شريف حق آهي، علامہ نسفيؒ العقائد ۾ لکيو آهي تہ:

والمعراج لرسول الله صلي الله عليه وسلم في اليقظه بشخصه الي السماءِ ثم الي ماشاء الله تعاليٰ من العليٰ حق.

(١) شمائل ترمذي مع خصائل نبوي ص١٣

يعني رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو معراج جسم اطهر سان سجاڳيءَ ۾ آسمان ڏانهن ۽ ان کان پوءِ مٿي جيستائين الله تعاليٰ گهريو حق آهي.

راقم الحروف عرض ٿو ڪري ته: معراج شريف مٿين لکيل عبارتن وانگر قرآن ڪريم ۽ احاديث نبويءَ مان ثابت آهي، ان جي خلاف لکڻ وارن جاجواب به تفصيل سان علماءِ اهل سنت وجماعت لکيا آهن. پر هت تفصيل جي جاءِ نه آهي. صرف حضرت امام صاحب عليه الرحمة جو حق وارو عقيدو ٻڌائو آهي، محبوب عليه الصلواة والسلام کي الله تعاليٰ سير ڪرايو ۽ پاڻ ان معجزي ۾ سڀني نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام کان فائق آهن، جنهن فوقيت کي الله تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو.

شعر(٣٧)

وَاللهِ يَا يٰسٓ مِثْلُکَ لَمْ يَكُنْ

فِي الْعَالَمِيْنَ وَحَقِّ مَنْ اَنْبَاكَا

ترجمو

الله جو قسم آهي ته، اي ياسين (لقب وارا) جهانن ۾ اوهان جو مثال نه آهي. قسم آهي ان ذات پاڪ جو جنهن اوهان کي نبي بنايو آهي.

# تشريح

## حضور صلي الله عليه وسلم جهڙو ڪير بہ ناهي

حضرت امام صاحب عليه الرحمة هن شعر ۾ هڪ اهم ڳالهہ بيان فرمائي آهي. ان اهميت کي نظر ۾ رکندي پاڻ شعر جي شروعات ۾ بہ قسم بيان ڪيو اٿس تہ آخر ۾ بہ قسم آندو اٿس. ڳالهہ اها آهي تہ حضورصلي الله عليہوسلم جن جو مثال جهانن ۾ پيدا ٿيل نہ آهي. بلڪ سندن مثال جو دنيا ۾ هجڻ محال آهي.ان جو هڪ دليل هي بہ آهي تہ پاڻ خاتم النبيين آهن، جنهن کي بہ سندن مثال چوندا اهو ان صفت سان موصوف هوندو يا نہ، جي چوندا تہ هائوتہ قرآن ڪريم جي آيت "وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ" جي خلاف ٿيندو، بلڪ ان جو انڪار ٿيندو، جيڪو سراسر ڪفر آهي ۽ جيڪڏهن چوندا تہ نہ پوءِ اهو مثال تہ نہ ٿيو. ان جي ڪري اهوعقيدو رکڻ ضرور آهي تہ محبوب آقا صلي الله عليہ وسلم جن جو مثال ڪير بہ نہ آهي، جيئن حضرت حسان بن ثابت رضي الله عنہ بہ فرمايو آهي.

"وَاَحْسَنُ مِنْکَ لَمْ تَرَقَطُّ عَيْنِيْ

وَاَجْمَلُ مِنْکَ لَمْ تَلِدِ النِّسَاءُ"

يعني اوهان ڪان وڏيڪ سهڻو منهنجي اک نہ ڏٺو آهي ۽ اوهان ڪان وڏيڪ جمال وارو دنياتي عورتن ڄڻيو ئي نہ آهي، (١) ڄڻ ڌڻي سندن جهڙو ڄاڻوئي نہ آهي، تہ مثال ڪٿان ٿي سگهندو.

حضرت سيد عبداللطيف ڀٽائي عليہ الرحمہ بہ ان ڪري فرمايو آهي تہ

جڪري جيهو جوان، ڏسان ڪونہ ڏيهہ ۾،
مهڙ مڙني مرسلين، سرس سندس شان،
فڪان قاب قوسين او ادنيٰ، اي ميسر تيس مڪان
اي آگي جو احسان، جنهن هادي ميڙيم هڙو (٢)

حبيب صلي الله عليہ وسلم جن جي ذات بي مثل محبوب آهي. يٰسٓ سندن صفاتي نالو آهي. جيئن حديث مبارڪ ۾ آيل آهي، جيڪا پهرين شعر جي تشريح ۾ لکيل آهي.

شعر (٣٨)

عَنْ وَصْفِكَ الشُّعَرَآءُ يَا مُدَّثِّرُ
عَجَزُوْ وَكَلُّوْا مِنْ صِفَاتِ عُلاَكَا

ترجمو

اي چادر ڍڪيندڙ! (محبوب) اوهان جي وصف بيان ڪرڻ

(١) ديوان حسان ص- ١٠

(٢) شاهہ جو رسالو سر بلاول

ڪان شاعر عاجز آهن ۽ اوهان جي بلند صفتن بيان ڪرڻ ڪان
ٿڪجي پيا آهن.

## تشريح

مدثر هيءُ حضورصلي الله عليه وسلم جن جي صفت الله
تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ بيان فرمائي آهي، ياايهاالمدثر اهڙيءَ طرح
يا ايها المزمل معنيٰ هڪ آهي. اي چادر ڍڪيندڙ، پهرئين وحي
جي نزول وقت نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن گهر آيا ۽
حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها کي فرمايائون ته
دَثِّرُوْنِيْ (مون کي چادر ڍڪيو) الله تعاليٰ اها محبوب عليه
الصلواة والسلام جي پياري زبان مبارڪ قرآن ۾ آڻي ياايها
المدثر سان ڪين سڏيو ۽ اهوئي لقب حضرت امام صاحب
عليه الرحمة پنهنجي شعر ۾ بيان ڪندي فرمايو آهي ته: اي
چادر ڍڪيندڙ حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم! شاعر اوهان
جي سهڻين وصفن بيان ڪرڻ ڪان عاجز آهن. ڪيترا فصيح،
بليغ، عظيم شاعر شان بيان ڪندي دنيا تان هليا ويا. پر اوهان
جو شان اڻ ڪٿ آهي. ڪنهن ڪان به ڪٿي نه سگهندو، بلڪ
ڪٿائڻ ناممڪن آهي.

شعر (٣٩)

## اِنۡجِيۡلُ عِيۡسيٰ قَدۡ اَتَا بِکَ مُخۡبِرًا
## وَلَنَا الۡكِتَابُ اَتيٰ بِمَدۡحِ عُلَاکَا

ترجمو

عيسيٰ (عليه الصلواة والسلام) جو انجيل اوهان جي اچڻ جي خبر ڏيڻ آيو ۽ اسان جو ڪتاب (قرآن پاڪ) بہ اوهان جي بلند شان جي مدح (تعريف) ڪرڻ آيو آهي.

## تشريح

چاڻڻ گھرجي تہ جناب رسالت مآب رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جون بلند صفتون، مرتبو ۽ شان اڳين نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام جي ڪتابن ۾ ذڪر ڪيل هو ۽ هر نبي سڳوري پنهنجي پنهنجي دور ۾ حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام جن جا اعليٰ اخلاق، سهڻي سيرت ۽ پياري صورت جو بيان ڪيو هو. جڏهن قرآن ڪريم نازل ٿيو تہ اهو بہ تہ سڄو اخلاق محمديءَ جو بيان آهي، ان جي ڪري حضرت امام صاحب عليه الرحمة اهي ٻئي ڳالهيون بيان فرمايون آهن.

شعر (٤٠)

مَاذَا يَقُوْلُ المَادِحُوْنَ ما عَسيٰ
اَنْ يَجْمَعَ الْكُتَّابُ مِنْ مَعْنَاكَا

ترجمو

اوهان جي معنيٰ حقيقي مدح ڪندڙ ڇا چوندا ۽ معنيٰ لکي گڏ ڪندڙ ڇا گڏ ڪن. يعني اوهان جي حقيقت چوڻ ۽ لکڻ ڪان مٿي آهي.

شعر (٤١)

وَاللهِ لَوْ اَنَّ الْبِحَارَ مِدَادُهُمْ
وَالشَّعْبُ اَقْلَامٌ جُعِلْنَ لِذَاكَا

ترجمو

۽ الله جو قسم آهي ته جيڪڏهن انهن لکندڙن لاءِ سمنڊن کي مس بنائجي ۽ وڻ قلم هجن.

ضروري ڳالهه: مون وٽ موجود نسخي جي هن شعر ۾ الشعب لکيل آهي. پر مناسب الشجر ٿو لڳي. والله اعلم

شعر (٤٢)

لَمْ يَقْدِرِ الثَّقَلَانِ يَجْمَعُ نَذْرَهٗ
اَبَدًا وَّمَا اسْطَاعُوْا لَهٗ اِدْرَاكَا

ترجمو

نہ قادر ٿين ها، جن ۾ انسان هن ڳالهہ تي جو ٿورو
ڪجهہ ڪن ۽ نہ ان ڪي پروڙي سگهن ها.

## تشريح

يعني اي الله تعاليٰ جا پيارا حبيب ڪريم! صلي الله عليڪ وسلم اوهان جو مقام ايترو تہ بلند آهي، جو پورو بيان ڪرڻ تہ ڇڏيو، پر ان جي ڪما حقه پروڙ بہ نہ ٿي ڪري سگهجي.

جيئن الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي.

”وَ لَوْ اَنَّ مَا فِي الْاَرْضِ مِنْ شَجَرَةٍ اَقْلَامٌ وَالْبَحْرُ يَمُدُّهٗ مِنْ بَعْدِهٖ سَبْعَةُ اَبْحُرٍ مَّا نَفِدَتْ كَلِمَاتُ اللهِ“ (١)

يعني جيڪڏهن زمين ۾ موجود وڻ قلم ٿين ها ۽ سمنڊ مس ٿين ها، انهن سان ست سمنڊ بہ ملن ها تہ بہ الله جا ڪلما نہ ڪٽن ها.

علامہ شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ عليہ الرحمة لکيو آهي تہ، ان ڪلمات مان مراد رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جو سهڻيون صفتون آهن، جن کي ڪو بہ لکي يا بيان ڪري ختم ڪري نہ ٿو سگهي (٢)

(١) سوره لقمان رڪوع ٣ پ ٢١

(٢) مدارج النبوة ص- ١٤٣ ج١

شعر (٤٣)

بِکَ لِيْ قُلَيْبٌ مُغْرَمٌ يَا سَيِّدِيْ
وَحَشَاشَةٌ مَّحْشُوَّةٌ بِهَوَاکَا

ترجمو

اي منهنجا سردار! اوهان سان منهنجي دلڙي قاتل آهي ۽ روح آهي جيکو اوهان جي محبت سان ڀريل آهي.

## تشريح

قليب قلب جي تصغير آهي. يعني دلڙي، امام صاحب جو مقصد آهي، تہ اوهان جي جدائيءَ جي ڪري اوهان جي محبت جو گهڻو غلبو ٿي رهيو آهي، جنهن جي ڪري منهنجي دل بلڪل ننڍڙي آهي. هيءُ امام صاحب جي محبت ۽ عشق جي ڪمال جو دليل آهي، واقعي محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي عشق جي عظمت ۽ جلال جي اڳيان انسان جي دل جي ڪهڙي طاقت هلندي.

شعر (٤٤)

فَاِذَا سَکَتُّ فَفِيْکَ صَمْتِيْ کُلُّهٗ
وَاِذَانَطَقْتُ فَمَادِحًا عُلْيَاکَا

## ترجمو

پوءِ جنهن وقت مان ٺوڪيان ته اهــو به سڀ اوهان جي سوچ ۽ تصور ۾. ۽ جنهن وقت ڳالـهايان ٿو، ته به اوهان جي بلنديءَ جي مدح ٿو ڪيان.

## تشريح

هيءَ حضرت امام صاحب عليه الرحمة جو محبوب عليه الصلواة والسلام جن جي محبت ۾ فنا رهڻ جو ذڪر آهي. يعني منهنجي سموري حياتي اوهان جي لاءِ وقف آهي، جيڪڏهن ماٺ ۾ آهيان، ته به اوهان جي سوچ اٿم، جيڪڏهن زبان ڪوليان ٿو ته به اوهان جي ثنا ۾ مصروف آهيان، ايندڙ شعر ۾ به اهائي فنائيت بيان ڪئي اٿس.

شعر (۴۵)

وَاِذَا سَمِعْتُ فَعَنْکَ قَوْلًا طَيِّبًا
وَاِذَا نَظَرْتُ فَمَا اَرَي اِلَّا کَا

ترجمو

۽ جنهن وقت ٻڌان ٿو ته اوهان جو سهڻو قول.
۽ جنهن وقت ڏسان ٿو ته صرف اوهان کي ئي ٿو ڏسان.

# تشريح

هي محبوب ۾ محويت جو ڪمال آهي. عنڪ مان پڻ مرادون آهن، يا ته امام صاحب عليه الرحمة جو رسول الله صلي الله عليه وسلم جن سان اهڙو روحاني تعلق آهي، جو سندن ارشاد سندن زبان مبارڪ مان ٿو ٻڌي يا ان مان مراد آهي. ته مان اها ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار آهيان جنهن ۾ عن رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايل آهي، يعني جيڪو محبوب عليه الصلواة والسلام جو حڪم آهي. عجب ته انهن ماڻهن جو آهي. جيڪي اهڙي فنائيت واري عاشق تي به گند اڇلائڻ جي ڪوشش ۾ هوندا آهن. الله سيني کي هدايت ڪرڻ نصيب فرمائي.

حضرت شاهه سيد عبداللطيف ڀٽائيءَ فرمايو آهي ته:

اکين ۾ ٿي ويهه، ته واري آئون ڍڪيان،
توکي ڏسي نه ڏيهه آئون نه ڏسان ڪي ٻيو.

شعر (۴٦)

يَامَالِكِيْ كُنْ شَافِعِيْ فِيْ فَاقَتِيْ
اِنِّيْ فَقِيْرٌ فِي الْوَرٰى لِغِنَاكَا

ترجمو

اي منهنجا مالڪ! منهنجي خالي هٿ هجڻ جي حالت ۾

منهنجي لاءِ شفاعت فرمائيندورهه، بيشڪ مان دنيا ۾ اوهان جي شاهوڪاريءَ جو محتاج آهيان.

## تشريح

حضرت حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام ڪي مالڪ چوڻ مجاز آهي، يعني جيئن خريد ڪيل غلام ڪي پنهنجي سردار جو حڪم مڃڻ ضروري هوندو آهي. ان ئي حيثيت ۾ اسان امتين ڪي به پنهنجي آقا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جو حڪم مڃڻ فرض آهي. علامه قاضي عياض عليه الرحمة لکيو آهي ته: جيڪو شخص پنهنجي سيني حالتن ۾ پاڻ ڪي رسول الله صلي الله عليه وسلم جي حڪم هيٺان نه ٿو سمجهي، پنهنجي ساهه ڪي ان جي ملڪيت ۾ نه ٿو ڏسي ته ان ڪي محبوب عليه الصلواة والسلام جي سنت جي لذت حاصل نه ٿيندي. علامه خفاجيؒ هن عبارت جي شرح ۾ لکيو آهي ته جيڪو پنهنجي پاڻ ڪي حضور عليه الصلواة والسلام جي ملڪيت ۾ سمجهيّ ته پوءِ ان ڪي سنت جي حلاوت حاصل ٿيندي. (١)

هن شعر ۾ حضرت امام صاحب پاڻ ڪي خالي هٿ سڏيو آهي.

---

(١) نسيم الرياض شرح شفا قاضي عياض ص-٣٤٦ ج٣

ان مخصوص ڪيفيت مان مراد آهي ته الله تعاليٰ جي محبت وارن سالڪن کي سلوڪ جي رستي ۾ هلندي ڪڏهن اهڙي حالت پيش ايندي آهي. جنهن کي اهي مسڪيني تصور ڪندا آهن ۽ ان کي تصوف ۾ قبض سڏيندا آهن. ڪڏهن وري سندن رستا کلي پوندا آهن ۽ اهي صاف صاف نظر ايندا آهن ان حالت ۾ سالڪ پاڻ کي غني سمجهندو آهي ۽ تصوف ۾ ان کي بسط سڏيندا آهن.

ڪڏهن ڪڏهن دنياوي تعلقات وڌڻ جي ڪري دل تي هلڪو پردو اچي ويندو آهي، جيڪو غيب ۽ شهادت جي وچ ۾ حائل ٿيندو آهي، اهي سڀ رمزون ۽ راز ذهن ۾ رکي حضرت امام صاحب مٿيون شعرچيو آهي ۽ حبيب عليه الصلواة والسلام جن کي عرض ڪيو آٿس ته اوهان منهنجا حقيقي مرشد آهيو، اوهان پنهنجي ذاتي استغراق، رباني انوار جي مشاهدي ۽ بي انتها فيض مان مون تي به توجهه فرمايو، ته اوهان جي صدقي مان به هر وقت حق جو مشاهدو ڪندو رهان.

### شعر (٤٧)

يَا اَكْرَمَ الثَّقَلَيْنِ يَا كَنْزَالْوَرٰي

جُدْلِيْ بِجُوْدِكَ وَارْضِنِيْ بِرِضَاكَا

ترجمو

اي جنن ۽ انسانن (بلڪ سڀني شين) ۾ وڏي عزت وارا! پنهنجيءَ سخاوت مان مونکي ڪجهہ عنايت ڪر ۽ پنهنجي رضا سان مون کي راضي ڪر.

## تشريح

ثقلين جي مشهور اصطلاحي معنيٰ آهي، جن ۽ انسان، پر هت ان مان مراد ساري مخلوق آهي، ڇو تہ پاڻ صلي الله عليہ وسلم جن شان ۾ سڀ کان مٿي آهن. پنهنجي رضا سان راضي ڪر جو مطلب آهي. تہ مون سان راضي ٿيو.

اوهان جي راضي ٿيڻ سان ئي راضي آهيان. اوهان جي رضاگهرجي، ٻي ڪا بہ ضرورت نہ آهي.

شعر (۴۸)

اَنَا طَامِعٌ بِالْجُوْدِ مِنْکَ وَلَمْ يَکُنْ

لِاَبِيْ حَنِيْفَةَ فِي الْاَنَامِ سِوَاکَا

ترجمو

مان اوهان جي سخاوت ۾ اميد رکندڙ آهيان ۽ ابو حنيفه لاءِ دنيا ۾ اوهان کان سواءِ ڪير بہ نہ آهي.

# تشريح

حضرت امام صاحبؒ پنهنجي نالي مبارڪ جي بجاءِ ابو حنيفه ڪنيت سان مشهور آهن. ان جي ڪري شعر ۾ ٻه اهو آندو اٿن ۽ انتها عاجزي ڪندي التجا ڪئي اٿن ته منهنجو اوهان ڪان سواءِ ڪير نه آهي، مون تي اوهان ئي مهربان آهيو.

جيئن علامه قاسم نانوتويؒ صاحب قصائد قاسميه ۾ چيو آهي.

ڪرم کر اے کرم احمدی کہ تیرے ہوا
نہیں ہے قاسم بیچارہ کا کوئی حامیِ کار

حضرت شاه عبداللطيف ٻه فرمايو آهي:

م ڪر ڍول ڍلو، ناتو نماڻيءَ سان،
ڪونهي ڪمينيءَ جو، ٻگر تو ٻلو،
تنهنجو نانءُ نلو، ونيو وينٿي آهيان،
(شاهه)

شعر (٤٩)

فَعَسَاکَ تَشْفَعُ فِيْهِ عِنْدَ حِسَابِهٖ
فَلَقَدْ غَدَا مُتَمَسِّكًا بِعُرَاكَا

ترجمو

اوهان جي رحمت ويجهي آهي، جو ان (ابوحنيفه

جي حساب ڪرڻ وقت شفاعت ڪرڻ فرمايو. اهو صبح جوسوير ڪان اوهان جي (مضبوط) ڪڙي کي جهليوبيٺو آهي.

## تشريح

محبوب عليه الصلواة والسلام جي تابعداري ڪرڻ هڪ اهڙو مضبوط ڪڙو آهي، جنهن به ان کي ورتو اهو ڪامياب آهي، حضرت امام صاحب به عرض ٿو ڪري ته اي محبوب! صلي الله عليه وسلم مون به اوهان جي ڪڙي کي صبح سوير مضبوطيءَ سان جهليو آهي ۽ صبح جو سوالي خالي نه ويندو آهي، قرب ڪري منهنجي حساب وقت شفاعت ڪرڻ فرمايو.

شعر (٥٠)

فَلَاَنْتَ اَكْرَمُ شَافِعٍ وَّمُشَفَّعٍ
وَمَنِ الْتَجَا بِحِمَاكَ نَالَ رِضَاكَا

ترجمو

پوءِ اوهان وڏي عزت وارا شفاعت ڪندڙ ۽ شفاعت قبول پيل آهيو ۽ جنهن اوهان ڪان مدد جي التجا ڪئي اهو اوهان جي رضا کي پهتو.

## تشريح

حضورصلي الله عليه وسلم جن شافع ۽ مشفع آهن، حضرت

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: اَنَا اَوَّلُ شَافِعٍ وَّاَوَّلُ مُشَفَّعٍ (١)

مان پهريون شفاعت ڪندڙ ۽ پهريون شفاعت قبول پيل آهيان. (١)

اول جي لفظ مان اهو اشارو ملي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن شفاعت ٻيا بہ ڪندا ۽ انهن جي شفاعت بہ قبول پوندي. پر پهريون پهريون شفاعت ڪندڙ ۽ شفاعت قبول پيل حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام جن جي ذات بابرڪات آهي. اول پاڻ شفاعت جو بند ٿيل دروازو کوليندا پوءِ ٻيا شفاعت ڪندا.

شعر (٥١)

فَاجْعَلْ قِرَاکَ شَفَاعَةً لِّيْ فِيْ غَدٍ
فَعَسيٰ اُرَي فِي الْحُشَرِ تَحْتَ لِوَاکَا

ترجمو

قيامت ۾ شفاعت ڪرڻ کي منهنجي مهماني بنايو. اميد اٿم تہ قيامت جي ڏينهن اوهان جي جهنڊي هيٺان ڏٺو ويندس.

## تشريح

(١) مشڪوٰة المصابيح ص ٥١٣

حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي، تہ
”قيامت جي ڏينهن منهنجي هٿ ۾ حمد جو جهنڊو هوندو.
آدم (عليه الصلواة والسلام) ۽ ان کان سواءِ ٻيا سڀ منهنجي
جهنڊي جي هيٺان هوندا“ (۱)

حضرت امام صاحب هن شعر ۾ تمنا ظاهر ڪئي آهي.
تہ قيامت ۾ مان بہ سندن جهنڊي جي هيٺان هجان.

شعر (۵۲)

صَلّيٰ عَلَيْکَ اللهُ يَا عَلَمَ الْهُديٰ
مَا حَنَّ مُشْتَاقٌ اِليٰ مَثْوَاکَا

ترجمو

اي هدايت جا نشان! جيستائين اوهان جي دربار ڏي
اوهان جا مشتاق (عاشق) تانگهيندا رهندا، الله تعاليٰ اوهان تي
درودمو ڪليندورهندو.

## تشريح

جيئن حضور عليه الصلواة والسلام جا مشتاق هميشه سندن
دربار ڏانهن تانگهيندا رهن ٿا ۽ تانگهيندا رهندا تيئن الله تعاليٰ بہ
هميشه مٿن درود موڪلي ٿو ۽ موڪليندو رهندو.

---

(۱) مشکواة المصابيح ص- ۵۱۳

## مسئله

جڏهن بہ حضورصلي الله عليہ وسلم جو نالو مبارک پڏجي تہ مٿن درود شريف پڙهجي، نالو مبارک ٻڌي درود نہ پڙهندڙ لاءِ حديث شريف ۾ سخت سزا آيل آهي.

شعر (۵۳)

وَعَلٰي صَحَابَتِکَ الْکِرَامِ جَمِيْعِهِمْ
وَالتَّابِعِيْنَ وَکُلِّ مَنْ وَّالاَکَا

ترجمو

۽اوهان جي سڀني اصحابن سڳورن (رضي الله عنهم) ۽ تابعن ۽ جن بہ اوهان سان محبت رکي(انهن تي بہ درود هجي)

## تشريح

جيئن الله تعاليٰ حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن تي درود موڪلي ٿو، اهڙيءَ طرح حبيب ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن جي اطاعت ۽ اتباع ڪرڻ وارن تي بہ درود موڪلي ٿو. قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ جوارشاد آهي.

" هُوَالَّذِيْ يُصَلِّيْ عَلَيْکُمْ وَمَلاَئِکَتُهٗ " (١)

اهو(الله) ئي آهي، جيڪو پاڻ ۽ ان جا ملائڪ اوهان تي

(١) سورة الاحزاب رکوع ۶ پ ٢٢

درودِ موڪلين ٿا.

ان جي ڪري حضرت امام صاحب عليه الرحمة ٻـ قصيدي مبارڪ جي پڇاڙيءَ ۾ سيني تي درود موڪلڻ جو شرف حاصل ڪيو آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمَ

خادم العلوم الاسلامية

محمد ادريس الڈاهري عفي عنه

تمّت بالخير

# ساتي ۽ سونهان

| | |
|---|---|
| ١- قرآن ڪريم | باري تعاليٰ جو ڪلام |
| ٢- تفسير روح البيان | علامه اسماعيل حقي |
| ٣- = صاوي علي الجلالين | محمد بن احمد مالڪي |
| ۴- = مظهري | ثناءُ الله پاني پتي |
| ۵- = حسيني | ڪمال الدين حسين الواعظ |
| ٦- = خازن | علاؤالدين علي بن محمد خازن |
| ٧- = الجمل علي الجلالين | علامه سليمان شافعي |
| ٨ - = ڪبير | امام فخر الدين رازي |
| ٩ - = زاد المسير | علامه عبدالرحمن ابن الجوزي |
| ١٠- = تفسير احمدي | علامه احمد جيون |
| ١١- = بيضاوي | علامه عبدالله بن عمر شيرازي |
| ١٢- = المراغي | احمد المراغي |
| ١٣- = روح المعاني | محمود آلوسي بغدادي |
| ١۴- = حقاني | عبدالحق حقاني |
| ١۵- = صفوة التفاسير | محمد علي صابوني |
| ١٦- = ظلال القرآن | سيد قطب شهيد مصري |
| ١٧- = جواهر القرآن | طنطاوي جوهري |
| ١٨- = ضياءُ القرآن | ڪرم شاهه الازهري |
| ١٩- = تفهيم القرآن | ابوالاعليٰ مودودي |
| ٢٠- = فتح العزيز | شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي |
| ٢١- = الدر المنثور | جلال الدين سيوطي |
| ٢٢- = ابن ڪثير | ابن ڪثير الدمشقي |
| ٢٣- = الطبري | علامه طبري |
| ٢۴- = القرطبي | محمد بن احمد انصاري |

| | |
|---|---|
| ٢٥-= البحر المحيط | ابن حيان اندلسي |
| ٢٦-= معالم التنزيل | الحسين البغوي |
| ٢٧-= جلالين مع حاشية الكمالين | جلال الدين محلي و<br>جلال الدين سيوطي |
| ٢٨-= خزائن العرفان | نعيم الدين مراد آبادي |
| ٢٩-= حاشيه | شبير احمد عثماني برترجمه شيخ الهند |
| ٣٠- صحيح بخاري | محمد بن اسماعيل بخاري |
| ٣١- ترمذي شريف | عيسيٰ بن محمد بن سورة الترمذي |
| ٣٢- شمائل ترمذي | = = = |
| ٣٣- مشكواة شريف | ولي الدين بغدادي |
| ٣٤- مرقاة شرح مشكواة | علي القاري |
| ٣٥- اشعة اللمعات | شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ٣٦- مظاهر حق | قطب الدين صاحب |
| ٣٧- المستدرك | حاكم نيشاپوري |
| ٣٨- مدارج النبوة | شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ٣٩- زرقاني شرح المواهب | محمد بن عبدالباقي زرقاني |
| ٤٠- شفاء السقام | تقي الدين سبكي |
| ٤١- مراقي الفلاح | حسن شرنبلالي |
| ٤٢- حاشية الطحطاوي علي مراقي الفلاح | شيخ احمد طحطاوي |
| ٤٣- العقائد النسفية | ابوالبركات عبدالله النسفي |
| ٤٤- شرح العقائد | سعد الدين تفتازاني |
| ٤٥- نشر الطيب | اشرف علي ثانوي |
| ٤٦- حجة الله علي العالمين | علامه يوسف نبهاني |
| ٤٧- حلية الاولياء | ابو نعيم اصبهاني |
| ٤٨- الرياض النضرة | احمد محب طبري |

| | |
|---|---|
| ۴۹- حیواة الحیوان | کمال الدین دمیري |
| ۵۰- خصائص کبریٰ | جلال الدین سیوطي |
| ۵۱- السیرة الحلبیه | برهان الدین حلبي |
| ۵۲- شواهد النبوة | علامه عبدالرحمن جامي |
| ۵۳- نسیم الریاض شرح شفاءِ قاضي عیاض | شهاب الدین خفاجي |
| ۵۴- دیوان حسان | حضرت حسان رضي الله عنه |
| ۵۵- شاهہ جو رسالو | سید عبداللطیف ڀٽائي علیه الرحمه |
| ۵۶-غیاث اللغات | غیاث الدین رامپوري |
| ۵۷ - المفردات | راغب اصفهاني |
| ۵۸ - مقدمه تاریخ ابن خلدون | علامه عبدالرحمن بن خلدون |
| ۵۹- تاریخ الادب العربي | احمد حسن زیات |
| ۶۰- شرح الشمائل | عبدالرءُوف مناوي |
| ۶۱- مواهب لدنیه شرح الشمائل المحمدیه | علامه بیجوري |
| ۶۲- خصائل نبویه | زکریا کاندهلوي |
| ۶۳- جمع الوسائل شرح الشمائل | علي القاري |
| ۶۴- انوار محمدیه | یوسف نبهاني |
| ۶۵- ارشاد القاري | رشید احمد لڌیانوي |
| ۶۶- دیوان الامام علي | حضرت علي رضي الله عنه |
| ۶۷- سنڌي نعتیه شاعري | ڊاڪٽر عبدالمجید میمڻ |

# قصیدہ غوثیہ

## التحفۃ المرضیہ
## شرح
## القصیدۃ الغوثیہ



شارح

علامہ الحاج محمد ادریس ڈاہری

نالوكتاب ـــــــــ التحفة المرضية
شرح
القصيدة الغوثيه

شارح ـــــــــ علامہ الحاج محمد ادريس ڈاهري

سن اشاعت : 2011ع (نيون ايديشن)

ڇپائيندڙ : اداره خدمة القرآن والسنة
مدرسه جامعه محمديه شاهپور جهانيان

ڇپيندڙ : نيو گرين پرنٽرس صدر حيدرآباد
فون 2784848

# فهرست مضامين

از حضرت قبلہ سائين الحاج سيد احمد شاه صاحب مدظله العالي
درگاه ذاڪري شريف عـ١ سڪرنڊ ضلع نواب شاهہ

# تقريظ ١

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله رب العلمين والصلواة والسلام عليٰ سيد الانبياءِ والمرسلين وعليٰ آلہٖ واصحابہٖ اجمعين

"تنزل الرحمة عند ذكر الصالحين"
(صالحن جي ذڪر وقت الله تعاليٰ جي رحمت وسي ٿي)

اسلام برحق ۽ سچو دين آهي. اسلام جي صداقت ۽ حقانيت جو دليل مٿي مرسل ﷺ جن جي پاڪ زندگي مبارڪ ۽ اسوه حسنہ آهي. حضور ڪريم ﷺ جن جي پاڪ زندگي قرآن حڪيم جو عملي تفسير آهي جناب رسالتمآب ﷺ کان بعد اسلام جي تبليغ ۽ ترويج، دعوت ۽ پيغام پهچائڻ جو ڪم سندن امت جي علماء ڪرام تي پيو ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ رباني عالمن کي انبياءَ ڪرام جو وارث قرار ڏنو آهي.

جيئن تہ طريقت ۽ شريعت جو تعلق بہ روح ۽ جسم جهڙو آهي. شريعت جي پابندي ۽ طريقت جي بالادستيءَ جو ڪم بہ علماءَ ڪرام ۽ مشائخ عظام ڪي سرانجام ڏيٺو آهي. ان ڪري عالمن ۽ عارفن، صوفين ۽ صالحن جي هر وقت انساني معاشري ۾ وڏي اهميت پئي رهي آهي ۽ نيڪ ۽

صالحن جي ذڪر ڪرڻ وقت پڻ الله تعاليٰ جي رحمت نازل ٿئي ٿي. اهڙن صالحن، عالمن ۽ ڪامل ولين مان بادشاهه بغدادي عليه الرحمة، قادري سلسلي جو سرواڻ سيد عبد القادر جيلاني رَحِمَهُ الله جو وجود به هدايت ۽ روشني جو مينار آهي. سندن لقب ئي "محي الدين" (دين کي جيارينڌڙ) آهي، غوث الاعظم شريعت ۽ طريقت جا عامل ۽ حقيقت ۽ معرفت ۾ ڪامل هئا. پاڻ ساري زندگي مسلمانن جي اصلاح ۽ اندر اجارڻ ۾ گذاريائون ۽ سنت نبويؐ کي جياريائون. بي دين ۽ بدعتن جي پاڙ پٽيائون. غوث الثقلين شريعت ۽ طريقت جي گلشن ۽ گلستان جي خدا ڪارڻ ۽ خلوص سان اهڙي ته آبياري ڪئي، جو ان گلشن قادريءَ جي خوشبوءِ، خستوري ۽ هٻڪار هر هنڌ پکڙجي ويئي ۽ قادري سلسلي جي سڳند ۽ سرهاڻ ڏيهه پرڏيهه کي سرسبز ۽ سرهو ڪري واسي ڇڏيو. محبوب سبحاني، ڪامل ولي، عالم رباني ۽ قلم و قرطاس جو صاحب به هو. غوث الاعظم جي ڪتابن "غنية الطالبين" "الفتح الرباني"، "فتوح الغيب" ۽ "قصيده غوثيه" ۾ شريعت جي شهد، طريقت جا تحفا، حقيقت جا هيرا ۽ معرفت جا موتي سمايل آهن. نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو سنڌ جي فاضل، عالم خوش الحان مقرر ۽ صالحن جي صحبتي مولانا محمد ادريس ڏاهريءَ محبوب سبحانيؒ جي قصيدي غوثيه جو سنڌيءَ ۾ شرح لکيو آهي، جنهن ۾ حضرت غوث الاعظم جي قصيدي جي سمجهاڻي دلپذير انداز ۾ لکيل آهي. ڪتاب جي خاص خوبي هيءَ آهي جو موجوده دور جي تقاضا موجب هر ڳالهه معتبر ڪتابن جي حوالي ۽ صفحي سان تحرير ٿيل آهي، جنهن ڪتاب جي اهميت کي سونهن بخشي آهي. علامه ڏاهري

صاحب جن هنَ کان اڳ پڻ "قصيده برده شريف" ۽ "شرح اسماءَ الله الحسنيٰ" جهڙا بهترين ڪتاب لکي چڪا آهن،انهن وانگر هي ڪتاب بہ مقبول خاص وعام ٿيندو. اميد تہ قصيدي مبارڪ جي شرح پڙهڻ سان هر هڪ انسان جي دل ۾ خوفِ خدا ،سنتِ نبويءَ جي سِڪ،صالحن جي صحبت ۽ دين جي محبت پيدا ٿيندي. آمين.

دعا آهي تہ علامہ و مولانا موصوف کي رب العٰلمين خضري عمر عطا فرمائي جيئن پاڻ دين مصطفويً جي خدمت سرانجام ڏيندا رهن. آمين يا رب العالمين.

٢٢ماه جمادي الاخر ١٤٠٨هہ

٦٦نومبر ١٩٨٧

دعاگو

سيد احمد شاهہ ذاڪري قادري

سجاده نشين درگاهشريف پير ذاڪري

ڪلان1 سڪرنڊ، ضلع نوابشاه سنڌ



مولانا الحاج رحيم بخش "قمر" صاحبَ نواب شاه

# تقريظ ۲

بسم الله الرحمٰن الرحيم

الحمد لله رب العالمين والصلواة والسلام عليٰ خاتم الانبياءِ و المرسلين سيدنا محمد و عليٰ آلهٖ واصحابهٖ وازواجهٖ اجمعين.

تازو ڇهين اپريل 1988ع تي، موري واري رستي کان، سيوهڻ شريف ۾ لعل شهباز بلند پرواز رحمة الله عليه جي زيارت ۽ سندس عرس جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ لاءِ نوابشاه سنڌ کان سيوهڻ وڃي رهيو هوس، اسان واري بس جڏهن شاهپور جهانيان جي اسٽاپ تي بيٺي ته، هڪ مجاهد مرد ،سالڪ ۽ صالح هر دلعزيز ۽ يار ويس جي قلب کي ڪشش، ساهه کي سڪ ۽ اندر کي اڪير اهڙي ٿي، جو مان بس مان لهڻ تي مجبور ٿي ويس- سڌو سنئون هڪ عاليشان مدرسي ۾ پهتس،جنهن جو نظارو نرمل ۽ نيڻن ٺار آهي.انهيءَ جي هڪ ڪمري ۾ هڪ خوبصورت، قدآور، منڙو ماڻهو نماز پڙهي رهيوهو، جنهن جو چمڪندڙ چهرو، گهاٽي ۽ ڇاپئين سونهاري،جنهن ۾ نهايت ئي ٿورڙا سفيد وار پڻ چانديءَ جي تارن وانگر چمڪي رهيا هئا. آءٌ اتي ئي ماٺ ميٺ ۾ هڪ ڪرسيءَ تي ٿي ويهي رهيس. جڏهن اهو خوبصورت شخص پنهنجي پالڻهار جي بندگيءَ ۽عبادت کان واندو ٿيو ته نهايت خنده پيشاني ۽ خوش اخلاقيءَ سان ڀاڪر پائي مليو ۽مرڪندي خوش مرحبائي ڪيائين، حقيقت ۾ رب

العالمين جي بندگيءَ ۾ اطمينان ۽ حقيقي زندگي آهي:

زندگي آمد برائي بندگي

زندگي بي بندگي شرمندگي

اهوهو، علامة الدهر، الحاج مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب مدظله العالي، جنهن کي خدائے ذوالجلال والاکرام ظاهري ۽ باطني، ديني ۽ دنيوي، روحاني ۽ جسماني نعمتن سان مالامال ڪرڻ فرمايو آهي. جنهن جو قائم ڪيل مدرسو سنڌ جي مدرسن ۾ ممتاز ۽ اعليٰ آهي. جيڪو شاهپور جهانيا ۾ نمايان حيثيت جو حامل آهي، انهيءَ ڪان سواءِ سندس ڳوٺ "مقيم ڏاهري" ۾ (جيڪو شاهپور جهانيا ڪان ڪجهہ مفاصلي تي آهي) جنهن ۾ مختلف ٻولين عربيءَ، فارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ تفاسير، احاديث، تراجم، لغات ۽ تاريخ، مذاهب، تصوف، علم ڪلام، منطق، صرف ونحو، گرامر، ادب ۽ ٻيا هر قسم جا بي شمار ڪتاب موجود آهن، منهنجي خيال ۾ سنڌ جي سرزمين تي مولانا موصوف جي هڪ مثالي ۽ عاليشان لائبريري آهي. مان سندن لائبريريءَ ۾ عمدا، خوبصورت ۽ نهايت گهڻا ڪتاب ڏسي دل ئي دل ۾ چوڻ لڳو هوس ته،

"ذَالِكَ فَضْلُ اللهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَشَآءُ"

انهيءَ موقعي تي مون سان گڏ منهنجا دوست مولانا عبدالرسول قادري مگسي، مولانا غلام حيدر نائچ ۽ مولانا غلام رسول ڏاهري بہ هئا. سمورا دوست بيان ڪيل لائبريري کي ڏسي دنگ رهجي ويا هئاسون. ڪتاب تمام ڪثير هئا، جن جو

ڪاٿو ڪري نہ ٿو سگهجي. سوچيم تہ ڪهڙا پڙهي ڪهڙا پڙهان، دلي دعا آهي تہ مولانا موصوف جو جاري ڪيل علوم جو "ينابيع" رهندڙ دنيا تائين قائم ۽ دائم رهندو اچي ۽ سندن روشن ڪيل روحاني لاٽ سنسار کي سوجهرو ڏيندي رهي آمين.

علامه ڏاهريؒ صاحب جن جي تصنيفات بابرڪات جو دائرو وسيع، وڌندو ۽ ويجهندو رهي ٿو، هيءُ زير نظر ڪتاب بنام "شرح قصيده غوثيه" پڻ انهيءَ سونهري سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن ڪتاب جو نالو قرآن شريف جي هڪ آيت مبارڪ:

"اِرْجِعِيۡ اِلٰي رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً"

مان ورتو ويو آهي. جيڪو برڪت پريو ۽ نيڪ فال آهي، ڪتاب جو پورو نالو هن ريت آهي،

التحفة المرضية، شرح القصيدة الغوثية

مولانا صاحب جن حقيقت ۾ قصيده غوثيه جو شرح لکي هڪ طرف غوث صمداني، شهباز لامڪاني، محي الدين جيلاني قطب رباني سيدنا عبدالقادر جيلانيؒ عليه الرحمة سان پنهنجي سچيءَ سڪ ،اعليٰ عقيدت ۽ مريديت جو ثبوت ڏنو آهي، ٻئي طرف عاشقان غوث اعظم رحمة الله عليه کي ، سندن فيض جي درياه مان فيضؒ برڪت جا پيالا پياريا آهن ۽ ٽئين طرف وري سنڌي علم وادب ۾ هڪ نمايان اضافو آندو اٿن.

علامه ڏاهري صاحب، جن "قصيده برده" وانگر "قصيده غوثيه"جو شرح بہ نهايت سهڻو، سوليءَ ۽ سليس سنڌيءَ ۾ لکيو آهي جنهن جي جيتري واکاڻ لکجي اوتري گهٽ آهي.

اهڙي عمدي ۽ سهڻي سوکڙي پيش ڪرڻ تي قصيده غوثيہ جي شارح حضرت مولانا محمد ادريس جن کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي، شال شاد، آباد، تندرست ۽سلامت هجي ۽ گهڻي کان گهڻا ڪتاب لکي اشاعت جي زيور سان آراسته ڪندو رهي آمين ثم آمين.

٢١ شعبان المعظم ١٤٠٨ھ

9 اپريل 1988ع

رحيم بخش "قمر" لاڪو

مهراڻ يونيورسٽي ڪاليج آف انجنيئرنگ

اينڊ ٽيڪنالاجي، نواب شاھ



حضرت مولانا حبيب الرحمٰن طاهري صاحب گبول
درگاه الله آباد شريف ضلع ڪنڊيارو

# تقريظ ٣

علم ۽ عمل جي شهسوار، شريعت ۽ طريقت جي ٽوپي، حقيقت ۽ معرفت جي پارکوءَ، پيرن جي پير، مرشدنا حضرت محي الدين، محبوب سبحاني شيخ عبدالقادر جيلانيؒ قدس سره السامي جي ذات بابرڪات تاجي، پيڙهي سيد سادات، سج ۽ چنڊ جيان روشن، هر اديب توڙي عالم کان وڌيڪ مشهور ۽ مجيل آهن. ان ڪري هر زماني ۾ جن به اديبن عالمن ۽ عاشقن سندن ذات بابرڪات کي موضوع سخن بنايو آهي ۽پنهنجي پنهنجي حال آهر سندن ڪمالات، ڪرامات ۽ سوانح حيات لکي آهي.اهو محض پنهنجي عقيدت، محبت جي ميجتا لاءِ ٿي هئو ۽ آهي ۽ رهندو.

مون مسڪين جي دل ۾ به اها طلب، تڙپ ۽ اڻ تڻ عرصي کان رهندي ٿي آئي ته جيڪر پنهنجي پير، "پيرن جي پير" جي باري ۾ ڪي چار اکر لکي لکت جي ميدان ۾ به سندن "غلامن ۾نالو ڳڻايان" مگر عملي طور اها سعادت تڏهن نصيب ٿي، جڏهن عزيز القدر حضرت علامه مولانا الحاج محمدادريس ڏاهري صاحب، حضرت غوث الاعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي مشهور قصيده غوثيه جي شرح التحفة المرضية جي ڇپجڻ ٿي، سندن مختصر سوانح حيات لکي ڏيڻ لاءِ چيو. جڏهن ته مولانا موصوف جن پڻ انهيءَ ٿي موضوع تي "سيرت بادشاه بغدادي" نالي هڪ قيمتي ڪتاب لکي

غلاميءَ ۽ محبت جي حق ادائگيءَ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي آهي، عام ۽ خاص سنڌي ساهتن کي ان مان استفادو ڪرڻ گهرجي.

## مختصر سوانح حيات

مشهور روايت موجب سنڌن ولادت رمضان المبارڪ ٧٠ / ٤٧١هه مطابق مارچ 1078ع ۾ ايران جي گيلان يا نيف نالي هڪ ڳوٺ ۾ ٿي. سنڌن نالو عبدالقادر ۽ لقب محي الدين (دين جياريندڙ) آهي. سنڌن والد گرامي حضرت ابوصالح جنگي دوست، سنڌن والده ماجده حضرت فاطمہ ۽ سنڌن نانو سڳورو حضرت عبدالله الصومعي رضي الله عنهم سيئي وقت جا ڪامل ولي هئا، هنن ڪان سواءِ بہ سنڌن ڏاڏاڻي توڙي ناناڻي خاندان ۾ بيا بہ ڪيترا مرد ۽ عورتون صاحبِ ڪرامات ڪامل اولياءِ الله ان وقت بہ موجود هئا.

ولادت ڪان سوين سال اڳ ڪان وٺي وقت جا غوث، قطب، سنڌن ولادت باسعادت ۽ ولايت وڪرامت جي خوشخبري ڪليل لفظن ۾ ٻڌائيندا آيا، جن مان چند بزرگن جا نالا هي آهن:

(١) حضرت امام حسن عسڪري رضي الله تعالیٰ عنه، جن وصال وقت پنهنجو جبو مبارڪ حضرت معروف ڪرخيؒ رضي الله عنه کي ڏيندي وصيت ڪئي تہ منهنجي هيءَ امانت پنجين صديءَ هجريءَ ۾ پيدا ٿيندڙ قطب سيد عبدالقادرجيلانيءَ تائين پهچائجو. آخر مختلف واسطن سا اهو جبو شوال ٤٩٧هہ ۾ حضرت غوث اعظم عليه الرحمة تائين پهتو (پيران پير دستگير).

(٢) شيخ المشائخ حضرت جنيد بغداديؒ قدس سرهٗ جن

ٻہ سو سال اڳ سندن نالو عبدالقادر ۽ لقب محي الدين، جيلان ۾ ولادت ۽ بغداد ۾ رهائش جي خبر ڏني هئي.

(٣) حضرت ابوبڪر حماد عليه الرحمة جن حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جي ولادت کان ٣٢ سال اڳ وعظ ڪندي ڪشف، ڪيف ۽ مستيءَ جي عالم ۾ حاضرين مجلس کي سندن ولادت جي خوش خبري ٻڌائيندي هي به ٻڌايو ته: پاڻ الاهي حڪم سان هڪ ڏينهن چوندا:

"قدمي هذهٖ عليٰ رقبة ڪل ولي الله"

(منهنجو هي قدم الله تعاليٰ جي هر وليءَ جي ڪنڌ تي آهي)

(٤) انهن کان سواءِ شيخ ابوبڪر بطائحي، شيخ خليل بلخي ۽ بقولِ صاحبِ نزهة الخواطر رحمة الله عليه حضرت ابو علي حسن بن يسار رحمة الله عليه جي زماني کان وٺي حضرت غوث اعظم رضي الله عنه جي زماني تائين جيڪي به بزرگ ٿي گذريا آهن، انهن سيني سندن ظهور بابت بشارتون ڏنيون ۽ سندن اعليٰ مرتبي جي تصديق ڪئي.

هيءَ حقيقت آهي ته پاڻ مادرزاد ولي، بلڪ ولين جا به ولي ۽ جمندي ئي ڄام ۽ صاحبِ ڪرامت هئا. سندن پهرين ۽ جڳ مشهور ڪرامت هيءَ آهي ته پاڻ رمضان المبارڪ ۾ ڏينهن جو والده جي ٿڃ نه ورتائون. سيدن جي نومولود سرواڻ جي اها خبر ان وقت ئي ايتري ته مشهور ٿي جو ٣٠ رمضان المبارڪ تي جهڙ هجڻ ڪري چنڊ جي باري ۾ ڪو تصفيو ٿي نه سگهيو. آخر ڏينهن ٿيڻ تي حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جي والده ماجده کان اچي پڇيائون ته: اڄ ڏينهن جو ننڍڙي کير ورتو يا نه؟ نه سان جواب ملڻ تي سيني کي پڪ ٿي ته اڄ رمضان ئي آهي. (قلائد الجواهر في مناقب سيدنا عبدالقادر).

پاڻ پنجن سالن جا مس ٿيا ته والد ماجد جو ظاهري سهارو موڪلائي ويو.

"اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ"

۽ سندن تعليم وتربيت جو سمورو بار والده ماجده جي سر تي آيو، جنهن سُٺ ڪتي گهر جو خرچ پڪو پورو ڪيو. ننڍپڻ ۾ ئي مٿن عجيب ڪيفيتون طاري رهيون. نوان نوان واقعا سامهون آيا ۽ غيبي آواز ٻڌڻ ۾ ايندا هئا (مقدمه الفتح الرباني) جن جو تذڪرو سندن ڪلام ۾ پڻ ملي ٿو.

پاڻ ابتدائي تعليم ته اتي ئي حاصل ڪيائون مگر اعليٰ تعليم جي لاءِ غيبي اشاره (هڪ ڳئون ۽ جو ساڻن هم ڪلام ٿيڻ ۽ ايران ڪان حجاز تائين پردو کڄي وڃڻ ۽ اتاهون عرفات جي ميدان ۾ حاجين کي ڏسڻ) ملڻ سبب بغداد شريف ويا جڏهن سندن عمر ارڙهن سال ۽ سندن والده ماجده جي عمر انهتر سال هئي. ساڻن پيرانه سالي ۽ مسڪيني حال جي باوجود پاڻ پنهنجي لائق فرزند کي خدمت جو حق معاف ڪري خوشيءَ ۽ دعائن سان رخصت ڪيو. جتي پاڻ ٨ سالن جي مختصر عرصي ۾ تيرهن فنن تي ڪمال دسترس حاصل ڪيائون.

سندن استادن مان محدث احمد بن مظفر، ابوالغالب، فقيه ابوسعيد مخزومي ۽ اديب ابوزڪريا تبريزي زياده مشهور آهن.

## طريقت ۽ تصوف

بغداد ۾ قيام دوران ۽ ان بعد پاڻ نه صرف ظاهري علوم وفنون طرف متوجه رهيا پر باطني ۽ روحاني علوم حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جي ڪامل اڪمل بزرگن ۽ عارفن جي صحبت مان استفادو پڻ ڪندا رهيا، جن مان شيخ ابوالوفا ۽

قاضي ابوسعيد مبارڪ عليهما الرحمة زياده مشهور آهن.

## مجاهدانہ زندگي

ظاهري علمن ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ بعد باطني ترقي ۽ روحاني ڪمال لاءِ پاڻ مجاهدا ۽ رياضتون پڻ ڪيائون ايتري قدر جو پنجويهہ سال برابر عراق جي ويران برن ۽ جهنگلن ۾ اچ، ٻڪ جا ڏک سهي رات ڏينهن ذڪر اذڪار ۾ مشغول رهيا. پندرهن سالن تائين هر رات نماز ۾ قرآن مجيد ختم ڪندا رهيا، چاليهہ سال برابر سومهڻيءَ جي وضوءَ سان فجر جي نماز ادا ڪندا رهيا.

الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ ياد ۾ ڪين ايتري تہ محويت هوندي هئي جو ذڪر جي حرارت (گرمي) سبب سخت سرديءَ ۾ بہ ڪين گرمي ٿيندي هئي، چنانچہ سندن صحبتيءَ حضرت ابن خضر عليه الرحمه جو چوڻ آهي تہ جڏهن بہ سياري ۾ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو هوس تہ سندن بدن مان پگهر ٽمندو رهندو هو ۽ خادم وڃڻو هڻندو هو، جيئن گرميءَ ۾ هنيو ويندو آهي. حالانڪہ سخت سردي هوندي هئي. (قلائد الجواهر ص: ٦٥)

## فائده:

تاج الاولياءِ حضرت غوث اعظم رضي الله عنه جي ظاهري باطني ڪمالات ۽ مجاهدات ۽ ارشادات مان هيءَ حقيقت آشڪار ٿئي ٿي تہ اهي ماڻهو، جيڪي نہ دين ۽ شريعت جو علم پڙهيا نہ ڪنهن ڪامل الله واري جي صحبت اختيار ڪيائون، بہ چار چلا ڪيي، يا ڪنهن ڪامل بزرگ سان نسبي رشتي جي نعمت تہ حاصل اٿن پر انهن جي طريقي تي نتا هلن پاڻ کي شريعت جي پابندين کان آزاد سمجهن ٿا.

نماز روزي جهڙن فرضي ڪمن کان پاسيرا، روحاني ۽ باطني نماز، روزي جون دعوائون ڪن ٿا، اهي پنهنجي دعوىٰ ۾ ڪڏهن به سچا نه آهن. ياد رکو شريعت ۽ طريقت ڪڏهن به هڪ ٻئي کان جدا ٿي نٿا سگهن. شريعت کي ڇڏي طريقت جي دعوىٰ ڪرڻ يا پنهنجي چئن اکرن جي علم کي ڪافي سمجهي طريقت وارن بزرگن کان دور رهڻ يا انهن تي ٺوڪ چٽر ڪرڻ جهالت ۽ سراسر گمراهي آهي.

سندن وعظ ٻڌڻ لاءِ اوري پري کان هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿيندا هئا. سندن ڪلام ۾ الله تعالىٰ ايترو ته اثر رکيو هو، جو جذبو، جوش، وجد، مستي ته عام ڳالهه هئي. ڪيئي فقير جذبي ۾ اچي پتنگن وانگر ڦٿڪندا ڏسندا هئا. ڪي بي خوديءَ جي عالم ۾ شهر ڇڏي جهنگلن ۾ هليا ويندا هئا. ڪي مجذوب ته انهيءَ حالت ۾ مري به ويندا هئا. هڪ ئي وقت ۾ ٻه ٽي جنازا به سندن مجلس مان کنيا ويندا هئا. سندن جي غيرمعمولي مقبوليت ۽ مخلوق خدا جي اصلاح ڏسي شيطان ۽ ان جا ساٿي روئندا پٽيندا هئا. چنانچه پاڻ فرمايو اٿن ته هڪ دفعي مون ڏٺو ته شيطان مون کان پري ويهي مٽي تي مٽي وجهي چئي رهيو آهي:

اي عبدالقادر! (رحمة الله عليه)! مان توکان نااميد ٿي چڪو آهيان. جواب ۾ مون ان کي چيو:

اي ملعون! هٽي وڃ پڪ (چاڻ) مان توکان هميشه بچندو رهندس. (قلائد الجواهر ص: ١١)

## چوندڙ ارشادات:

۱

إِسْمُ اللهِ الْأَعْظَمُ هُوَ اللهُ وَإِنَّمَا يُسْتَجَابُ لَكَ إِذَا قُلْتَ اَللّٰهُ وَلَيْسَ فِيْ قَلْبِكَ غَيْرُهٗ"

يعني الله تعاليٰ جو اسم اعظم (نالو مبارڪ) الله ئي آهي. بيشڪ تنهنجي سڏ جو جواب ڏنو ويندو (دعا قبول ڪئي ويندي ان شرط سان تہ) جڏهن "الله" چوين تہ تنهنجي دل ۾ غير جو خيال ئي نہ هجي.

۲

"تَفَقَّهْ ثُمَّ اعْتَزِلْ مَنْ عَبَدَاللهَ بِغَيْرِ عِلْمٍ كَانَ مَايُفْسِدُهٗ أَكْثَرُ مِمَّا يُصْلِحُهٗ خُذْ مَعَكَ مِصْبَاحَ شَرْعِ رَبِّكَ مَنْ عَمِلَ بِمَا عَلِمَ أَوْرَثَهُ اللهُ عِلْمَ مَالَمْ يَعْلَمْ"

(يعني پهريائين) دين جو علم سک پوءِ اڪيلو ٿي ويهہ (ذڪر فقر ۽ فقيريءَ ۾ مشغول ٿيءُ) جيڪو بغير علم جي الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو تہ سڌارو گهٽ حاصل ڪندو ۽ ضايع زياده ڪندو، پاڻ سان پنهنجي رب جي شريعت جو ڏيئو ڪڻ، جيڪو ڄاتل علم تي عمل ڪندو الله تعاليٰ ان کي اڻ ڄاتل علم جو وارث ڪندو (اهوئي سبب آهي جو ڪوبہ ولي جاهل نہ ٿيو آهي، اگرچہ دستاربند عالم هجڻ ڪوشرط نہ آهي پر شريعت جي ضروري مسائل ۽ احڪام جي ڄاڻ ۽ ان موجب عمل ڪرڻ فرض آهي، نيٺ جاهل ۽ فرضي عملن ۾ سستي ڪندڙ ڪڏهن بہ وليِ خدا ٿي نٿو سگهي.)

جڏهن حضرت غوث اعظم رضي الله عنه کان دنياجي متعلق پڇيو ويو تہ فرمايائون:

٣

"اخرجها من قبلك الىٰ يدک فانها لاتغرک"

يعني ان (دنيا) کي دل مان ڪڍي هٿ تي آڻ پوءِ اها توکي دوکو نہ ڏيندي.

انهيءَ سلسلي ۾ ولي ڪامل مرشدي حضرت سهڻا سائين قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ دراصل بري دنيا نہ پر دنياجي محبت آهي. دل ۾ صرف ۽ صرف الله عزوجل ۽ ان جي حبيب صلي الله عليه وسلم جن جي محبت هجي پوءِ دنيا پلي بئنڪن ۾، تڙينڪن ۾، گهر ۾ هجي ڪو حرج نہ آهي پر اها دنيا دل ۾ گهر نہ ڪري. دنياجي محبت جيڪڏهن دل ۾ آئي تہ ائين نقصانڪار آهي جيئن ٻيڙيءَ ۾ پاڻي اندر داخل ٿئي تہ تباهيءَ جو سبب آهي، پر ٻيڙيءَ جي هيٺان هجي تہ هلڻ ۾ مددگار آهي.

٤

"قد اخبرک الله عزوجل بجهادين ظاهر وباطن فالباطن جهاد النفس والهوىٰ والطبع والشيطان والتوبة عن المعاصي والزلات والثبات عليها وترک الشهوات المحرمات. والظاهر جهاد الكفار والمعاندين لہ ولرسولہٖ صلي الله تعالىٰ عليه وآلہٖ وسلم ومقاساة سيوفهم ورماحهم وسهامهم يقتلون ويقتلون فالجهاد الباطن اصعب من الجهاد الظاهر لانه شيءٌ ملازم متكرم " (الفتح الرباني)

يعني الله توکي ٻن جهادن جي خبر ڏني آهي هڪ ظاهري، ٻيو باطني باطني جهاد نفس، سَڌَن طبيعت ۽ شيطان سان جنگ ڪرڻ، توبہ تي قائم رهڻ ۽ حرام شهوتن (نفس جي پسنديده ڪمن ۽ شين) جو ڇڏڻ آهي ۽ ظاهري جهاد ڪافرن ۽ الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليه وسلم جي مخالفن سان جنگ

ڪرڻ، انهن جي تلوارن، نيزن ۽ تيرن سان سامهون ٿيڻ آهي جو انهن کي قتل ڪن ۽ پاڻ بہ شهيد ٿين. تنهن ڪري باطني جهاد، ظاهري جهاد کان گهڻو ڏکيو آهي ڇوتہ اهو هر وقت ۽ بار بار ٿيڻ وارو جهاد آهي (باقي ڪافرن سان تہ ڪڏهن ڪڏهن جنگ ٿئي ٿي).

پاڻ اڪثر ڪري هفتي ۾ ٽي ڏينهن وعظ فرمائيندا هئا، جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن تہ حاضرين جو تعداد ستر هزار کي بہ پهچي ويندو هو. چار سؤ کن ڪاتب سندن ارشادات عاليہ قلمبند ڪندا هئا، مشهور روايتن موجب سندن مجلس ۾ رجال الغيب ۽ بي شمار جِنَّ پڻ حاضر ٿيندا هئا. هڪ لک کان وڌيڪ بدڪردار ماڻهو سندن دست حق پرست تي بيعت ٿي گناهن کان سچي طرح تائب ٿيا. جڏهن تہ پنج سئو کان وڌيڪ غيرمذهب، يهودي ۽ نصارا سندن بابرڪت هٿ تي مسلمان ٿيا هئا.

## وفات حسرت آيات:

پاڻ دين متين جي ظاهري ۽ باطني خدمتن ۾ عمر گذاري ٩١ سالن جي عمر ۾ ملڪ بقا ڏي راهي ٿيا. اِنَّا لِلّٰہِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ. وفات جي تاريخ ۾ مؤرخين جو اختلاف آهي. زياده مشهور روايت ١١ ربيع الثاني سن ٥٦١ آهي، انهيءَ ڪري اسان جي سنڌ ۾ گهڻي ڀاڱي ڪين يارهين وارو پير ڪري سڏيو ويندو آهي.

## ڪجهہ هن ڪتاب جي باري ۾:

حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جا قصيده غوثيہ کان سواءِ ٻيا بہ قصيدا آهن، مگر سڀ کان زياده مشهور قصيدو "قصيده غوثيہ" ئي آهي. شايد ان جو سبب هيءُ هجي، جو اهي قصيدا ڪنهن هڪ حال ۾ چيل، هڪ موضوع

جي ترجماني ڪندڙ ۽ مختصر قصيدا آهن. جڏهن تہ هيءُ قصيدو گهڻو جامع، حقيقت، معرفت، شريعت ۽ طريقت جي انهن اسرارن کي سميٽيندڙ سندن ڪمالات ۽ خداداد اختيارات وانعامات جو مظهر ۽ قدري تفصيلي قصيدو آهي. اهڙي طرح ان جو پيش نظر شرح "التحفه المرضيه" پڻ متن جي مناسبت سان، نہ تمام تفصيلي آهي ۽ نہ زياده مختصر. هن ۾ خطيب اهل السنه حضرت علامہ الحاج مولانا محمد ادريس صاحب (بلبل مدينہ) نرت نچوڙي، راتيون جاڳي گهڻو ڪجهہ مواد هڪ جا ڪيو اهي. اميد واثق ۽ دلي دعا آهي تہ " شرح قصيده برده" جيان الله تعاليٰ "قصيده غوثيہ" جي هن شرح کي بہ پنهنجي ۽ پنهنجي پيارن جي حضور ۾ قبوليت جو شرف بخشي. علامہ مولانا موصوف لاءِ صدقہ جاريہ ۽ آخرت جو سرمايو بنائيندو. ساڳي وقت حضرت غوث اعظم رضي الله عنه جي وسيلي سان هيءُ عاجز گنهگار بہ بارگاه الاهيءَ ۾ جهولي ڦهلائي بيٺو آهي تہ ٻيڙيءَ جي ٻيڙي جيان هن مسڪين ۽ مرشد ڪامل حضرت سڄڻ سائين مدظله، والدين ڪريمين، اساتذه ڪرام ۽ متعلقين احباب تي پنهنجو ڪرم ڪري دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي پيارن جو پاڙو نصيب ڪري.

آمين يا رب العالمين بحرمة سيد الاولين والآخرين صلي الله عليه وعليٰ آلہٖ واصحابہٖ اجمعين

**حبيب الرحمان گبول طاهري**

ايم، اي، فاضل غفاري

مرڪزي صدر جمعية علماءِ روحانيہ غفاريہ

درگاه الله آباد شريف ڪنڊيارو

حال جامعہ محمديہ شاهپور جهانيہ

ضلع نوابشاهہ

سنڌ

# مهاڳ

نحمدهٗ ونصلي ونسلم عليٰ رسولهِ الْڪريم

## اَمَّا بَعْدُ!

حضرت ابي بن ڪعب رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي ته: حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

اِنَّ مِنَ الشِّعْرِ حِكْمَةً

بيشڪ شعرن مان ڪي شعر حڪمت (سان ڀريل) آهن. (١) ان مان مراد اهي شعر آهن، جن ۾ الله تعاليٰ جو حمد ۽ حضرت رسول اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جي ثنا، عشق ۽ محبت جو ذڪر هوندو آهي. حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جا چيل شعر به حڪمت وارا آهن. سندن چيل مشهور ۽ معروف قصيدو جنهن ڪي عام ماڻهو قصيدو غوثيه ۽ خاص ڀانها قصيدو خمريه سڏيندا آهن. جيڪو پاڻ جذبي ۽ استغراق جي حال ۾ چيو اٿن (٢) اهڙين معنائن ۽ رمزن سان ڀريل آهي، جنهن جي سمجهڻ سان الله تعاليٰ جي محبت جو نه وسرندڙ سبق حاصل ٿيندو آهي ۽ ان مان اها ڳالهه به صاف محسوس ٿيندي آهي ته محبت ڇا آهي؟ محب ڇا آهي؟ محب محبوب سان ڪهڙي نموني واصل آهي ۽ ڀين ڪي عشق واري واٽ ڏانهن ڪيئن ٿو سڏي؟

هي قصيدو ظاهري ۽ باطني برڪتن جو خزانو،

---

(١) رواه البخاري مشڪواة المصابيح ص: ٤٠٩

(٢) حاشيه بهجه الاسرار ص: ٢٢٩

حقيقت ۽ معرفت جو بحرِ بيڪران آهي.
سچ آهي تہ "ڪلامُ الملوڪ ملوڪ الڪلام" يعني (بادشاهن جو ٻول ٻولن جو بادشاهہ آهي). حضرت بادشاهہ پير رضي الله تعاليٰ عنه، جهڙو پاڻ شاندار آهي، اهڙو سندس قصيدو بہ شان وارو آهي. ڪي ماڻهو اعتراض ڪندا آهن تہ حضرت پيرن جي پير هن قصيدي ۾ پنهنجي مقام ڪي اهڙي ڏام ڏوم سان بيان ڪيو آهي ۽ اهڙيون دعوائون ڪيون آهن، جيڪي نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام بہ نہ ڪيون آهن. پر انهن جو اعتراض بي علميءَ تي مبني آهي. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم ۽ اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم کان الله تعاليٰ جي نعمت ڪي ظاهر ڪندي اهڙيون روايتون آيل آهن، جن ۾ سندن شان ۽ مقام بيان ٿيل آهي.
المقصد تہ هن قصيدي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي لاءِ مختلف زبانن ۾ شرح نظر آيا، مگر سنڌيءَ زبانِ ۾ ڪو اهڙو شرح نظر نہ آيو ان جي ڪري شوق ٿيو تہ پنهنجيءَ پياريءَ ۽ سهڻيءَ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ هن جو شرح لکي حضرت پيرن جي پير رضي الله عنه جي محبت وارن جي خدمت ۾ پيش ڪيان. الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان اربع جي رات ١۴ تاريخ جمادي الأخريٰ ١۴٠٨هہ سومهاڻيءَ نماز کان پوءِ شروع ڪيم ۽ ان ئي مهيني ۾ ٢٦ تاريخ سومر جي ڏينهن ٻپهريءَ نماز کان پوءِ لکي پورو ڪري ان جو نالو "التحفة المرضية شرح القصيدة الغوثية" (پسند ڪيل تحفو) رکيم شال الله تعاليٰ حضرت غوث اعظم رضي الله عنه جي صدقي قبول ڪري ۽ هن عاجز کي سندن خادمن ۽ محبن جي جماعت ۾ شامل ڪري. آمين ثم آمين يارب العالمين.

## قصيدي شريف جي پڙهڻ جا آداب ۽ فائدا

ڪوبہ شخص جڏهن هن قصيدي شريف کي پڙهڻ جو ارادو ڪري تہ الله تعاليٰ جي ڪنهن صالح، متقي ٻانهي کان

اجازت وني. عقيدي ۽ محبت سان پڙهي. وضو ڪري اول الحمد شريف پڙهي ان جو ثواب حضرت پيرن جي پير کي هديو ڪري موڪلي. ان کان پوءِ (٣) ڀيرا حضور صلي الله عليه وسلم تي هيءُ درود شريف پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ مَعْدَنِ الْجُوْدِ وَالْكَرَمِ مَنْبَعِ الْعِلْمِ وَالْحِلْمِ وَالْحِكَمِ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

## خصوصي فائدا

١- جيڪو شخص هن قصيدي شريف کي يارهن (١١) ڀيرا روز پڙهندو ته الله تعاليٰ جي دربار ۾ مقبول ۽ خلق ۾ محبوب ٿيندو. ٢- جيڪو علم جو طالب هن کي وظيفو ڪري پڙهندو ته ان جو حافظو قوي ۽ ايترو مضبوط ٿيندو جو جيڪي پڙهندو سو ان کان نه وسرندو. ٣- هن جي پڙهندڙ جي لاءِ عربي ٻولي پڙهڻ ۽ سمجهڻ آسان ٿيندي. ٤- جيڪو شخص هن قصيدي شريف کي ڪنهن به حاجت جي پوري ٿيڻ لاءِ چاليهه ڏينهن پڙهڻ جو ارادو ڪري شروع ڪندو ته چاليهن ڏينهن پوري ٿيڻ کان اڳ ۾ الله تعاليٰ جي اذن سان ان جي اها حاجت پوري ٿيندي انشاءَ الله تعاليٰ. ٥- جيڪو شخص هيءُ قصيدو سهڻي عقيدي سان پاڻ سان رکندو ۽ روزانو ٽي (٣) ڀيرا پڙهندو يا اڻ پڙهيل آهي ته ٻئي کان پڙهائي ٻڌندو ۽ ان جي زيارت ڪندو رهندو ته ان کي حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي زيارت ۽ ساڻن ڳالهائڻ جو شرف حاصل ٿيندو. ٦- اميرن ۽ بادشاهن وٽ عزت ۽ مقام حاصل ڪرڻ لاءِ هن جو پڙهڻ گهڻو فائدو ڏيندڙ آهي. (١)

---

(١) حاشيه بهجة الاسرار ص: ٢٢٩

## شعر ١- محبت جي مئي

سَقَانِي الْحُبُّ كَاسَاتِ الْوِصَالِ
فَقُلْتُ لِخَمْرَتِي نَحْوِيْ تَعَالِ

### ترجمو

مون کي محبت، ميلاپ جا پيالا پياريا. پوءِ مون پنهنجي بيهوش ڪرڻ واريءَ شيءِ کي چيو ته مون ڏي هلي آءُ.

### سمجهاڻي

جيئن الله تعاليٰ جي پاڪ ڪلام قرآن ڪريم ۾ اهڙيون رمزون ۽ راز هوندا آهن، جن کي الله تعاليٰ ۽ ان جو رسول ﷺ ڄاڻن ٿا ٻئي ڪنهن کي خبر نه هوندي آهي يا قرآن ڪريم ۾ اهڙا الفاظ آيل آهن جن جي سمجهڻ جي سڀ ڪنهن کي مجال نه آهي ڪٿي حقيقي معنيٰ مراد آهي ته ڪٿي مجازي'ڪٿي استعارو آهي ته. ڪٿي ڪنايو،ڪٿي محڪم آيتون آهن ته ڪٿي متشابهه؛ اهڙيءَ طرح صوفياءِ ڪرام وٽ به پنهنجا اصطلاح آهن ۽ ڪي رمزون ۽ راز اهڙن لفظن ۾ بيان ڪندا آهن جن کي هرڪو ماڻهو سمجهي نه سگهندو آهي. هن قصيدي ۾ به حضرت غوث اعظم عليه الرحمة اهو اندازو رکيو آهي. حب، خمرة، حال، مخدع وغيره سڀ صوفين جا اصطلاح آهن، جيڪي ظاهر ۾ پنهنجي مشهورمعنائن تي دلالت ڪن ٿا پر انهن جو حقيقي مفهوم اهل الله ۽ اهلِ دل کي معلوم هوندو آهي.

# حُبَّ ڇا آهي؟

اندر جي سڪ جيستائين ظاهر نہ ٿئي، تہ ان جونالو حُبَّ آهي. ظاهر ٿيڻ کا پوءِ ان جو نالو عشق آهي، جيڪو دل جي ان اندرئين حصي ۾ رهندو آهي جنهن کي "فؤاد" سڏيندا آهن.جڏهن ان ۾ محبت جو نور ايندو آهي تہ اهو ايترو وسيع ۽ روشن ٿيندو آهي، جو ان جي اڳيان لاهوتي اسرار ۽ ملڪوتي حقيقتون کلي پونديون آهن. الله تعالىٰ پنهنجي حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جي معراج واري ڪيفيت کي قرآن ڪريم ۾ جو بيان فرمايو آهي تہ اتي "فؤاد" جو ذڪر آيل آهي:

"مَاكَذَبَ الْفُؤَادُ مَا رَاٰي" (١)

"نہ ڪوڙو ڪيو دل ان کي جو ڏٺائين"

حب جڏهن گهڻي ٿيندي آهي تہ محب محبوب سان ملڻ لاءِ دنيوي عزت، وقار ۽ سامان قربان ڪندي هر ايذاءَ ۽ تڪليف خوشيءَ سان قبول ڪندو آهي. محبوب جي ملڻ کان سواءِ ڪنهن بہ شيءِ کي اهميت نہ ڏيندو آهي. ساري زمين جي بادشاهي، سونا جبل ۽ واريءَ جي ذرن جيترا لعل ۽ ياقوت ان جي نگاهہ ۾ بيڪار هوندا آهن. يار جي تار ۾ .گرميءَ ۾ سڙڻ، پيٽ تي پٿر ٻڌڻ، مارون سهڻ، عشق جي مستيءَ ۽ يار جي تصور ۾ غرق رهڻ ان لاءِ آسان شيءِ آهي قصيدي شريف ۾ حب جي لفظ جي مٿان الف لام عوض جو آهي. اصل ۾ هيءَ حب الله آهي. هت حب مان مراد عشق آهي. الله تعالىٰ جي پاڪ ذات، حقيقي محبوب ۽ اصلي معشوق آهي ۽ ان جي محبت، معرفت حاصل ڪرڻ جو ذريعو ۽ وسيلو آهي ڇوتہ ڪوبہ عارف معرفت تڏهن حاصل ڪندو، جڏهن ان جي

(١) سورة النجم آيت: ١١

طلب ڪندو. ۽ محبت کان سواءِ طلب نہ ٿيندي. حضرت شاھہ عبداللطيف ڀٽائيءَ عليه الرحمة جن کھڙي نہ سھڻي ڳالھہ ڪئي آھي:

"پيچن سي پسن، جڏھن تڏھن پرينءَ ڪي،
ڏوريندين ڏسن، اگھ عجيبن جا."

(شاہ عليه الرحمة)

محبت سان طلب ۽ طلب سان معرفت ۽ معرفت سان ميلاپ ٿيندو آھي. ميلاپ کان پوءِ محبوب ئي ياد رھندو. غير جي يادگيري نہ رھندي. جيئن شاھہ صاحب جو فرمان آھي:

"شال م وسرين تون، پيو لوڪ سيوئي وسري.
مطلب اھو مون، جيئن پاڻئون پاسي نہ ڪرين."

جڏھن محب محبوب جي تصور ۾ غرق ٿو ٿئي، ۽ غير کان ڪنجي ٿو وڃي تہ، محبوب پاڻ ان ثنا محبت ٿو ڪري ۽ ان جي سڏ کي "جيءُ" چئي قبول ٿو ڪري. صحيح مسلم شريف ۾ حضرت ابوذر رضي الله عنه کان روايت آھي تہ حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو:

"يقول الله تعاليٰ من جاءَ بالحسنة فله عشر امثالها وازيد ومن جاءَ بالسيئه فجزاءُ سيئة مثلها او اغفر ومن تقرب مني شبرا تقربت منه ذراعا ومن تقرب مني ذراعا تقربت منه باعا" الحديث (١)

يعني الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جيڪو ھڪ نيڪي آڻيندو ان لاءِ ان جھڙيون ڏھہ آھن، ۽ مان وڌائيندس ۽ جيڪو گناھ آڻيندو تہ گناھہ جو بدلو ان جھڙو آھي يا مان بخشي

(١) مشڪواة المصابيح ص ١٩٦ باب ذڪر الله عزوجل والتقرب اليه

ڇڏيندس، ۽ جيڪو مون کي هڪ گرانٺ ويجهو ايندو آهي تہ مان ان ڏانهن هڪ هٿ ويجهو ايندو آهيان ۽ جيڪو مون ڏي هڪ هٿ ويجهو ايندو آهي تہ مان ان ڏانهن ٻُره ويجهو ٿيندو آهيان.

حضرت علامہ روميؒ عليه الرحمه جن فرمايو آهي:

"گفتہ او گفتہ الله بود
گرچہ از حلقوم عبدالله بود"

(ان جو قول الله جو قول آهي جيتوڻيڪ الله جي ٻانهي جي نڙيءَ مان نڪرندو آهي)

الله تعاليٰ جي حب اهڙي سهڻي شيءِ آهي، جو حضور اڪرم صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن الله تعاليٰ جي دربار ۾ حب جي لاءِ دعا گهرندا هئا.

ترمذي شريف حضرت عبدالله خطميؒ رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آندي آهي تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن هيءَ دعا گهرندا هئا:

"اَللّٰهُمَّ ارْزُقْنِيْ حُبَّکَ" (١)

اي الله مون کي پنهنجي محبت عطا ڪر.

هن شعر ۾ جنهن منزل جو ذڪر آهي صوفين جي اصطلاح ۾ ان کي وصولي رابطو ۽ هن کان پوءِ جيڪو بيان ٿيندو ان کي حصولي رابطو سڏيندا آهن. هن شعر ۾ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جن محبوب ۾ مستغرق هجڻ ۽ غير کان غافل رهڻ جو اشارو ڪيو آهي. پاڻ اهو بہ فرمايو اٿن:

"رَبَّانِيْ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ وَلَا عَلَيَّ لِاَحَدٍ مَنَّةٌ بَعْدَ رَسُوْلِ اللهِ"

(١) مشڪواة المصابيح ص٢١٩

مون کي محبوب تربيت ۽ تعليم ڏني آهي ان کان پوءِ مون تي
کنهن جو کو بہ ٿورو، احسان نہ آهي. (١)

قصيدي شريف ۾ کاسات جو لفظ آندل آهي کاسات
کاس جو جمع آهي. جنهن پيالي ۾ محبت جي مئي پياري
ويندي آهي ان کي کاس چئبو آهي ۽ کڏهن ان محبت جي
مئي کي بہ کاس چوندا آهن هت جمع ان کري آندو ويو آهي،
جو ان جا رنگ ۽ لذتون مٽ سٽ ۽ ڏار هونديون آهن.

## شعر (٢)

## بيهوشيءَ ۾ رهڻ

سَعَتْ وَمَشَتْ لِنَحْوِيْ فِيْ كُؤُوْسٍ
فَهِمْتُ بِسُكْرَتِيْ بَيْنَ الْمَوَالِيْ

## ترجمو

ڊوڙندو ۽ پنڌ ڪندو مون ڏي پيالن ۾ آيو پوءِ اهو مون
بيخوديءَ ۾ دوستن ۾ ورهايو.

## سمجهاڻي

حضرت غوث اعظم رضي الله عنه جا مريد مختلف
مقامن ۽ درجن تي فائز هئا، ان کري انهن جا رنگ ۽ لذتون بہ
مختلف هيون ۽ اهي حضرت غوث اعظم رضي الله تعالیٰ عنه
کان مخفي ۽ لکل نہ هئا. جيئن حضور صلي الله تعالیٰ عليه
وسلم جن سيني جا رسول آهن تہ انهن کان بہ نيک
بخت يا بدبخت لکل نہ آهن. ترمذي شريف ۾ حضرت عبدالله

(١) العصيدة اليوسفيه ص: ٢٥

بن عمرو رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آهي تہ:
"خَرَجَ رَسُوْلُ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ وَفِيْ يَدَيْهِ كِتَابَانِ فَقَالَ "اَتَدْرُوْنَ مَاهٰذَانِ الْكِتَابَانِ" قُلْنَا لَا يَا رَسُوْلَ اللهِ إِلَّا اَنْ تُخْبِرَنَا فَقَالَ لِلَّذِيْ فِيْ يَدِهِ الْيُمْنيٰ "هٰذَا كِتَابٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ فِيْهِ اَسْمَاءُ اَهْلِ الْجَنَّةِ وَاَسْمَاءُ آبَاءِهِمْ وَقَبَائِلِهِمْ ثُمَّ اُجْمِلَ عَليٰ آخِرِهِمْ فَلَا يُزَادُ فِيْهِمْ وَلَا يُنْقَصُ مِنْهُمْ اَبَدًا" ثُمَّ قَالَ لِلَّذِيْ فِيْ شِمَالِهٖ "هٰذَانِ كِتَابَانِ مِنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ فِيْهِ اَسْمَاءُ اَهْلِ النَّارِ وَاَسْمَاءُ آبَائِهِمْ وَقَبَائِلِهِمْ ثُمَّ اُجْمِلَ عَليٰ آخِرِهِمْ فَلَا يُزَادُ فِيْهِمْ وَلَا يُنْقَصُ مِنْهُمْ" - الحديث (١)

يعني حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن ٻاهر نڪتا ۽ سندن ٻنهي هٿن (مبارڪن ۾ ٻہ ڪتاب هئا. پوءِ سڄي هٿ واري لاءِ فرمايائون تہ: "هيءُ رب العالمين جي طرفان ڪتاب آهي ان ۾ جنت وارن ۽ انهن جي پيئرن، ۽ قبيلن جا نالا آهن، ان کان پوءِ جوڙ ڪيل آهي هميشه لاءِ نہ انهن ۾ وڌايا ويندا، نہ گهٽايا ويندا." ان کان پوءِ کٻي هٿ واري لاءِ فرمايائون تہ "هيءُ رب العالمين جي طرفان ڪتاب آهي. ان ۾ جهنم وارن جا ۽ انهن جي پيئرن ۽ قبيلن جا نالا آهن. ان کان پوءِ جوڙ ڪيل آهي. انهن ۾ نہ وڌايا ويندا نہ گهٽايا ويندا.

هن حديث شريف مان ثابت ٿيو تہ جنت وارن ۽ جهنم وارن جون لسٽون ۽ تفصيل حضور ﷺ جن جي خدمت ۾ پيش ڪيا ويا ۽ انهن جو علم حضور ﷺ جن کي عطا ٿيل آهي. حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جن کي حضور ﷺ جن جي اتباع ۽ اطاعت جي برڪت سان پنهنجن مريدن جو علم عطا ٿيل آهي. شيخ نور الدين شطنوفيءَ شافعيءَ عليه الرحمة لکيو

(١) مرقاة شرح مشڪواة ص ١٤١ ج ١

آهي تہ:

قال الشيخ محي الدين عبدالقادر الجيلي رضي الله عنه اعطيت سجلا مد البصر فيه اسماء اصحابي ومريدي الىٰ يوم القيمه (١)

يعني مون کي دفتر عطا ڪيو ويو آهي ۽ اهو ايترو ڏگهو آهي، جيتري نگاهہ پري ويندي آهي. ان ۾ منهنجي دوستن ۽ قيامت تائين ايندڙن مريدن جا نالا آهن.

"بين الموالي" موالي مولىٰ جو جمع آهي، جنهن جون ٻہ ٽي معنائون آهن: دوست، مريد، غلام، فرمانبردار وغيره. هن شعر ۾ موالي مان اهي ٻانها مراد آهن، جن کي حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جي بارگاه شريف مان فيض مليو آهي. ان فيض کي حضرت غوث اعظم عليه الرحمة حبيب اڪرم ﷺ جن کان وٺي پنهنجن مريدن ۾ ورهايو. اصل ۾ ورهائيندڙ حضور اڪرم ﷺ جن جي ذات مبارڪ آهي. جيئن حضرت معاويه رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي تہ مون حضور ﷺ جن کان ٻڌو پاڻ فرمايائون تہ: "اِنَّمَا اَنَا قَاسِمٌ وَاللّٰهُ يُعْطِيْ" (٢) بيشڪ مان ورهائيندڙ آهيان ۽ الله ڏيندڙ آهي. علامہ دولابيَ عليه الرحمة پنهنجي سندن سان حضرت ابوهريره رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آندي آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

"اَنَا اَبُوالْقَاسِمُ اَللّٰهُ يَرْزُقُ وَاَنَا اَقْسِمُ" (٣)

مان ابوالقاسم آهيان الله رزق ڏيندڙ آهي ۽ مان ان کي ورهائيندڙ آهيان. علامہ رازيَ عليه الرحمة "سورة الكوثر" جي تفسير ۾ لکيو آهي تہ:

---

(١) بهجة الاسرار ص ١٠٠

(٢) صحيح بخاري ج ١ ص: ١٦

(٣) ڪتاب الكنىٰ والاسماءِ ص

"اِنَّآ اَعْطَيْنَاكَ الْكَوْثَرَ" اي انا اعطيناك الكثير فاعط انت الكثير (١)

يعني (اي محبوب) اسان اوهان کي گهڻو عطا ڪيو آهي اوهان بہ ٻين کي گهڻو عطا ڪندا رهو. علامہ شرف الدين بوصيريؒ عليہ الرحمة قصيدي بردي شريف ۾ فرمايو آهي:

وَكُلُّهُمْ مِنْ رَّسُوْلِ اللّٰهِ مُلْتَمِسٌ
غُرْفًا مِنَ الْبَحْرِ اَوْرَشْفًا مِنَ الدِّيَمِ

تحرير ڪيل شعر جي ترجمي ۽ تشريح ۾ علامہ ذوالفقار عليؒ صاحب ديوبنديؒ لکيو آهي: "۽ سڀ نبي سڳورا حضرت رسول اللہ ﷺ جن کان سندن معرفت جي سمنڊ مان هڪ لپ جايا سندن علم جي وسندڙ ڪڪرن مان هڪ ڦڙي جا طالب آهن. يعني سڀ نبي سڳورا عليهم الصلواة والسلام سندن فيض جا طالب ۽ ان مان مستفيد آهن. (٢)

(شعر ٣)

## سيني قطبن کي زبردست رڪڻ

وَقُلْتُ لِسَآئِرِ الْاَقْطَابِ لُمُّوْا
بِحَالِيْ وَادْخُلُوْا اَنْتُمْ رِجَالِيْ

### ترجمو

"۽مون سيني قطبن کي چيو تہ مون ڏي منهنجي حال ۾ اچو ۽ مون وٽ پڙهندڙن مردن ۾ داخل ٿيو."

(١) التفسير الكبير جزء: ٢-٣ ص: ١١٦
(٢) عطر الوردة ص: ٢٢

## سمجهاڻي

هن شعر ۾ حضرت غوث اعظم "بحالي" لفظ آڻي پنهنجو حال بيان فرمايو آهي. حال ٻه قسم آهي: ١- جلال ٢- جمال. جلال اهو آهي، جو دريائن کي سڪائي، جبلن کي فنا ڪري ۽ سڄو جهان ان جي نگاهه جي اڳيان واريءَ جي داڻي جي برابر نه هجي. جمال اهو آهي جو جڏهن طالب مطلوب سان ملي ته ان ميلاپ ۾ ٻين کي به شريڪ بنائي ۽ ميلاپ جو ڏس ڏيندو رهي.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جلال ۽ جمال جا مظهر، انوار الاهيءَ جا آئينا آهن ته حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه وري حضور ﷺ جن جي فيض جو مظهر ۽ انوار جو آئينو آهن. پاڻ هن قصيدي ۾ پهريائين جمال يعني تعليم، تربيت، نرمي، شفقت، غمخواري ۽ همدرديءَ جو اظهار ڪيو اٿن، جنهن مان مقصد مريدن جي دلجمعي ۽ انهن کي سڪون عطا ڪرڻ آهي.

(شعر۴)

## وليءِ سپاهي منهنجو لشڪر آهيو

وَهَمُّوْا وَاشْرَبُوْا اَنْتُمْ جُنُوْدِيْ
فَسَاقِي الْقَوْمِ بِالْوَافِيْ مَلَالِيْ

## ترجمو

۽ ڪوشش ڪيو ۽ پيو اوهان منهنجو لشڪر آهيو. قوم جي ساقيءَ (وصل جو پيالو)مون لاءِ پورو ڀري ڏنو آهي.

# سمجهاڻي

ان سلسلي ۾ ساقيءَ جي معنيٰ آهي پيارينڌڙ ۽ ساقي ٻہ قسم آهي: هڪ(١) بناواسطي، ٢- ٻيو واسطي سان. واسطي کان سواءِ ساقي الله تعاليٰ آهي. جيئن قرآن ڪريم جي آيت سڳوريءَ ۾ آهي: "وَسَقٰهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُوْرًا" (١) ۽ پياريندو انهن کي انهن جو رب پاڪ پاڻي.

۽ واسطي سان ساقي الله تعاليٰ جا نبي سڳورا عليهم الصلواة والسلام ۽ ولي پيارا آهن. تصوف وارن جي اصطلاح ۾ ڪامل مرشد کي ساقي سڏيو ويندو آهي. مرشد جي واسطي سان مريد "ملڪوتي"، "جبروتي" ۽ "لاهوتي" فيض حاصل ڪندو آهي. هن قصيدي ۾ ساقيءَ مان مراد حضرت رسول اڪرم ﷺ جن آهن. جن جي بابرڪت ذات ڪان سيني کي فيوضات، تجليات ۽ انوار ملندا آهن. سالڪن کي بقا جي چشمي مان وصل جو پيالو حبيب ڪريم ﷺ جن جي هٿان ملندو آهي. مٿي آيل شعرن ۾ حُبَّ مان مراد حقيقي مرشد سان قلبي، روحاني رابطو، ڪاس مان مراد حقيقت جامعه، وصال مان مراد ذاتي تجلي، خمره مان مراد رحماني صفتون ۽ ساقيءَ مان مراد حقيقي ڪامل مرشد آهي، جيڪو پاڻ محبوب ڪريم ﷺ جن آهن. "بالوافي ملالي" مان مراد اهڙو پوريءَ طرح وفاداريءَ سان ڀري ڏيڻ آهي جو وعدي ڪيل شيءِ مان ذرو بہ رهجي نہ وڃي!

---

(١) سورة الدهر، آيت ٢.

شعر (٥)

## سيني منهنجو اوبارو پيتو آهي

"شَرِبْتُمْ فَضْلَتِي مِنْ بَعْدِ سُكْرِيْ
وَلَا تِلْتُمْ عُلُوِّيْ وَاتِّصَالِيْ."

### ترجمو

"اوهان منهنجي بيهوش هجڻ کان پوءِ منهنجو اوبارو پيتو ۽ منهنجي بلنديءَ ۽ ڳانڍاپي کي پهچي نہ سگهيئو"

### سمجهاڻي

"سکر" جي لفظي معنيٰ آهي بيهوش ٿيڻ ۽ صوفين جي اصطلاح ۾، حقيقي محبوب کان سواءِ ٻيءَ هر شيءِ کان بي خبر هجڻ کي "سکر" سڏيندا آهن. مقصد شعر جو اهو آهي تہ مان الله تعاليٰ جي ذات ۾ فنا ۽ غير کان پري آهيان، اوهان منهنجي مقام، مرتبي ۽ منصب کي ڪنهن بہ صورت ۾ پهچي نہ ٿا سگهو. اوهان کي جيڪو ذرو مليو آهي اهو بہ منهنجو اوبارو آهي، جيڪو منهنجي صدقي اوهان کي عطا ٿيو آهي.

(شعر ٦)

## منهنجو مقام سيني کان مٿي آهي

مُقَامُكُمُ الْعُلٰى جَمْعًا وَلٰكِنْ
مَقَامِيْ فَوْقَكُمْ مَا زَالَ عَالِيْ

### ترجمو

"اوهان سيني جو مقام مٿي آهي، پر منهنجو مقام هميشه اوهان کان بہ مٿي آهي."

## سمجهاڻي

هتي مقام مان مراد الله تعاليٰ جو قرب ۽ ويجهڙائي آهي، جنهن کي هڪ ڀاڻ ٿو ڄاڻي ۽ ٻيو سندس ڄاڻائڻ سان سندس مقرب ٻانها ڄاڻن ٿا. ان مقام کي

مقام البقاءِ مع دوام اللقاءِ

سڏيندا آهن. يعني اهڙي بقا جنهن ۾ ديدار جي دولت هميشه شامل رهي. حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جي ذات گرامي قطب الاقطاب ۽ فرد الافراد آهي. الله تعاليٰ جي حڪم "وَاَمَّا بِنِعْمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثْ" (١)

(۽ پر پنهنجي رب جي نعمت جو چرچو اظهار ڪر-)

تي عمل ڪندي الله تعاليٰ جي شڪر سان پنهنجي زبان مبارڪ کي کولي اهو مقام بيان ڪيو اٿن. اهو ڀاڻ تڪبر، وڏائيءَ ۽ خود ثنائيءَ ڪرڻ لاءِ نه فرمايو اٿن.

(شعر ٧)

مان الله تعاليٰ جي حضور ۾ مقرب آهيان

---

اَنَا فِيْ حَضْرَةِ التَّقْرِيْبِ وَحْدِيْ
يُصَرِّفُنِيْ وَحَسْبِيَ ذُوالْجَلَالِ

## ترجمو

مان قرب جي بارگاه ۾ اڪيلو آهيان، مون کي تصريف جي مقام ۾ رکي ٿو ۽ مون لاءِ وڏي شان وارو (الله تعاليٰ) ڪافي آهي.

---

(١) سورة الضحىٰ آيت ١١

## سمجهاڻي

هن شعر ۾ يُصَرِّفُ جو لفظ آيل آهي، جيڪو تصريف کان ورتل آهي. تصريف چئبو آهي هڪ مقام کان ٻئي مقام ڏي وڃي وڃڻ يا هڪ حال مان ڦيرائي ٻئي حال ۾ آڻڻ ڪي. حضرت غوث اعظم عليه الرحمة فرمايو تہ: الله تعاليٰ پنهنجي مهربانيءَ سان مون کي هڪڙي حال کان ڇڪي ٻئي حال ۾ آڻي ترقي عطا ڪري ٿو. يا تصريف جي معنيٰ آهي تصرف جوصاحب بنائڻ. پوءِ شعرجو مقصد هيءُ ٿيندو تہ الله تعاليٰ مون کي تصرف عطا ڪيو آهي ۽ مونکي ڪمال جي عطا ڪرڻ ۾ اهوئي ڪافي آهي.

## تصرّف ڇا آهي؟

تَصَرُّفُ اهو ڪامل اختيار آهي، جنهن سان ارواح ۽ اجسام تي زبردست قوت ۽ طاقت حاصل ٿيندي آهي. اهو پنج قسم آهي هڪ تصرف في الوجود، جيڪو حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه کي سيني ولين سڀورن کان وڌيڪ حاصل ٿيل هو. ان تصرف جي عطا ٿيڻ جي ڪري سندن وجود مبارڪ کان ڪرامتون بہ گهڻيون ظاهر ٿينديون هيون، جيڪي اسلام جي حق هجڻ جو پڪو ثبوت ۽ حبيب ڪريم ﷺ جن جي بارگاهہ عاليجاه ۾ سندن محبوبيت ۽ مقبوليت جو قطعي ۽ يقيني برهان آهن. ٻيو تصرف في الارواح. يعني الله تعاليٰ جي اذن سان معدوم کي موجود ڪرڻ يا موجود کي معدوم ڪرڻ. ٽيون تصرف في الاشباح، جسمن ۾ تصرف ڪرڻ جيئن پگهل عضون کي ڳنڍڻ. چوٿون تصرف "في القلوب" دلين ۾ تصرف ڪرڻ، پنجون تصرف "في البسائط" بسيط شين ۾ تصرف

ڪرڻ. علامہ رازيؒ عليہ الرحمة لکيو آهي تہ:
اما اذا امتازت بمعرفة الله ومحبته وقل انغماسها في تدبير هذا البدن واشرقت عليها الانوار السماوية العرشية المقدسة وفاضت عليها من تلک الانوار قويت علي التصرف في اجسام هذا العالم مثل قوة الارواح الفلکية عليٰ هذه الاعمال (١)

يعني جڏهن ڪا شخصيت الله جي معرفت ۽ محبت سان امتيازي حيثيت حاصل ڪندي آهي ۽ هن بدن جي تدبير ۾ ڏل نہ هوندي آهي ۽ ان تي آسماني، عرشي مقدس انوار چمڪندا آهن ۽ ان انوار مان انهن کي فيض ملندو آهي تہ پوءِ هن جهان جي جسمن ۾ تصرف ڪرڻ جي ان کي قوت عطا ٿيندي آهي. جيئن هنن عملن تي فلڪي ارواح تصرف ڪندا آهن. ان تصرف کي "تکوين" بہ چوندا آهن، جيڪا الله وارن کي عطا ٿيندي آهي.
حضرت غوث اعظم عليہ الرحمہ فرمايو آهي تہ:
قال الله تعاليٰ في بعض کتبہ يا آدم انا الله الذي لا اله الا انا اقول للشيء کن فيکون اطعني اجعلک تقول للشيء کن فيکون وقد فعل ذالک بکثير من انبيائہ واوليائہ وخواصہ من بني آدم (٢)

يعني الله تعاليٰ پنهنجي نازل ڪيل ڪن ڪتابن ۾ فرمايو آهي تہ "اي انسان مان سچو معبود آهيان مون کان سواءِ ڪوبہ عبادت ڪرڻ جو لائق نہ آهي، ڪنهن شيءِ لاءِ فرمايان تو "ٿيءُ" تہ اها ٿيو پوي. تون منهنجو فرمان مڃ ۽ ان جي مٿان عمل ڪر تہ تون بہ جيڪڏهن ڪنهن شيءِ کي چوندي ٿيءُ تہ اها موجود ٿي پوندي ۽ الله تعاليٰ اهو ڪرم پنهنجي گهڻن نبين

(١) العصيدة اليوسفيہ ص ٤٤ بحوالہ تفسير ڪبير.
(٢) فتوح الغيب مقالو ١٦ برحاشيہ قلائد الجواهر ص: ٣٨

سڳورن عليهم الصلواة والسلام، ولين ۾ خاص ٻانهن سان ڪيو آهي.

شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ عليه الرحمة فتوح الغيب جي ان عبارت جي شرح ۾ لکيو آهي تہ: انهن خاص ٻانهن مان حضرت غوث اعظم رضي الله عنه بہ ڪامل ترين فرد آهي. نفس جي سڌن ۽ دنيوي ارادن کان مڪمل طرح فاني ۽ الله جي امر ۽ فعل سان باقي آهي. الله تعاليٰ جي عطا ڪيل تصرف ۽ قدرت سان پوري ڪائنات ۾ تصرف ڪندڙ آهي. پاڻ هنن مقامن کي بيان ڪندي پنهنجي بلند مقام جي بہ نشاندهي ڪئي اٿن. (١)

(شعر٨)

## مون جهڙو ڪير آهي

أَنَا الْبَارِيُّ أَشْهَبُ كُلِّ شَيْخٍ
وَمَنْ ذَا فِي الرِّجَالِ أُعْطِيَ مِثَالِيْ

## ترجمو

مان سيني پيرن ۾ طاقت وارو(ٻانهو) آهيان ۽ مردن ۾ ڪير آهي جنهن کي مون جهڙو (ڪمال) عطا ڪيو ويو آهي!

## سمجهاڻي

هن شعر ۾ بہ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي بلند مقام کي بيان ڪندي پاڻ کي باز، اشهب ڪري سڏيو آهي. اشهب ان کي چوندا آهن، جنهن ۾ ڪارو رنگ گهٽ ۽ اڇو رنگ گهڻو هجي. اهو باز ٻين کان طاقت ۾

(١) شرح فتوح الغيب ص: ٩٣

وڏيڪ، شڪار ڪرڻ ۾ تيز ۽ تمام مٿي پرواز ڪندو آهي. ڪوبه پکي ان جو مقابلو ڪري نه سگهندو آهي. عربي لغت ۾ باز ۽ بازي بئي لفظ استعمال ٿيندا آهن. ڪل جي لام ڪي زير پڙهبي ڇو ته اهو اصل ۾ لڪل شيخ آهي. حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جن جو هيءُ فرمان به آهي ته:

الانس لهم مشائخ والجن لهم مشائخ
والملائكة لهم مشائخ وانا شيخ الكل (١)

يعني انسانن، جنن ۽ ملائڪن جا مرشد آهن ۽ مان سيني جو مرشد آهيان ـــــ پاڻ اهڙي مقام جو اظهار وفات وقت به فرمايو هيائون. علامه شطنوفيءَ عليه الرحمة لکيو آهي ته: حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه وفات وقت پنهنجي اولاد کي وهاري هيئن فرمايو: "مون سان ڪنهن کي پيٽ نه ڪجو ۽ نه مون کي ڪنهن سان پيٽجو. مون ۾ ۽ اوهان ۾ توڙي ساري خلق ۾ ايترو فرق آهي، جيترو آسمان ۽ زمين ۾. (٢)

## شعر (٩)

## الله تعاليٰ مون کي قدرتي تاج ۽ وڳا ڏکايا

كَسَانِيْ خِلْعَةً بِطَرَازِ عَزْمٍ
وَتَوَّجَنِيْ بِتِيْجَانِ الْكَمَالِ

### ترجمو

الله تعاليٰ مون کي صبر ۽ استقامت جي نشان وارو وڳو ڏکايو ۽ ڪمال جا تاج پهرايا آهن.

---

(١) بهجة الاسرار ص: ٢٣
(٢) بهجة الاسرار ص: ٣٣

# سمجهاڻي

عزم، بزرگن جي اصطلاح ۾ ذاتي انوار جي مشاهدي کي چئبو آهي، جيڪو قرب ۽ بقا جي ڪمال جو مقام آهي. جنهن ٻانهي کي اهو مقام ملندو آهي اهو وڏو مقرب ٻانهو هوندو آهي. ان درجي کي قطبيت ڪبريٰ سڏيندا آهن. جيڪو ٻانهو ان درجي تي فائز ٿيندو آهي ان کي ان جي منزل موافق خلعت عطا ڪندا آهن. جيئن ڪنهن کي بادشاهه جي طرفان ڪو انعام ملندو آهي ته ان تي نشان ٿيل هوندو آهي، جيڪو ڏسندو اهو سڃاڻندو ته هي بادشاه جي طرفان عطا ٿيل آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن الله تعاليٰ جي ٻانهي کي روحانيت واري خلعت عطا ٿيندي آهي ته اها به نشان ڪيل هوندي آهي. صوفياءِ ڪرام فرمائن ٿا ته جيڪو واحديت جي مقام تي فائز ٿيندو آهي ۽ ان مقام ۾ امتيازي حيثيت رکندو آهي ته ان جي خلعت آيت الڪرسي هوندي آهي ۽ ان جو نشان الٓمٓ هوندو آهي، جيڪو احديت جي مقام تي فائز هوندو آهي ان جي خلعت قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ ۽ نشان ن هوندو آهي ۽ اهو نهايت اعليٰ مقام هوندو آهي. ان مقام تي اهو پهچندو، جيڪو اعليٰ درجن جو صاحب هوندو آهي. ان جو نالو محمدي ولايت آهي. ان مقام کي ڪلي طرح حضور اڪرم ﷺ جن کان سواءِ ڪنهن به طي نه ڪيو آهي. ٻيو ڪو به ان جي انتها کي نه پهتو آهي. حقيقت ۾ اهو محمدي مقام آهي جيڪو حضور ﷺ جن جي صدقي، مهابي ۽ سندن تابعداريءَ جي برڪت سان سندن مخصوص امتين کي عطا ٿيندو آهي. والذي معه واري آيت سڳوريءَ ۾ ان ڏي اشارو آهي. جنهن کي به ان مان ونڊ ملڻي

ٽيندي آهي تہ اول حضور ﷺ جن ان لاءِ شفاعت ۽ دعا ڪندا آهن. پوءِ منظوري ملندي آهي ۽ احديت جي بارگاهہ جا مقرب، نبوت ۽ رسالت جا حامل، الله تعاليٰ جا واصل ۽ مقرب ملائڪ گڏ تي ان کي اها خلعت عطا ڪندا آهن ۽ ان مٿان عنايت جو تاج رکندا آهن تانت اهو محمدي ولايت جي لاءِ نائب، خليفي ۽ خادم جي حيثيت سان ڪم ڪري. (١)

حضرت ابوسعيد قيلويؒ عليه الرحمة فرمايو آهي تہ "جڏهن سن ٦٠١هہ ۾ سيدنا عبدالقادر جيلانيؒ عليه الرحمة جن فرمايو:

"قَدَمِيْ هٰذِهٖ عَلٰي رَقْبَةِ كُلِّ وَلِيِّ اللّٰهِ" (٢)

(منهنجو هيءُ قدم الله جي هر وليءَ جي مٿان آهي)

تہ الله تعاليٰ سندن قلب مبارڪ تي تجلي فرمائي ۽ سندن لاءِ حبيب ڪريم ﷺ جن وٽان خاص خلعت آئي جيڪا الله تعاليٰ جا مقرب ملائڪ کڻي آيا ۽ ڪين ڏڪايائون ان وقت وفات ڪري ويل اوليائن سڀني جا ارواح مبارڪ ۽ جيئرا بزرگ جسم سان گڏ موجود هئا. ملائڪ سڀ ورا رجال الله يعني غيبي مرد قطارون ڪري مجلس کي گهيرو ڪري بيٺا هئا ۽ اهي ايترا گهڻا هئا جو آسمانن جا پاسا پرجي ويا هئا. ڌرتيءَ تي ڪوبہ ولي سڀورو نہ هو جنهن سندن قدم کي قبول نہ ڪيو هجي.

تيجان تاج جو جمع آهي. معنيٰ گهڻا تاج. جمع ان ڪري آندو ويو آهي، جو الله تعاليٰ جي قرب جا درجا گهڻا آهن ۽ جڏهن سالڪ آهستي آهستي انهن کي طي ڪندو آهي تہ

---

(١) العصيدة اليوسفية ص: ٤٨)

(٢) بهجة الاسرار ص ٨-٩

جهڙي درجي تي پهچندو آهي ان کي اتي اهو تاج ڏکايو ويندو آهي. پوءِ درجا بہ گهٽائي تہ تاج بہ گهٽا. ان کري جمع آندو ويو آهي.

## شعر (١٠)

## ڳجهي راز تي واقف ٿيڻ

وَاَطْلَعَنِيْ عَليٰ سِرٍّ قَدِيْمٍ
وَقَلَّدَنِيْ وَاَعْطَانِيْ سُوَالِيْ

### ترجمو

۽ الله تعاليٰ مون کي قديم راز کان واقف کيو آهي ۽ مون کي امر جو تابع کري ۽ مون کي منهنجي گهربل شيءِ ڏني آهي.

### سمجهاڻي

ازلي اسرار جو نالو سر قديم آهي. صوفي سڳورا ان راز کي مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ جي اشاري سان بيان کندا آهن. ان کي سرالغيب بہ سڏيندا آهن. حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه هن شعر ۾ غيب تي واقف هجڻ جو بيان کيو آهي.



# شعر (١١)

## سيني قطبن جو والي هجڻ

وَوِلَايَتِيْ عَلَي الْاَقْطَابِ جَمْعًا
فَحُكْمِيْ نَافِذٌ فِيْ كُلِّ حَالٍ

## ترجمو

۽ (الله تعاليٰ) مون کي سيني قطبن تي ولايت عطا ڪئي آهي پوءِ منهنجو حڪم هر حال ۾ جاري آهي.

## سمجهاڻي

قطبن سڀني ۽ جيڪي انهن کان گهٽ آهن، انهن سيني جا پاڻ روحاني حاڪم آهن، جيڪي ولي پلارا پين تي حڪم هلائين ٿا. حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جو انهن تي به حڪم هلندڙ آهي. صوفياءِ ڪرام وٽ قرآن ڪريم جي آيت سڳوري "واولي الامر" مان مراد اهي قطب آهن ۽ انهن تي به حضرت پيرن جي پير جو حڪم نافذ آهي، ان کان سواءِ باه، پاڻي، هوا، مٽي، سال، مهينا، هفتا، ڏينهن ۽ راتيون به سندن سلامي پرڻ وارا تابع آهن. جيئن حضور اڪرم ﷺ جن جي اشاري سان ڪڪر، وڻ، پٿر، انسان ۽ جن هلندا هئا ۽ حاضر ٿيندا هئا يا حضرت امير المومنين عمر بن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه جي حڪم سان نيل دريا وهي هليو يا جيئن حضرت سفينه رضي الله تعاليٰ عنه کي شينهن ڏسي ۽ حضور ﷺ جن جو غلام سمجهي خدمت ڪئي ۽ رستو ڏيکاريو اهڙيءَ طرح حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جو به قطبن سڀورن تي حڪم هلندو هو.

## شعر (١٢)

## سندن توجھ سان سمنڊ سڪي وڃن ھا

فَلَوْ اَلْقَيْتُ سِرِّيْ فِيْ بِحَارٍ
لَصَارَ الْكُلُّ غَوْرًا فِي الزَّوَالِ

### ترجمو

پوءِ جيڪڏھن مان پنھنجو راز سمنڊن ۾ وجھان ھا تہ اھي سيئي سڪي وڃن ھا.

### سمجھاڻي

حضرت غوث اعظم عليه الرحمة جن ھن شعر ۾ فرمائن ٿا تہ: ”جيڪو راز منھنجي دل برداشت ڪيو آھي ۽ مون کي ان تي اطلاع مليو آھي اھو ايترو تہ وڏو آھي، جو جيڪڏھن سمنڊن ۾ وڌو وڃي تہ ايڏا وڏا ۽ عميق سمنڊ بہ ان جي خوف ۽ ھيبت کان سڪي وڃن ھا.“

ھن شعر ۾ قرآن ڪريم جي سورة الاحزاب جي پوئين آيت سڳوري:

”اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَالْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَاَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْاِنْسَانُ اِنَّهٗ كَانَ ظَلُوْمًا جَهُوْلًا“ (١)

(يعني اسان آسمانن ۽ زمينن ۽ جبلن تي امانت جي آڇ ڪئي پوءِ انھن انڪار ڪيو ۽ ان کان ڊڄي ويا ۽ ان ڪي

(١) سورت الاحزاب رڪوع ٩ پ٢٢

انسان ڪنيو بيشڪ اهو ظالم، جاهل آهي)- ڏي اشارو آهي اهوئي راز آهي، جنهن جي تصرف سان اصحابي سڳورا رضي الله تعاليٰ عنهم پنهنجي گهوڙن کي درياءَ ۾ لاهيندا هئا ته به نه ٻڏندا هئا.

## شعر (١٣)

## سندن روحاني راز جبل به نه ڪٽي سگهن ها

وَلَوْ اَلْقَيْتُ سِرِّيْ فِيْ جِبَالٍ
لَدُكَّتْ وَاخْتَفَتْ بَيْنَ الرِّمَالِ

## ترجمو

۽ جيڪڏهن مان پنهنجو راز جبلن ۾ وجهان ها ته اهي به (منهنجي حال ڪان) ذرا ذرا ٿي ۽ واريءَ جي ڍيرن ۾ ملي وڃن ها.

## سمجهاڻي

الله تعاليٰ جي انوار جي تجلي، جيڪا سندس خاص ٻانهن جي دلين ۾ هوندي آهي، ايڏي ته قوي ۽ ڳري آهي، جو جبل به ان کي ڪٽي نه ٿا سگهن. جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام کي مطمئن ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ اها تجلي جبل تي سٽي ته جبل ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. قرآن ڪريم جي آيت مبارڪ:
"لَوْ اَنْزَلْنَا هٰذَا الْقُرْاٰنَ عَلٰي جَبَلٍ لَّرَاَيْتَهٗ خَاشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ"(١)
(جيڪڏهن اسين هن قرآن کي جبل تي لاهيون ها ته

(١) سورة الحشر آيت ٢١

ان کي بہ الله جي خوف کان نياز کندڙ ٽکرا ٽکرا ٿيندڙ ڏسين ها) ۽ بہ اهو راز رکيل آهي. ان راز ۾ وڏي برڪت آهي ان جي اثر سان سڀ ڪجهہ ٿيندو آهي. جنهن کي اهو راز ملندو آهي، سڀ شيون ان راز واري جي حڪم تي هلنديون آهن.

## شعر (۱۴)

## سندن راز باهہ بہ برداشت ڪري نہ سگهي ها

وَلَوْ اَلْقَيْتُ سِرِّيْ فَوْقَ نَارٍ
لَخَمِدَتْ وَانْطَفَتْ مِنْ سِرِّ حَالِيْ

## ترجمو

۽ جيڪڏهن مان پنهنجو راز باهہ تي وجهان ها تہ اها بہ منهنجي حال جي (راز کان) وسامي ختم ٿي وڃي ها.

## سمجهاڻي

باهہ وڏي قوت رکندڙ آهي. ڪيڏو بہ وڏو ڪاٺ هجي تہ ان کي بہ ساڙي ڇڏي پر قدرتي راز جيڪو مون کي عطا ٿيل آهي ان کي باهہ بہ برداشت ڪري نہ سگهندي. حضرت ابراهيم عليه الصلواة والسلام کي جڏهن باهہ ۾ اڇلايو ويو هو تہ الله تعاليٰ ان باهہ کي فرمايو هو: "كُونِيْ بَرْدًا وَّسَلَامًا" (سلامتيءَ واري ۽ ٿڌي ٿيءُ).

حضرت عمار بن ياسر رضي الله تعاليٰ عنه کي ڪافر جڏهن باهہ ۾ وجهندا هئا ۽ حبيب ڪريم ﷺ جن اتاهين اچي لنگهندا هئا تہ حضرت عمار رضي الله تعاليٰ عنه تي پنهنجو

هٿ مبارڪ گهمائي فرمائيندا هئا.
"يَانَارُ كُوْنِيْ بَرْدًا وَّسَلَامًا عَلٰى عَمَّارٍ كَمَا كُنْتِ عَلٰى إِبْرَاهِيْمَ" (١)

اي باهه! عمار تي اهڙيءَ طرح سلامتيءَ واري ۽ ٿڌي ٿيءُ، جيئن (حضرت) ابراهيم عليه الصلواة والسلام تي ٿڌي ٿي هئينءَ، انهن برڪت وارن لفظن جي برڪت هوندي هئي، جو حضرت عمار رضي الله تعالىٰ عنه کي باهه نه ساڙيندي هئي.

## شعر (١٥)

## سندن راز وجهڻ سان مئل جيئرا ٿي پون ٿا

وَلَوْ اَلْقَيْتُ سِرِّيْ فَوْقَ مَيِّتٍ
لَقَامَ بِقُدْرَةِ الْمَوْلٰى تَعَالٰى

### ترجمو

۽ جيڪڏهن مان پنهنجو راز مئل تي وجهان ها ته الله تعالىٰ جي قدرت سان (جيئرو ٿي) اٿي بيهي ها.

### سمجهاڻي

هن شعر ۾ جنهن راز جو بيان آهي. ان کي امر به چوندا آهن. الله تعالىٰ قرآن ڪريم ۾ ارشاد فرمايو آهي: "قُلِ الرُّوْحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ" (٢) (فرماءِ ته روح، منهنجي رب جو امر آهي) هن ۾ اهوئي امر بيان ٿيل آهي.

---

(١) مظاهر حق ج: ٥، ص: ١٧٣، باب جامع المناقب
(١) سورة بني اسرائيل رکوع ١٠ پ ١٥

# ڪرامت

شيخ محمد بن ابوالمعاليؒ عليه الرحمۃ فرمايو آهي تہ: هڪ پيري هڪ عورت پنهنجو پٽ ګڏ وٺي حضرت غوث اعظم عليه الرحمۃ جي خدمت اقدس ۾ آئي ۽ عرض ڪيائين تہ منهنجي هن پٽ کي اوهان سان تمام گهڻي محبت آهي. مون الله تعاليٰ جي واسطي پنهنجو حق هن کي بخشي اوهان جي حوالي ڪيو آهي. حضرت جن قبول ڪيو ۽ ان کي مجاهدي ۽ سلوڪ طي ڪرڻ جي لاءِ حڪم فرمايو: هڪ پيري اها عورت پنهنجي پٽ کي ملڻ آئي ۽ اچي ڏٺائين تہ ان جو پٽ بک جي ڪري ضعيف ٿي ويو آهي، رنگ ڦڪو ٿي ويو اٿس، جُوَن جي سڪل ماني کائي رهيو آهي. وري حضرت غوث اعظم عليه الرحمۃ ڏي نهاريائين تہ ان ڪڪڙ جو گوشت کاڌو هو ۽ ان جا هڏا هڪ ٿانو ۾ پيا هئا. اهو ڏسي عرض ڪيائين تہ سائين! اوهان ڪڪڙ جو گوشت پيا کائو ۽ منهنجو پٽ سڪل ماني؟ حضرت غوث اعظم رضي الله عنه انهن هڏن تي هٿ رکي فرمايو: ان الله تعاليٰ جي حڪم سان جيئري ٿي، جنهن جي حڪم سان سڙيل هڏا بہ جيئرا ٿيندا. انهن لفظن نڪرڻ سان اها جيئري ٿي پيئي ۽ آواز ڪرڻ لڳي. پاڻ ان عورت کي فرمايائون تہ: جڏهن تنهنجو پٽ اهڙو ٿي وڃي، تہ پوءِ پلي ڪڪڙ کائي.

اهڙيءَ طرح حضرت جي وعظ جي مجلس جي مٿان هڪ سرڻ اڏامڻ لڳي. تيز اڏامڻ ۽ آواز ڪرڻ جي ڪري مجلس وارن ۾ انتشار ۽ وعظ ڏي بي توجهي پيدا ٿي. پاڻ هوا کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ: اي هوا ان کي منڊيءَ کان وٺ تہ اها اتي ڪري پئي جسم هڪ طرف تہ منڊي ٻئي طرف. جڏهن پاڻ

وعظ کان فارغ ٿي هيٺ لٿا تہ ان جي جسم ۾ منديءَ کي گهرائي ان تي هٿ رکي بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهيائون تہ جيئري تي اڏامي وئي ۽ کيترائي ماڻهو ڏسندا رهيا. (١)

اهڙا کئين واقعا الله تعاليٰ جي نبين سڳورن (عليهم الصلواة والسلام) ۽ ولين پلارن کان نقل کيل آهن.

## شعر (١٦)

## سال، مهينا ۽ زمانو سندن سلامي ڏيندا هئا.

وَمَا مِنْهَا شُهُوْرٌ اَوْ دُهُوْرٌ
تَمُرُّ وَتَنْقَضِيْ اِلَّا اَتَالِيْ

## ترجمو

اهڙا کي بہ مهينا ۽ زمانا نہ آهن، جيکي گذرن ٿا ۽ پورا ٿين ٿا، مگر اهي مون وٽ ايندا آهن.

## شعر (١٧)

## اهي سمورو احوال ٻڌائيندا آهن.

وَتُخْبِرُنِيْ بِمَا يَاْتِيْ وَيَجْرِيْ
وَتُعْلِمُنِيْ فَاَقْصِرْ عَنْ جِدَالِيْ

## ترجمو

۽ جيکي انهن ۾ ايندو ۽ وهندو آ، مون کي خبر کندا ۽ ڄاڻائيندا آهن پوءِ مون سان جهيڙي کرڻ کان بند ٿي.

(١) بهجة الاسرار ص: ٦٥

# سمجهاڻي

هنن ٻنهي شعرن ۾ جيڪو مقام بيان ٿيل آهي، اهڙوئي ذڪر علامہ شطنوفيَ عليه الرحمة ٻن روايتن سان هن طرح آندو آهي : شيخ ابوالقاسم بزاز ۽ شيخ ابوحفص عليهما الرحمة ٻڌايو تہ: ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني هوا ۾ هلندو ۽ فرمائيندو رهيو تہ سج اڀرندو آهي تہ مون تي سلام ڪندو آهي، سال نئون بيهندو آهي تہ منهنجو سلام ڪندو آهي ۽ جيڪي ان ۾ ٿيڻو هوندوآهي اهو بيان ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح هفتو، مهينو، ڏينهن ۽ رات بہ ايندا آهن ۽ احوال ڪري ويندا آهن. منهنجي اڳيان نيڪ بخت ۽ بدبخت پيش ڪيا ويندا آهن ۽ منهنجي نگاه لوح محفوظ ۾ هوندي آهي ۽ مان الله تعاليٰ جي علم ۽ مشاهدي جي سمنڊن ۾ ٽبيون هڻندڙ آهيان. مان اوهان سڀني تي الله تعاليٰ جي حجت، رسول الله ﷺ جن جو نائب ۽ ان جو وارث آهيان. (١)

انهن شعرن کان پوءِ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي مريدن ڏي متوجهہ ٿي فرمائن ٿا تہ: جڏهن مون کي ٻيا سڀ احوال ملن ٿا ۽ معلوم آهن تہ مريدن جا احوال مون کان ڪٿان لڪل رهندا. مريد کي خوشخبري ڏيئي ارشاد فرمايائون:

---

(١) بهجة الاسرار ص: ٢٢

# شعر (١٨)

## مريد لاءِ بشارت

مُرِيْدِيْ هِمْ وَطِبْ وَاشْطَحْ وَغَنِّيْ
وَافْعَلْ مَا تَشَاءُ فَالْاِسْمُ عَالِيْ

## ترجمو

اي منهنجا مريد همت ڪر ۽ خوش ٿي ۽ ڪوشش ڪر ۽ بيان ڪر ۽ (حرام ڪان بچي جائز ڪم) جيڪي وڻنئي سي ڪر (ڇو تہ مون وٽ جيڪو اسم آهي) اهو اسم مٿاهون آهي.

## سمجهاڻي

حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه هنن شعرن ۾ الله تعاليٰ جي نعمتن جو اظهار ڪندي پنهنجي مريد کي تسلي ڏني آهي تہ غم نہ ڪر، گهبراءِ نہ. جائز ڪمن ۾ جيڪي وڻئي اهو ڪر. هت مريد مان مراد اهو شخص آهي، جيڪو الله تعاليٰ سان تعلق رکي غير کان غافل هجي. ان جا سڀ ڪم الله تعاليٰ جي قرب جو رستو ڏيکارين ۽ اهو مقبول پانهون هوندو. ۽ هن مان اهو بہ ثبوت ملي ٿو تہ: حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه کي پنهنجي پڪي ۽ سچي مريد جي خبر هئي تہ اهو گناهہ جو ڪم نہ ڪندو. ان جي ڪري ان کي فرمايائون تہ جيڪي وڻيئي سو ڪر.

**فائدو:** مون بہ ترجمي ۾ ان جي ڪري جائز ڪم جو قيد لڳايو آهي. ڇو تہ ناجائز ڪم جي لاءِ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه ڪڏهن بہ موڪل نہ ڏيندو. چاڻ گهرجي تہ اهڙي خوشخبري

حضور اڪرم ﷺ جن جي انهن اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم کي بہ ملي هئي، جيڪي بدر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيا هئا. حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي تہ: الله تعاليٰ بدر جي جنگ ۾ اچڻ وارن اصحابن ڏي متوجہ ٿي فرمايو:

"اِعْمَلُوْا مَا شِئْتُمْ فَقَدْ غَفَرْتُ لَكُمْ"

جيڪي وڻيوَ اهي عمل ڪيو. مون اوهان کي بخشي ڇڏيو آهي. (۱)

هن حديث مبارڪ ۾ بہ حڪم عام آهي پر مراد اها نہ آهي تہ کو الله تعاليٰ بچڙن ڪمن ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. نہ، هرگز نہ. بلڪ مراد اها آهي تہ الله تعاليٰ کي خبر هئي تہ بدر وارن اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم کان حرام ڪيل ڪم نہ ٿيندا ۽ اهي حفاظت ۾ رهندا ان جي ڪري اهو حڪم ڪيو ويو. حضرت غوثِ اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جن پنهنجن مريدن جي باطني احوال، قلبي ڪيفيتن ۽ دلي احوال کان واقف هئا ان جي ڪري اهو ارشاد فرمايائون

## شعر (۱۹)

## منهنجا مريد نہ ڊڄ

مُرِيْدِيْ لَاتَخَفْ وَاشٍ فَاِنِّيْ
عَزُوْمٌ قَاتِلٌ عِنْدَ الْقِتَالِ

### ترجمو

اي منهنجا مريد دشمن کان نہ ڊڄ. پوءِ بيشڪ مان پڪي ارادي وارو، جنگ جي وقت قتل ڪندڙ آهيان.

---

(۱) الرياض النضره ج: ۱، ص: ۱۹

# سمجهاڻي

هن شعر تي متان ڪو اعتراض ڪري ته حضرت غوث اعظم رضي الله تعالىٰ عنه پنهنجي مريد جي دشمن سان تڏهن وڙهندو، جڏهن ان کي اها خبر پوي. پر وفات ڪان پوءِ ان کي ڪهڙي خبر؟ ان کي جواب اهو ڏنو ويندو ته الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن کي اهڙي خبر ڏيندو آهي. اهڙو اظهار غوث اعظم رضي الله تعالىٰ عنه جن قصيدي مبارڪ جي ڏهين شعر ۾ ڪري آيا آهن. جيئن حضور اڪرم ﷺ جن پنهنجن اصحابن سڳورن رضي الله تعالىٰ عنهم جي دشمنن لاءِ اڳ ۾ ئي تنبيهه فرمائي ويا. حالانڪ اڃان اهي دشمن ظاهر ئي نه ٿيا هئا. حضرت عبدالله بن مغفل رضي الله تعالىٰ عنه ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو:

"اَللّٰهَ اَللّٰهَ فِيْ اَصْحَابِيْ لَاتَتَّخِذُوْهُمْ غَرَضًا مِّنْ بَعْدِيْ فَمَنْ اَحَبَّهُمْ فَبِحُبِّيْ اَحَبَّهُمْ وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ فَبِبُغْضِيْ اَبْغَضَهُمْ وَمَنْ اٰذَاهُمْ فَقَدْ اٰذَانِيْ وَمَنْ اٰذَانِيْ فَقَدْ اٰذَي اللّٰهَ" (١)

الله ڪان ڊڄو. الله ڪان ڊڄو. منهنجي اصحابن جي ٻاري ۾.مون ڪان پوءِ انهن کي نشان نه بڻايو پوءِ جنهن انهن سان محبت رکي، ته ان منهنجي محبت جي ڪري انهن سان محبت رکي ۽ جنهن انهن سان بغض رکيوان مون سان بغض رکڻ جي ڪري انهن سان بغض رکيو. جنهن انهن کي ايذايو تنهن مون کي ايذايو ۽ جنهن مون کي ايذايوان الله تعالىٰ کي ايذايو.

الله تعالىٰ پنهنجي پياري حبيب ﷺ کي اهو علم عطا ڪيو هو ته پيڇاڙيءَ ۾ ڪي اهڙا مسلمان سڏائڻ

---

(١) مشڪواة شريف ص: ٥٥۴

وارا فرد بہ هوندا جيڪي اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم جي بي ادبي، گستاخي ڪندا ۽ پاڻ انهن کي خبردار ڪيائون. ان ئي طرح حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي مريدن جي دشمنن کي خبردار ڪيو تہ مان پاڻ ان سان لڙندس جيڪو منهنجي مريد سان وڙهندو.

حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه هن قصيدي مبارڪ جي پندرهين شعر ۾ فرمايو آهي: بقدرة المولىٰ تعاليٰ- يعني الله تعاليٰ جي قدرت سان سڀ ڪجهہ ٿيندو آهي. ان ڪري ڪنهن کي بہ اعتراض ڪرڻ نہ گهرجي. الله تعاليٰ جنهن کي ظاهري ۽ باطني برڪتون قوت ۽ قدرت عطا ڪندو آهي تہ اهو پنهنجي خادمن ۽ محبت وارن جي دنيا، برزخ ۽ قيامت ۾ حفاظت ڪندو آهي جيئن حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن پنهنجن پيارن اصحابن سڳورن رضي الله تعاليٰ عنهم جي تہ حفاظت ڪئي پر قيامت ۾ گنهگارن جي ساهميءَ ۽ پلصراط تي بيهي حفاظت ڪندا ۽ سندن برڪت سان اهي سڀ مشڪل آسان ٿي ويندا.

جيئن الله تعاليٰ جي ڄاڻائڻ سان اصحابن سڳورن جي دشمنن جي حبيب ڪريم ﷺ جن کي اڳ ۾ ئي خبر هئي ۽ انهن کي متنبه ڪيائون اهڙيءَ طرح حبيب ڪريم ﷺ جي فيض ۽ برڪتن جي مظهر محبوب سبحانيءَ غوث صمدانيءَ قطب ربانيءَ رضي الله تعاليٰ عنه کي بہ پنهنجي مريدن جي دشمنن جي خبر پئجي وئي ۽ پاڻ انهن کي تنبيهہ ڪرڻ فرمايائون. حبيب ڪريم ﷺ جن جي ذات اقدس اڄ بہ زنده آهي ۽ پاڻ تصرف ڪن ٿا. علامہ جلال الدين سيوطيءَ عليه الرحمة لکيو آهي تہ:

فحصل من مجموع هذه النقول والاحاديث ان النبي صلي الله عليه وسلم حي بجسده وروحه وانه يتصرف ويسير حيث شاءَ في اقطار الارض وفي الملكوت وهو بهيئته التي كان عليها لم يتبدل منه شيءٌ وانه مغيب عن الابصار كما غيبت الملائكة مع كونهم احياءً باجسادهم فاذا اراد الله رفع الحجاب عمن اراد اكرامه برؤيته رآه عليٰ هيئته التي هو عليها لامانع من ذالک ولا داعي الي التخصيص بروية المثال (١)

يعني هنن سيني نقلن ۽ حديثن مان اها ڳالهہ حاصل ٿي تہ بيشڪ نبي ﷺ جن پنهنجي جسم ۽ روح سان زنده آهن ۽ بيشڪ اهي تصرف ڪن ٿا ۽ سير ڪن ٿا روءِ زمين جي پاسن ۽ ملڪوت ۾ ۽ جنهن هيئت تي وفات کان اڳ ۾ هئا، ان ئي هيئت تي اڃ بہ آهن انهن مان ڪابہ شيءِ مٽي نہ آهي ۽ اکين کان اهڙي نموني لڪل آهن، جيئن ملائڪ جسم جي باوجود اکين کان غائب آهن. پوءِ جنهن وقت الله تعاليٰ ڪنهن جي اڳيان پردو ڪٽائي ٿو تہ اهو حبيب ڪريم ﷺ جن کي ان ئي هيئت (صورت) تي ڏسندو آهي. ان کان ڪابہ شيءِ منع ڪندڙ نہ آهي ۽ ائين چوڻ تہ اهو ڏسڻ عالمِ مثال سان مخصوص آهي، ان جو ڪوبہ سبب نہ آهي.

حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن وٽ امت جا احوال هر وقت روشن آهن. بيهقيءَ ۽ ابن عساڪر روايت آندي آهي تہ: حضرت امام حسن عليه السلام کي صلح ڪرڻ کان پوءِ حضرت معاويه رضي الله عنه خرچ لاءِ پئسا موڪليندو هو هڪ ڀيري انهن جي موڪلڻ ۾ گهڻي دير ٿي وئي ۽ حضرت امام حسن عليه السلام ارادو ڪيو تہ حضرت معاويه رضي الله عنه کي خط لکي ياد ڏياري. خط لکڻ لاءِ مس بہ گهرايائين، پر اڃان لکيو نہ هيائين تہ ننڊ ۾ ڪيس حضرت حبيب ڪريم ﷺ جن جي زيارت ٿي. حضرت امام حسن عليه السلام

(١) الحاوي للفتاويٰ ص٢٦٥ ج٢

ڇيو ته مون کي حضور ﷺ جن فرمايو: حسن! ڪيئن آهين؟ ڪهڙو حال آهي؟ مون عرض ڪيو ته خيريت سان آهيان ۽ سندن خدمت ۾ پئسن جي دير سان اچڻ جي شڪايت ڪيم. پاڻ فرمايائون ته: ”تو مس گهرائي هئي ته هڪ پاڻ وانگر پيدا ڪيل کي ياد ڏياريان؟“ مون عرض ڪيو ته هائو ٻيو ڀلا ڇا ڪيان؟ پاڻ فرمايائون ته ”هيءَ دعا پڙهه:

”اَللّٰهُمَّ اقْذِفْ فِيْ قَلْبِيْ رَجَاءَكَ وَاقْطَعْ رَجَائِيْ عَمَّنْ سِوَاكَ حَتّٰى لَا اَرْجُوَ اَحَدًا غَيْرَكَ اَللّٰهُمَّ وَمَا ضَعُفَتْ عَنْهُ قُوَّتِيْ وَقَصُرَ عَنْهُ عَمَلِيْ وَلَمْ تَنْتَهِ اِلَيْهِ رَغْبَتِيْ وَلَمْ تَبْلُغْهُ مَسْاَلَتِيْ وَلَمْ يَجْرِ عَلٰى لِسَانِيْ مِمَّا اَعْطَيْتَ اَحَدًا مِّنَ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ مِنَ الْيَقِيْنِ فَخُصَّنِيْ بِهٖ يَا رَبَّ الْعَالَمِيْنَ.“ (١)

اي الله! منهنجي دل ۾ پنهنجي اميد پيدا فرماءِ ۽ پاڻ کان سواءِ ٻين کان اميدون ختم ڪراءِ. تان جو توکان سواءِ ڪنهن ۾ اميد نه رکان. اي الله! جنهن کان منهنجي قوت ضعيف ۽ عمل قاصر اهي ۽ ان تائين منهنجي گهربل ضرورت نه پهتي آهي ۽ ان کي منهنجو سوال نه پهتو آهي ۽ منهنجي زبان تي به نه آيو آهي جيڪو تون پهرين ۽ پوين مان ڪنهن هڪ کي خاص طرح عطا ڪيو اٿئي مون کي به اهو يقين خصوصي عطا ڪر. اي جهانن جا پالڻهار!

حضرت امام حسن عليه السلام فرمايو: الله جو قسم آهي ته مون اها دعا پورو هفتو به نه پڙهي ته (حضرت) معاويه (رضي الله تعاليٰ عنه) مون ڏانهن پندرهن لک درهم موڪليا. پوءِ مون چيو ته سڀ ساراهه الله تعاليٰ جي لاءِ آهي، جيڪو پنهنجي ياد ڪندڙ کي نه تو وساري ۽ دعا گهرندڙ جي

(١) تاريخ الخلفاءِ ص ١٤٧- ١٤٨

دعا کي رد نہ ٺوڪري، مون وري ننڊ ۾ رسول الله ﷺ جن جي زيارت ڪئي. پاڻ فرمايائون: "جيڪو خالق ۾ اميد رکندو آهي، ان جو ڪم ان طرح ٿيندو آهي." (١)

هن روايت مان صاف صاف ثابت آهي تہ الله تعاليٰ جو حبيب ﷺ وفات کان پوءِ بہ پنهنجي پيارن تي مهرباني ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح سندس اتباع ڪندڙ اولياءِ سڳورا بہ وفات کان پوءِ فيض ڏين ٿا۽ محبت وارن تي مهرباني ڪن ٿا.

## شعر (٢٠)

## الله تعاليٰ مون کي بلندي عطا ڪئي آهي.

مُرِيْدِيْ لَاتَخَفْ اَللّٰهُ رَبِّیْ
اَعْطَانِيْ رِفْعَةً نِلْتُ الْمَعَالِيْ

## ترجمو

اي منهنجا مريد ڊپ نہ ڪر. منهنجي پالڻهار الله مون کي ايتري بلندي عطا ڪئي آهي، جو مان مٿاهن مقامن کي پهتو آهيان.

## سمجهاڻي

هن شعر ۾ حضرت محبوب سبحانيءَ عليه الرحمة اعتراض ڪندڙن جا سڀ اعتراض دفع ڪري ڇڏيا. پاڻ فرمايائون تہ مون کي اها بلندي ۽ مقام الله تعاليٰ عطا ڪيا

(١) تاريخ الخلفاءِ ص ١٤٧- ١٤٨

آهن. پوءِ جنهن کي الله تعاليٰ اهي ڏاج ڏي تہ انکي ڇو نہ مڃجي . علامہ دميريؒ عليه الرحمة لکيو آهي تہ هڪ ڀيري حضرت عمر فاروق رضي الله عنه ڏٺو تہ ڪئين ماڻهو رستي تي بيهي ويا آهن. پاڻ انهن کان پڇيائون تہ ڇو بيٺا آهيو؟ انهن عرض ڪيو تہ هڪ شينهن رستي ۾ بيٺو آهي، جنهن کي ڏسي سڀ بيهي رهيا آهيون. پاڻ پنهنجي سواريءَ تان لهي آيا ۽ شينهن کي ڪن کان وٺي فرمايائون تہ: تون انهن کان ڊاڃو آهين، جيڪي الله کان سواءِ ٻين کان ڊڄندا آهن. الله تعاليٰ جي پيارن کان ڊاڃو نہ آهين. اهي الفاظ چئي ان کي ڪاهي پري ڇڏي آيو ۽ شينهن ڪجهہ بہ نہ ڪيو. (١)

رفعت جي معنيٰ بلندي، مٿاهين آهي. قرب ۽ علو جي ڪمال کي بہ رفعت سڏيندا آهن. الله تعاليٰ پنهنجي سهڻي محبوب ﷺ جي ذڪر مبارڪ کي بہ رفعت عطا ڪئي آهي. قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي :- "وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ" (٢) ۽ اسان اوهان جي لاءِ اوهان جي ذڪر کي مٿي ڪيو آهي.")

اهڙيءَ طرح محبوب ڪريم ﷺ جن جي اتباع، اطاعت محبت ۽ عشق جي برڪت سان حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه کي بہ اهو مقام ميسر ٿيو آهي، جنهن جو اظهار هيٺئين شعر ۾ هن طرح ڪيو اٿن.

---

(١) العصيده اليوسفية ص ٥٨

(٢) سورة الانشراح پ: ٣٠

## (شعر ٢١)

## غوث اعظم جي بلنديءَ جا اعلان آسمان ۾

طُبُوْلِيْ فِي السَّمَاءِ وَالْاَرْضِ دُقَّتْ
وَشَاؤُسُ السَّعَادَةِ قَدْ بَدَالِيْ

### ترجمو

منهنجا طبل آسمان ۽ زمين ۾ وڄي رهيا آهن ۽ نيڪ بختيءَ جا اڙدلي مون لاءِ ظاهر ٿي چڪا آهن.

### سمجهاڻي

انهن طبلن جي وڄڻ مان مراد ظاهري دهل،طبلا نہ آهن پر ان مان مراد سندن مقبوليت الله تعاليٰ وٽ محبوبيت ۽ دنيا توڙي آخرت، عرش ۽ فرش ۾ مشهوري آهي. هر مسلمان سندن اسم مبارڪ کان واقف آهي. ساري دنيا ۾ سندن عقيدتمند موجود آهن.

## شعر (٢٢)

## الله تعاليٰ جا سڀ شهر منهنجو ملڪ آهن.

بِلَادُ اللهِ مُلْكِيْ تَحْتَ حُكْمِيْ
وَوَقْتِيْ قَبْلَ قَلْبِيْ قَدْ صَفَالِيْ

### ترجمو

الله جا سڀ شهر منهنجو ملڪ، منهنجي حڪم هيٺان آهن ۽ منهنجو وقت مون لاءِ دل جي لحاظ سان صاف آهي.

## سمجهاڻي

هن مان مراد ٻہ روحاني ڪمال ۾ الله تعاليٰ جي طرفان عطا ڪيل قوت ۾ ملڪيت جو اظهار آهي. الله تعاليٰ جي ولين جي لاءِ ساري دنيا مسخر ۾ مطيع هوندي آهي.

## شعر (٢٣)

## نگاه جو ڪمال

نَظَرْتُ اِلٰي بِلَادِ اللّٰهِ جَمْعًا
كَخَرْدَلَةٍ عَلٰي حُكْمِ اتِّصَالِ

## ترجمو

مون الله تعاليٰ جي سيني شهرن کي اهڙيءَ طرح ڏٺو آهي، جيئن سرنهن جو داڻو (هٿ سان) ڳنڍيل هوندو آهي.

## سمجهاڻي

هن شعر ۾ پاڻ ٻڌايائون تہ: ساري دنيا مون لاءِ روشن آهي ۾ جيئن سرنهن جو هڪ داڻوڪو وزن ۾ اهميت نٿو رکي اهڙيءَ طرح سڄي دنيا مون غوث اعظم جي نگاهہ ۾ ڪا اهميت نہ ٿي رکي. پاڻ حبيب ڪريم ﷺ جن جي ڪمال جو مظهر آهن پوءِ جيئن حبيب ﷺ جن فرمايو:
"اِنَّ اللّٰهَ رَفَعَ لِيَ الدُّنْيَا فَاَنَا اَنْظُرُ اِلَيْهَا وَاِلٰي مَا هُوَ كَائِنٌ فِيْهَا كَاَنَّمَا اَنْظُرُ اِلٰي كَفِّيْ هٰذِهٖ" (١)
يعني مون لاءِ ساري دنيا روشن ڪئي وئي آهي مان

---

(١) رواه الطبراني

ان کي ۽ جيکي ان ۾ قيامت تائين ٿيندڙ آهي اهڙيءَ طرح ٿو ڏسان جيئن پنهنجي هٿ جي هن تريءَ کي ڏسي رهيو آهيان.

حضرت محبوب سبحانيءَ عليه الرحمة جو فرمان آهي ته مون لاءِ منهنجو وقت صاف ٿيو. ان جو مطلب هيءُ آهي ته مخلوقات جا عجائب، ملکي ۽ ملکوتي اسرارن ڏسڻ کان اڳي ئي منهنجو ايمان کامل هو. نه ٻين شين جي ڏسڻ تي منهنجو ايمان موقوف هئو. نه ٻين شين کي مون وٽ ڪا اهميت آهي.

# شعر (٢٤)

## غوث أعظم جن نبي ﷺ جن جي قدم تي آهن

وَكُلُّ وَلِيٍّ لَهٗ قَدَمٌ وَاِنِّيْ
عَلٰى قَدَمِ النَّبِيِّ بَدْرِ الْكَمَالِ

## ترجمو

۽ هر هڪ ولي جي لاءِ قدم هوندو آهي ۽ مان ڪمال جي چوڏهينءَ واري چنڊ، نبيءَ جي قدم تي آهيان.

## سمجهاڻي

صوفين جي اصطلاح ۾ هر ولي سڳوري جي لاءِ سلوڪ ۽ وصول جي منزل جدا جدا آهي، جنهن ۾ ڪنهن نه ڪنهن نبي سڳوري عليه الصلواة والسلام سان باطني مناسبت پيدا ٿيندي آهي هر ولي سڳورو مجاهدي، رياضت، صبر ۽ استقامت ۾ ان جي قدم تي هوندو آهي; پر حضرت

غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه فرمائي ٿو تہ مان پنهنجي پياري حبيب ﷺ جي قدم تي آهيان، جيڪو ڪمال جي آسمان تي چمڪندڙ چوڏهينءَ جو چنڊ آهي. هن بيت ۾ اهو بہ اشارو آهي تہ جيئن حضور ﷺ جن نبين سڳورن عليهم الصلواة والسلام ۾ افضل آهن، سندن قدم تي هلڻ جي ڪري پاڻ بہ اعليٰ منصب ۽ مٿانهين مقام تي فائز آهن. ڪين فيض، فضيلت، ڪمال ۽ مرتبي ملڻ جو سرچشمو محمدي ولايت ۽ سندن جلال ۽ جمال جي ظهور جو مرڪز دائرهٔ احمديہ آهي.

## شعر (٢٥)

## علم پڙهڻ سان قطب ٿيڻ

دَرَسْتُ الْعِلْمَ حَتّيٰ صِرْتُ قُطْبًا
وَنِلْتُ السَّعْدَ مِنْ مَوْلَي الْمَوَالِيْ

### ترجمو

مون ايترو علم پڙهيو، جو قطب ٿي ويس ۽ مالڪن جي مالڪ وٽان سعادت کي پهتس.

### سمجهاڻي

هتي علم مان مراد ظاهري شرعي ديني علم سان گڏ باطني علم ۽ معرفت جي اسرار جي ڄاڻ آهي، جن جو اساس، بنياد ۽ اصل قرآن ڪريم ۽ سنت سڳوري آهي، جنهن ۾ نفس جي تهذيب، مجاهدي ۽ رياضت جا قسم، قرب، وصول ۽ تجليات جي ظهور جا ذريعا بيان ٿيل آهن. هن شعر ۾ ڪجهہ

اڳين شعرن ۾ قطب ۽ اقطاب. جمع جو صيغو آيل آهي. اهو الله تعاليٰ جي مخصوص ٻانهن جو لقب آهي. قطب العالم هڪ هوندو آهي. ان کي وڏو قطب قطب الارشاد، قطب الاقطاب، قطب المدار به چوندا آهن. غيبي جهان ۾ ان جو نالو عبدالله هوندو آهي ان جا ٻه وزير هوندا آهن،جن کي امامين سڏيو ويندو آهي. سڄي پاسي وهڻ واري وزير جو نالو عبدالملڪ هوندو آهي جنهن جي نگاه ملڪوت ۾ رهندي آهي ۽ ان جو رتبو پنهنجي ساٿيءَ کان مٿي هوندو آهي، اهوئي قطب جي خلافت سنڀاليندو آهي ۽ ان جي وصال کان پوءِ ان جي جاءِ تي ڪم ڪندو آهي ۽ کٻي پاسي واري وزير جو نالو عبدالرب هوندو آهي ۽ ان جي نگاهه ملڪ ۾ هوندي آهي. ان جون ظاهري خصوصيتون زهد، پرهيزگاري، نيڪيءَ جو امر ڪرڻ، بڇڙائيءَ کان روڪڻ آهي. باطني خصوصيتون سچائي، اخلاص، حياءُ ۽ مراقبو آهي. ٻارهن قطب ٻيا به هوندا آهن. اهڙيءَ طرح هر قوم ۾ هر ڳوٺ ۾ غيرمقرر قطب به هوندا آهن. غوث هڪ هوندو آهي ۽ ان جو اطلاق اهڙيءَ هستيءَ تي ٿيندو آهي، جنهن وٽ ماڻهو حاجتن لاءِ عرض ڪٿي ايندا آهن پريشانيءَ جي حالت ۾ اهو ماڻهن جي اڳيان اهم رازن کي ظاهر ڪندو آهي. ۽ انجي دعا قبول هوندي آهي. (١)

اهڙيءَ طرح ابدال، اوتاد، اخيار، ابرار، عمود، بدلاءِ وغيره اولياءِ ڪرام جا القاب آهن،جيڪي حضور ﷺ جن ۽ حضرت عمر بن خطاب، حضرت علي بن ابي طالب، حضرت انس، حضرت حذيفه بن يمان، حضرت عباده بن ثابت، حضرت ابن عباس، حضرت ابن عمر،

---

(١) عمدة السلوڪ ص: ٣٠٨

حضرت ابن مسعود ، حضرت عوف بن مالڪ، حضرت معاذ بن جبل، حضرت واثله بن اسقع، حضرت ابوسعيد خدريؓ، حضرت ابوهريره، حضرت ابودرداءَ، ام المومنين حضرت بيبي ام سلمه رضي الله عنها وعنهم اصحابن سڳورن ڪان ۽ حضرت حسن بصريؒ، حضرت عطا بن ابي رباح، حضرت بڪر بن خنيس ۽ ٻين تابعين ۽ تبع تابعين ڪان ثابت آهن. صرف صوفي بزرگن پوءِ ايجاد نہ ڪيا آهن. (١)

## شعر (٢٦)

## غوث اعظم جا مريد چمڪندڙ موتي آهن

رِجَالِيْ فِيْ هَوَاجِرِهِمْ صِيَامٌ
وَفِيْ ظُلَمِ اللَّيَالِيْ كَاللَّآلِيْ

### ترجمو

مون وارا مريد منجهند جي سخت گرمين ۾ بہ روزو رکندڙ آهن ۽ اونداهين راتين ۾ موتين وانگر چمڪندڙ آهن.

### سمجهاڻي

هن شعر ۾پاڻ ٻڌائن ٿا تہ: منهنجا مريد، درجا حاصل ڪندڙ، ولي، ابدال، قطب بنجي وڃڻ وارا گرم ڏينهن ۾ بہ روزي سان هوندا آهن ۽ رات جو الله تعاليٰ جي عبادت ۽ مجاهدات سان نفس کي ماريندڙ آهن. روزا ۽ رات جو جاڳي عبادت ڪرڻ اهڙا عمل آهن،جن ۾ وڏي برڪت ۽ ڀلائي

(١) الحاوي للفتاويٰ ج: ٢ ص: ١٤١

آهيُ. ٻئي عمل وڏائيءَ ۽ ڏيکاءَ کان پاڪ آهن. حديث پاڪ ۾ اهڙن صالحن جي ڀلائي آيل آهي. ابن ماجه ۽ بيهقيءَ روايت آندي آهي تہ: حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنه هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن جي مسجد ڏانهن نڪتو ۽ حضرت معاذ بن جبل رضي الله تعاليٰ عنه کي ڏٺائين تہ حبيب ڪريم ﷺ جي مزار وٽ ويٺو آهي ۽ روئي رهيو آهي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کانئس پڇيو تہ ڇو ٿو روئين؟ حضرت معاذ رضي الله عنه فرمايو تہ مون رسول الله ﷺ جن کان هڪ ڳالهہ ٻڌي هئي ان کي ياد ڪري روئي رهيو آهيان. مون ٻڌو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو:

"اِنَّ يَسِيْرَ الرِّيَاءِ شِرْكٌ وَمَنْ عَادیٰ لِلّٰهِ وَلِيًّا فَقَدْ بَارَزَ اللهَ بِالْمُحَارَبَةِ اِنَّ اللهَ يُحِبُّ الْاَبْرَارَ الْاَتْقِيَاءَ الْاَخْفِيَاءَ الَّذِيْنَ اِذَا غَابُوْا لَمْ يَتَفَقَّدُوْا وَاِنْ حَضَرُوْا لَمْ يُدْعَوْا وَلَمْ يُقَرَّبُوْا قُلُوْبُهُمْ مَصَابِيْحُ الْهُدیٰ يَخْرُجُوْنَ مِنْ كُلِّ غَبْرَاءَ مُظْلِمَةٍ"

بيشڪ ٿورڙو رياءُ بہ شرڪ آهي ۽ جنهن الله جي ولي سان دشمني ڪئي اهو الله سان کلي جنگ ٿو ڪري. بيشڪ الله انهن نيڪن، پرهيزگارن لڪلن سان محبت ٿو رکي، جيڪي غائب هوندا تہ انهن جي ڳولا نہ ڪئي ويندي ۽ جيڪڏهن حاضر هوندا تہ دعوت نہ ڏنا ويندا ۽ نہ ويجها ڪيا ويندا. انهن جون دليون هدايت جا ڏيا آهن، جيڪي اونداهہ وارين، مٽيءَ وارين جاين مان نڪرندا آهن.

اَللَّآلِيْ- لُؤْلُؤٌ جو جمع آهي معنيٰ موتي. جهڙيءَ طرح موتي روشن ۽ چمڪدار آهن، اهڙيءَ طرح اهي الله جا پيارا بہ ظاهر ۽ باطن صاف رکڻ وارا آهن. مقامات جي بلند هجڻ جا

(١) مشڪواة المصابيح ص ٤٥٥

ٻہ سبب آهن: هڪ وهبي، ٻيو ڪسبي، وهبي يعني خالص عنايت سان ملندڙ ۽ ڪسبي يعني محنت سان حاصل ٿيندڙ. پهرئين سبب ڏي "يُصَرِّفُنِيْ وَحَسْبِيْ ذُوالْجَلَالِ" ۾ اشارو آهي ۽ٻئي سبب ڏي دَرَسْتُ الْعِلْمَ حَتّيٰ صِرْتُ قُطْبًا ۾ اشارو ڪيل آهي.

## شعر (٢٧)

## غوث اعظم حسني آهي ۽ سندس قدم هر وليّ تي آهي

---

اَنَا الْحَسَنِيُّ وَالْمَخْدَعُ مَقَامِيْ
وَاَقْدَامِيْ عَليٰ عُنُقِ الرِّجَالِ

### ترجمو

مان حسني آهيان (حضرت امام حسن عليه السلام جو اولاد) ۽ مخدع منهنجو مقام آهي ۽ منهنجا قدم مردن (الله جي ولين) جي ڪنڌ تي آهن.

### سمجهاڻي

هن شعر ۾ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجو نسب بيان ڪيو آهي. پاڻ والدماجد جي نسبت سان حسني ۽ والده جي نسبت سان حسيني آهن. ٻنهي ٻچڙن حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهما کي جيڪا نسبت، تعلق، مقبوليت ۽ محبوبيت حبيب ڪريم ﷺ جن جي بارگاهہ ۾ آهي سا ڪنهن بيان جي محتاج نہ آهي.

سندن زهد، رياضت، اطاعت ۽ عبادت بہ تمام اعليٰ آهي، پر حضور اکرم جن جي نياڻيءَ سيده خاتون جنت فاطمه زهراء رضي الله تعاليٰ عنها جو اولاد هجڻ سندن اعليٰ شان ۽ اعزاز آهي.

مَخْدَعُ - اهو مقام آهي، جنهن ۾ پهچڻ کان قطب کي تصرف ڪرڻ جي پوري پوري طاقت ملندي آهي ۽ ٻين کان مخفي ۽ لڪل هوندي آهي. الرجال مان هت مراد اهي مرد آهن، جيڪي الله تعاليٰ جي مهربانيءَ ۽ حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي توجهہ ۽ نگاهہ سان الله تعاليٰ سان واصل ٿيا ۽ قطبيّت جي درجي کي پهتا آهن.

## شعر (٢٨)
## غوث اعظم جو نالو ۽ نسبت

اَنَا الْجَيْلِيُّ مُحْيُ الدِّيْنُ اِسْمِيْ
وَاَعْلَامِيْ عَلٰي رَاسِ الْجِبَالِ

### ترجمو

مان جيلاني آهيان منهنجو نالو (لقب) محي الدين آهي ۽ منهنجا جهنڊا جبلن جي چوٽيءَ تي آهن.

### سمجهاڻي

جيل يا جيلان هڪ ڳوٺ جو نالو آهي. ان ڏي نسبت هجڻ جي ڪري پاڻ جيلاني سڏيا ويندا آهن. هت بہ ان نسبت جو اظهار ڪيو اٿن. مُحْيُ الدِّيْنِ جي لفظ جي معنيٰ آهي دين

ڪي زنده ڪندڙ. دين اعتقاد ۽ عمل جو نالو آهي. حقي، صحيح ۽ سهڻا عقيدا ۽ صالح عمل جڏهن ماڻهن ۾ نه هجن ته اهو دين جو مرڻ آهي ۽ انهن ڀلاين جو هجڻ دين جو جيئرو ڪرڻ آهي. پاڻ ماڻهن جي اعتقاد ۽ عملن کي صحيح ڪيائون ان جي ڪري کين محي الدين سڏيو ويو ۽ اهو سندن وصفي اسم آهي ذاتي اسم نه آهي پر ان کي اهميت ڏئي پنهنجو نالو ڪري بيان ڪيو اٿن ۽ ذاتي اسم کي اڳتي بيان ڪيو اٿن.

## شعر (٢٩)

## غوث اعظم جو اصل نالو

وَعَبْدُالْقَادِرِ الْمَشْهُوْرُ اِسْمِيْ
وَجَدِّيْ صَاحِبُ الْعَيْنِ الْكَمَالِ

### ترجمو

۽ منهنجو مشهور نالو عبدالقادر آهي ۽ منهنجو نانو ڪمال جي سرچشمي جو صاحب آهي.

### سمجھاڻي

حبيب ڪريم ﷺ جن سان ظاهري ۽ باطني، روحاني ۽ جسماني تعلق جوقائم هجڻ برڪت جو باعث ۽ ڪاميابيءَ جو ذريعو آهي. ان جي ڪري حضرت غوث اعظم رضي الله تعاليٰ عنه ان تعلق ۽ نسبت جي ذڪر ڪرڻ سان پنهنجي قصيدي مبارڪ کي پورو ڪيو آهي.

الله تعاليٰ جي مهربانيءَ سان اڄ ڀپهريءَ جي نماز کان پوءِ سومر جي ڏينهن ٢٦ جمادي الاخريٰ ١٤٠٨هه هن عاجز گنهگار جي هٿان "قصيدي غوثيه" جو شرح لکجي پورو ٿيو. ولله الحمد اولا وآخرا وعليٰ حبيبه الكريم وعليٰ آله واصحابه الصلواة والسلام باطنا وظاهرا

الفقير محمد ادريس الداهري النقشبندي عفي عنه
٢٦ جمادي الاخري ١٤٠٨هه





# سانيءِ سونهان

| | |
|---|---|
| ١- قرآن كريم | |
| ٢- تفسير كبير | حضرت علامہ فخر الدين رازي |
| ٣- صحيح بخاري | حضرت محمد بن اسماعيل بخاري |
| ٤- مشكواة المصابيح | حضرت ولي الدين محمد بن عبدالله الخطيب |
| ٥- مرقاة المفاتيح | حضرت علامہ علي القاري |
| ٦- مظاهر حق | حضرت مولانا قطب الدين |
| ٧- كتاب الكني والاسماءِ | حضرت علامہ دولابي |
| ٨- الحاوي للفتاويٰ | حضرت علامہ جلال الدين سيوطي |
| ٩ تاريخ الخلفاءِ | - - - - - |
| ١٠- الرياض النضرة | حضرت ابوجعفر احمد محب طبري |
| ١١- فتوح الغيب | حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني |
| ١٢- شرح فتوح الغيب | حضرت علامہ شيخ عبدالحق محدث دهلوي |
| ١٣- بهجة الاسرار | حضرت علامہ نورالدين شطنوفي |
| ١٤- عطر الورده | ذوالفقار علي صاحب ديوبندي |
| ١٥- العصيدة اليوسفية | مولوي محمد اعظم صاحب |
| ١٦- عمدة السلوڪ | سيد زوار حسين شاه نقشبندي |
| ١٧- قصيدو بردو شريف | حضرت شرف الدين بوصيري |
| ١٨- مثنوي شريف | حضرت جلال الدين رومي |
| ١٩- شاه جو رسالو | حضرت سيد عبداللطيف ڀٽائي |

عليهم الرحمة

